ادع الي سبيل ربک بالحکمة والموعظة الحسنة

# گلستان

(بامحاوره سنڌي ترجمو)

مصنف

## شيخ سعدي شيرازي

مترجم

## مولانا محمد قاسم سومرو

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1997ع

A Roshni Book No: 122

ڪتاب جو نالو: گلستان

مترجم: مولانا محمد قاسم سومرو

ڇاپو: پهريون © روشني 1997ع

ڇاپو ٻيو: © روشني جون 1998ع

ڪمپوزنگ ۽ پرنٽنگ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد، سنڌ.

ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو

قيمت: 90.00 رپيا

GULSTAN

Transleted By: Moulana Mohammad Qasim Soomro

Edition: First © Roshni, 1997

Edition: Second © Roshni, June 1998

Composed & Printed By: Fine Communication Hyderabad, Sindh.

Published By: Roshni Publication, Kandiaro

# فهرست

• باب ٻيو

درويشن جي اخلاقن بابت 81-112

• ٽيون باب

**• باب چوٿون**

## خاموش رهڻ جي فائدن جي بيان ۾ 138-145

• باب پنجون

## عشق ۽ جوانيءَ بابت 146-164

• باب ڇهون

## پيري ۽ ڪمزوريءَ بابت



• باب ستون

## تربيت جو اثر



• اٺون باب

## سنگت جي ادبن بابت

بِسمِ اللهِ الرّحمٰنِ الرّحِيمِ

# شيخ سعدي شيرازي جي سوانح

گلستان جي مؤلف شيخ سعديؒ جو اصل نالو "مشرف الدين مصلح"، پيءُ جو نالو "عبدالله" ۽ تخلص "سعدي" آهي. شيخ مشرف الدين مصلح بن عبدالله شيرازي سعدي، ايران جي مشهور شهر شيراز ۾ پيدا ٿيو.

سندس ولادت جو سال پڪيءَ طرح سان معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. ڪن مؤرخن ٥٧١هہ (١١٧٥ع)، بعض سوانحنگارن ٥٨٩هہ (١١٩٣ع)، چند تاريخدانن ٥٨٠هہ (١١٨٤ع)، ڪن محققن ٦٠٦هہ (١٢٠٩ع) ۽ ڪن تذڪره نگارن ٦١٠هہ (١٢١٣ع) جو سال لکيو آهي. اهڙي صورت ۾ ڪا يقيني راءِ قائم ڪرڻ مشڪل آهي، البت ڪجھ دليلن جي روشنيءَ ۾، سندس ولادت جي تاريخ ٥٨٥هہ (١١٨٩ع) کان اڳ متعين ٿئي ٿي، ڇو تہ:

١. شيخ سعدي گلستان ۾ هڪ هنڌ علامہ ابن الجوزي رحہ کي پنهنجو استاذ ۽ شيخ چيو آهي (١)، جيڪو بغداد ۾ رهندو هو. ان جي وفات ٥٩٧هہ ۾ آهي. ابن الجوزيءَ وٽ تعليم حاصل ڪرڻ وقت، سندس عمر ڪنهن بہ صورت ۾ ١٢ - ١٣ سالن کان متي هئڻ گهرجي، ڇو تہ ٧ - ٨ سالن جو ڇوڪرو، علم لاءِ سفر ڪيئن ڪري سگهندو؟

٢. شيخ پنهنجي ڪتاب "بوستان" (٢) ۾ پاڻ کي خطاب ڪندي فرمايو آهي تہ:

بيا اي که عمرت بهفتا درفت - مگر خفته بودي که برباد رفت

(اي سعديءَ هاڻي تہ موٽ ڪر، تنهنجي عمر ستر ڪان ٽپي وئي. شايد تون ننڊ پيو هئين، جو ڇمار ائين گذري وئي.)

ان بيت ۾ شيخ صاحب پنهنجي عمر ٧٠ سالن ڪان ٽپيل ڄڌائي رهيو آهي. بوستان جي تاليف ٦٥٥هہ (١٢٥٧ع) ۾ آهي (٣). ان مطابق سندس ولادت ٥٨٥هہ ڪان اڳ هئڻ گهرجي.

ننڍپڻ

شيخ سعديءَ جو ننڍپڻ لاڏ ڪوڏ سان گذريو. سندس والد صاحب، شيراز جي حڪمران "سعد زنگيءَ" جي درٻار ۾ اعليٰ آفيسر هو. سندس والده بہ هڪ علمي گهراڻي سان تعلق رکندي هئي، پر خوشين جو اهو دور دائم نہ رهيو. ستت ئي سندس والد صاحب، ننڍڙي سعديءَ کي ڇورڙو ڪري، رب ڏانهن راهي ٿيو. پاڻ لکي ٿو:

مرا باشد از درد طفلان خبر – کہ درطفلي از سر برفتم پدر (۴)

(مون کي ٻارڙن جي درد ۽ ڏک جي پوريءَ طرح خبر آهي، ڇو تہ ننڍپڻ ۾ منهنجي سر تان بہ پيءُ جي شفقت جو ڇانو کڄي ويو هو).

والد جي وفات ڪان پوءِ سعديءَ جي سنڀال جو بار، سندس والده محترمه تي اچي پيو، جيڪا سعديءَ جي جوانيءَ تائين زنده رهي ۽ پنهنجي پٽ جي پرورش، تربيت ۽ فهمائش ڪندي رهي.

تعليم

شيخ سعديءَ ابتدائي تعليم پنهنجي والد صاحب وٽ ۽ شيراز جي عالمن فاضلن وٽ حاصل ڪئي. اعليٰ تعليم لاءِ بغداد ويو ۽ اتان جي مشهور يونيورسٽي "نظاميه" ۾ داخل ٿيو، جيڪا نظام الملڪ طوسيءَ (۵) ۴۵۹هہ ۾ قائم ڪئي هئي. هونئن بہ شيراز وارن جو "بغداد" سان گهرو لاڳاپو رهيو آهي. خواجہ نظام الملڪ طوسيءَ جڏهن بغداد ۾ جامعه نظاميه جو بنياد وڌو تہ ان جو پهريون پرنسپل شيراز جي علامه ابو اسحاق شيرازيءَ کي مقرر ڪيو هو. (٦) مدرسہ نظاميہ ۾ شيخ سعديءَ کي اسڪالر بہ ملندي هئي. جيئن پاڻ لکي ٿو تہ:

مرادر نظاميہ ادراربود + شب و روز تلقين و تکرار بود (٧)
(نظاميہ ۾ مون لاءِ وظيفو مقرر هو، رات ۽ ڏينهن تلقين ۽ سبقن دهرائڻ ۾ مشغول هوس)

شيخ سعدي نظاميه ۾ جن استادن وٽ پڙهيو، انهن ۾ سرِ فهرست علامه ابن الجوزي رحہ آهي، جيڪو تفسير، حديث، اسماء الرجال ۽ تاريخ جو امام ٿي گذريو آهي. گلستان ۾ هڪ حڪايت جي اندر شيخ سعديءَ ابن الجوزي جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن جو خلاصو هي آهي تہ:

"شيخ ابن الجوزي ڪيس سماع جي محفلن ۾ شرڪت کان منع ڪندو هو، پر هو مڙندو ڪونہ هو، نيٺ هڪ بي سري ڳائڻي جي راڳ ڪيس توبهہ ڪرائي ڇڏي. (٨)

## بيعت ۽ سلوڪ

تصوف ۽ سلوڪ جي تعليم، سهروردي سلسله جي شيخ الشيوخ شهاب الدين عمر سهروردي متوفي ٦٣٢ھ کان حاصل ڪيائين. جنهن لاءِ لکي ٿو تہ:

مرا شيخ داناي مرشد شهاب + دو اندرز فرمود برروئي آب
يکي آنکہ برخويش خودبين مباش + دگر آنکه بر غير بدبين مباش (٩)

(منهنجي مرشد شيخ شهاب الدين، دريا ڪناري هلندي مون کي ٻہ نصيحتون ڪيون. هڪ تہ پاڻ کي ڪجهہ نہ سمجهہ ٻيو تہ ٻين جي برايين ڏانهن نہ ڏس.)

## سير و سياحت

شيخ سعديءَ جڏهن ڪاغذن وارا ڪتاب پڙهي پورا ڪيا تہ هن کي ڪائنات جي ڪشادي ڪتاب کي ڏسڻ ۽ ان جي مطالعي ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ دنيا جي سير و سفر لاءِ نڪري پيو. ٢٥ - ٣٠ سالن جو عرصو سير و سياحت ۾ گذاريائين. جنهن دوران هو شام، عراق، فلسطين، مصر، آفريقا، روم، آذربيجان، ڪاشغر، تاتارستان، ترڪستان،

خراسان، هندوستان، يمن، عربستان ۽ ٻين ملڪن ۾ بي سرو سامان ۽ متوڪل فقيرن وانگر سفر ڪندو رهيو. مختلف قومن، قبيلن جي رهڻي ڪهڻي، اٿڻي ويهڻي، رسم و رواج، ڪردار و ڪلچر، بودوباش جو مشاهدو ڪندو رهيو، مختلف مزاج جي ماڻهن سان گذاريندو رهيو. شيخ سعديءَ سفر اندر ڪيتريون سختيون ۽ مشقتون به سٺيون.

● هڪ دفعي دمشق جي دوستن کان ڪاوڙجي، جهنگ ڏانهن ڪٽي منهن ڪيائين، جتي ڪيس عيسائين قيد ڪري، طرابلس (ترپيولي) جي چوڏاري کوٽجندڙ کاهي (خندق) ۾ يهودين سان گڏ، مٽي ڍوئڻ جي ڪم تي هٿي ڇڏيو. حلب جو هڪ رئيس، جيڪو سعديءَ کي سڃاڻندو هو، سو اتان اچي لانگهائو ٿيو. شيخ سعديءَ کي اهڙي حال ۾ ڏسي چوڻ لڳو: اي سعدي! هيءَ ڇا آهي؟ جواب ڏنائين ته: دوستن جي ڪچهرين کان ته ڇُٽو ئي ڇڪس،پر تقدير کان ڪير ڇُٽي؟ بهرحال ان رئيس رحم ڪائي، ڏهه دينار عيسائين کي عيوضو ڏيئي، سعديءَ کي آزاد ڪرايو ۽ پاڻ سان گڏ حلب وٺي ويو. جتي سؤ دينارن جي ڪابين تي پنهنجي ڌيءَ سان شادي ڪرايائينس. ڪجهه وقت کان پوءِ مائيءَ جو رينگٽ شروع ٿيو، جهيڙا ڪرڻ لڳي، طعنا هڻڻ شروع ڪيائين. چي: تون اهوئي ته آهين؟ جنهن کي بابا سائينءَ ڏهن دينارن ۾ خريد ڪيو هو! شيخ سعديءَ به رڪت ڪانه ڪئي، جواب ۾ چيائينس ته: برابر! ڏهه دينار ڏيئي عيسائين جي قيد مان ته ڇڏايائين، پر سؤ دينار وٺي، تنهنجي قيد ۾ اڙائي ڇڏيائين. (١٠)

● شيخ سعدي لکي ٿو ته:

مان ڪڏهن به زماني جي سختيءَ جي شڪايت ڪانه ڪئي پر هڪ ڏينهن صبر جو دامن هٿ مان ڇڏائي ويو. منهنجي پيرن ۾ جُتي ڪانه هئي، گرمين جا ڏينهن هئا. جتي خريد ڪرڻ جيترا پئسا به ڪونه هئا. ڏاڍو ڏک ٿيو، وهم ولوڙيندو، سو چون سوچيندو ڪوفي جي جامع مسجد ۾ وڃي پهتس. اتي اوچتو هڪ اهڙي شخص تي نظر پئي، جنهن کي ٻئي پير ڪونه هئا. بروقت الله جو شڪر ادا ڪيم ته: اي منهنجا

مولي! جتي نہ آهي تہ ڇا ٿيو، پير تہ آهن. (١١)

## شيخ سعديءَ جو هندوستان اچڻ

شيخ سعديؒ هندوستان جي سفر جو ذڪر بہ ڪيو آهي. لکي ٿو تہ: (خلاصو) سومنات/ هندوستان ۾ هڪ بت ڏٺم، جيڪو هيرن ۽ جواهرن سان ڏاڍو سينگاريل هو. مشرڪ ان جي اڳيان مٿو ٽيڪي رهيا هئا ۽ روئي دعائون گهري رهيا هئا. هڪ پوڄاري کان پڇيم تہ: هن بي جان پٿر اڳيان ايتري آهہ و زاري ڇو ٿا ڪريو؟ جواب تہ ڪونہ ڏنائين، رهندو مِٽون ڪٽي ڦوڪيائين ۽ سڄو وڏي پنڊت کي وڃي ٻڌايائين. مون لاءِ تہ مسئلو ٿي پيو. بهرحال جان ڇڏائڻ لاءِ اٽڪل سوچيم ۽ ان پنڊت کي چيم تہ: سر! منهنجو اهو سوال اعتراض لاءِ نہ، پر حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ هو. جيئن حقيقت پڌري ٿيڻ کان پوءِ پوڄا ڪرڻ ۾ وڌيڪ لذت حاصل ٿئي. اتي ڪجهہ اطمينان ٿيس ۽ چوڻ لڳو تہ: ادا! پين ٻتن لاءِ برابر اوهان ڇٽي سگهو ٿا. پر هي ڪو عام بت نہ آهي. هي بت سدائين صبح جو خدا جي اڳيان هٿڙا کڻي، دعا گهرندو آهي، صبح تائين انتظار ڪر! سڀ ڪجهہ سمجهہ ۾ اچي ويندئي.

مان بہ بتخاني ۾ اچي ڦاٿس، جيئن تيئن ڪري، اها رات گذارڻي هئي، شيخ سعدي اڳتي فرمائي ٿو تہ:

شبي همچو روزي قيامت دراز + مغان گردمن بي وضو در نماز
ڪشيشان هرگز نيازرده آب + بغلها چون مردار در آفتاب
مگر ڪرده بودم گناهي عظيم + ڪه بردم دران شب عذاب اليم

(اها رات قيامت جيڏي ڊگهي نظر پئي آئي، پوڄاري بنا وضوءَ جي عبادت ۾ شروع هئا. شايد هنن ڪڏهن بہ پاڻيءَ کي تڪليف ڪانہ ڏني هئي، انهن جي بغلن مان بدبوءِ ائين پئي اٿي، ڄڻ ڪو مئل ڍور اُس ۾ پيل هجي. شايد مون کان بہ ڪو ڪبيرو گناهہ سرزد ٿيو هو، جنهنجي سزا لوڙي رهيو هوس).

بهرحال جڏهن سياڳو صبح نروار ٿيو، بتخاني ۾ هلچل مچي وئي.

مان پنهنجي اکين سان ڏٺو تہ انهيءَ بت پنهنجا هٿ مٿي کنيا. ماڻهن ۾ رڙيون پئجي ويون. اهو پنڊت پنهنجا ڦڪا ڏند ڪڍي، مون ڏانهن مشڪي نهاري رهيو هو. في الحال تہ ماٺ ڪرڻ ڏاران ڪو چارو ڪونہ هو. پوڄارين سان رلي ملي ويس. هڪ ڏينهن تلاش ڪندي، انهيءَ بت هيٺان ٺهيل تهخاني ۾ لهي ويس، ڇا ڏسان تہ هڪ بت پرست رسي هٿ ۾ جهليو بيٺو آهي، جنهن جو ٻيو ڇيڙو بت جي ٻانهن ۾ اهڙي طرح ٻڌل هو، جو رسي ڇڪڻ سان ان جون ٻانهون مٿي کڄي وڃن. راز فاش ٿي چڪو هو. بت پرست اتان وٺي ڀڳو. مون کي بہ جان جو خطرو ٿي پيو. مان بہ ان جي پٺيان پيس. کيس هڪ کوهہ ۾ ڌڪو ڏيئي، سومنات مان نڪري آيس ۽ يمن رستي حجاز وڃي پهتس. (١٢)

## شيخ سعدي سنڌ ۾

شيخ سعديءَ هندوستان ۾ اچڻ ۽ سومناٿ وارو قصو تہ وڏي طمطراق سان ذڪر ڪيو آهي، پر ڇا شيخ سعدي سنڌ ۾ آيو هو؟ ان بابت جهڙي طرح تاريخ جا ڪتاب خاموش آهن. اهڙيءَ طرح خود سعديءَ بہ اهڙي وضاحت يا اشاره پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ ڪونہ ڏنو آهي. البت گهوٽڪي ۽ ان جي پاس جي رهواسين وٽ هڪ زباني روايت مشهور آهي.

اها هيءَ تہ شيخ سعدي عادلپور/ گهوٽڪي ۾ آيو هو. جتي هڪ سنڌي عورت سان سندس گفتگو ٿي. مائي صاحبہ شيخ سعديءَ جي گفتن کان متاثر ٿي چيو پئي: "اڙي صدقي ويس" شيخ سعدي ان واقعي کي هنن بيتن ۾ بند ڪيو آهي:

١. در سند چون کردم گذر + افتاد بر حور م نظر
گفتم زلب بخشم ثمر + گفتا اڙي صدقي ويس

٢. گفتم باو اي نازنين + بگذر زچشم هيچ چين
بهر خدا سوير ببين + گفتا اڙي صدقي ويس

۳. گل رنگ بود او گلبدن + خرم خرامان در چمن
گفتم تبسم کن بمن + گفتا: اڙي صدقي ويس

۴. سعدي فتاده بر درت + دائم بيارد کشورت
باشد هميشہ چاکرت + گفتا: اڙي صدقي ويس

ہي روايت مطابق "اڙي صدقي ويس" جي بجاءِ "اڙي ماريو چريو" جو جملہ آيل آهي.

جيئن تہ اها روايت صرف زباني آهي، تنهنڪري ان جي تصديق نہ ٿي ڪري سگهجي، پر ان جي برعڪس، بيتن جو مضمون ۽ جڙاوت، ڏس ڏئي ٿي تہ اهي بيت شيخ سعديءَ جا نہ ٿا ٿي سگهن. تنهنڪري اهو قصو جڙتو معلوم ٿئي ٿو.

## وطن واپسي

آخرڪار ۳۰ سال وطن جي وڇوڙي ڪان پوءِ شيخ سعدي سفر ۾ پيش آيل، ڪيترائي مشاهدا ۽ تجربا ساڻ کڻي، وطن واپس وريو. ان وقت شيراز تي سعد زنگيءَ جو پٽ "اتابڪ ابوبڪر" حڪمران هو. جيڪا افراتفري، بگاڙ ۽ بدحالي، قتل و غارتگري، سعد زنگيءَ جي دور ۾ هئي، جنهنجي ڪري ئي شيخ سعدي شيراز ڇڏي هليو ويو هو. سا هاڻي ختم ٿي چڪي هئي، هن وقت شيراز ۽ آسپاس جا علائقا، ابوبڪر بن سعد جي حسن تدبير سان امن و سڪون جا مرڪز بڻجي چڪا هئا. انهيءَ افراتفري ۽ ابتري ۽ بعد ۾ امن و امان جي صورتحال جو نقشو شيخ سعديؒ هنن لفظن ۾ چٽيو آهي؛

همه آدمي زاده بودند ليکن + چو گرگان بخون خوارگي تيز چنگي
چون باز آمدم کشور آسوده ديدم + پلنگان رها کرده خوئي پلنگي
چنين شد درايام سلطان عادل + اتابک ابوبڪر بن سعد زنگي (۱۳)

(سڀ شخص ظاهر ۾ هئا تہ انسان جو اولاد،پر خونخواري ۾ بگهڙن وانگر تيز چنبن وارا ٿي پيا هئا. هاڻي جڏهن (شيراز ۾) موٽي آيو

آهيان تہ ملڪ آسودو ڏٺم. هاٿي تہ درندن بہ پنهنجي درندگي ڇڏي ڏني آهي. اها ڀلائي اسان سان اسان جي عادل بادشاھ سلطان اتابڪ ابوبڪر بن سعد زنگي جي دورِ حڪومت ۾ ٿي آهي.)

## شيخ سعديءَ جو زمانو

هيءُ اهو وقت ۽ زمانو هو جو تاتارين ملڪن جا ملڪ فتح پئي ڪيا، قتل و غارتگري جا رڪارڊ پئي جوڙيا ۽ توڙيا. جيڪو بہ انهن جي سامهون ٿي آيو، تنهن شڪست پئي کاڌي. عباسي خلافت، جنهن جو آخري خليفو مستعصم بالله هو، پوين پساهن ۾ هئي. جيتوڻيڪ ان جو ظاهري ٺاٺ باٺ، رعب ۽ دٻدٻو، شان و شوڪت دشمن کي روڪيو بيٺو هو، پر اندر ان جو کوکلو ٿي چڪو هو.

٦٥٦هـ (١٢٥٨ع) ۾ هلاڪو خان تاتاريءَ بغداد تي حملو ڪيو. خليفو مستعصم بالله قتل ٿي ويو. چاليهن ڏينهن تائين بغداد ۾ لٽ مار، مار ڌاڙ ۽ خونريزي جاري رهي، سورنهن لک ماڻهو قتل ڪيا ويا. بغداد جا قيمتي ڪتبخانا، جيڪي ڪڏهن تہ ساھ سان سانڍيا ۽ گرمجوشيءَ سان گڏ ڪيا ويا هئا، دجلہ دريا ۾ وڌا ويا، جن سان درياه جو پاڻي ڪارو ٿي ويو هو. (١٤)

اهو واقعو شيخ سعدي جي حياتيءَ ۾ ٿيو، بلڪہ خود شيخ سعديءَ پنهنجي اکين سان ڏٺو.

نواب رحمة الله شيرواني جي ڪتبخانہ ۾ علامه جارالله زمخشري (متوفي ٥٣٨هـ) جي تفسير ڪشاف جو تقريباً ٩٠٠ سال قديم نسخو موجود آهي، جنهن تي ڪيترن ئي بادشاهن ۽ اميرن جون مهرون پڻ لڳل آهن. سڀ کان قديم مهر ١١٥٥ م (٥٤٥هـ) جي آهي، ان تي هڪ مهر اڪبر بادشاھ جي بہ آهي.

مخطوطي جي سرورق تي شيخ سعديءَ جي هٿ اکري فارسي تحرير موجود آهي، جيڪا قديم هئڻ ڪري، جيتوڻيڪ ايتري واضح ۽ صاف نہ آهي، تہ بہ محنت سان پڙهي سگهجي ٿي. انهيءَ تحرير جو

خلاصو هن ريت آهي:

”جنهن وقت بغداد تي مغلن (تاتارين) حملو ڪيو ۽ قتل عام شروع ڪيو بغداد ڪي ٻاهه ڏني، رات جو وقت هو. مان ”مدرسہ نظاميہ“ جي هڪ حجري ۾ ويٺو هوس. هن تفسير جو مطالعو ڪري رهيو هوس. اوچتو ٻاهران هل هنگامو ٻڌم. ٻاهر اڪيلو نڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. دوستن روڪيو. پوءِ هڪ ساٿيءَ سان گڏجي نڪتم. تاتاري قتل عام ڪري رهيا هئا. جيڪو بہ سامهون ٿي آين، ان کي پٽي ڪٽائون. مان جان بچائڻ لاءِ پاڻ کي شهيد ٿيل مسلمانن جي لاشن ۾ ڦٽو ڪيم. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ پنهنجو لباس لاهي، هڪ مردار تاتاري (مغل) جو لباس پاتم ۽ اتان وٺي ڀڳم. سڄو شهر ٻاهين ۾ وڪوڙيل هو. مسلمانن جي گهرن جا سامان، ٻاهر ڍڳن جي شڪل ۾ رکيل هئا، جن کي ٻاهہ ساڙي رهي هئي. اهڙا هزار ڪن ڍڳ تہ مان پاڻ ڳڻيا. واٽ تي هڪ مسلمان ڏٺم، جيڪو ٻاهہ وڪوڙيل گهر مان نڪري رهيو هو. مونکي مغل سمجهي ڀڄڻ لڳو. سڏ ڪيومانس تہ: ميان! ڊڄ نہ، مان مسلمان آهيان تہ بہ ڀڄندو ٿي ويو. نيٺ جڏهن قسم کنيم تڏهن وڃي بيٺو. ٻڌايومانس تہ ادا! مڙئي جان بچائڻ خاطر ڪافرن جو لباس پاتو اٿم. بهرحال دجلہ درياءَ اڪري، ديلم طرف هليو آيم. خبر پئي تہ خليفة المسلمين کي بہ قتل ڪري ڇڏيو اٿن. انا لله وانا اليه راجعون. ڇنڇر جي رات، پنجين جمادي الاول ٦٥٦هہ. مان آهيان ٻانهون ضعيف مصلح الدين سعدي غفرالله له (١٥)

شيخ سعديؒ خليفي جي قتل تي هڪ دردانگيز مرثيو بہ چيو هو، جيڪو درحقيقت اسلامي حڪومت جي زوال جو مرثيو هو. اهو مرثيو اڄ بہ شيخ سعديؒ جي ڪليات ۾ شامل آهي. ان جو منڍ هن ريت آهي.

آسمان را حق بود گر خون ببارد برزمين
برزوال ملک مستعصم امير المومنين

اي محمد گرقيامت مي برآري سرزخاک
سربر آور وين قيامت در بيانِ خلق بين (١٦)

(آسمان کي حق آهي تہ ڀلي زمين مٿان، خون جو مينهن وسائي، ڇو تہ امير المومنين مستعصم بالله جي حڪومت ختم ٿي وئي. اي محمد! ﷺ جيڪڏهن قيامت ڏينهن اوهان کي پنهنجو سر مبارڪ قبر مان ٻاهر آڻڻو آهي، تہ پوءِ هينئر ئي سر مبارڪ ٻاهر آڻيو، (ڇو تہ قيامت ڇڻ اچي وئي آهي) ۽ هيءُ قيامت اچي ڏسو.

## ٽي دور

ڊاڪٽر برائون شيخ سعديءَ جي زندگيءَ کي ٽن دورن ۾ ورهايو آهي. (١٧)

١. پهريون دور: علم جي تحصيل ۽ مطالعي جو، ابتدا کان ٦٢٣هہ (١٢٢٦ع) تائين.
٢. ٻيو دور: سير و سياحت وارو ٦٢٣هہ (١٢٢٦ع) کان ٦٥٤هہ (١٢٥٦ع) تائين.
٣. ٽيون دور: گوشہ نشيني ۽ تاليف تصنيف جو، ٦٥٤هہ (١٢٥٦) کان ٦٩١هہ (١٢٩١ع) تائين.

## "سعدي" لقب ڇو پيو؟

ان سلسلي ۾ محققن جا ٻہ رايا آهن. هڪڙن محققن جو چوڻ آهي تہ "سعد زنگي" بادشاهہ جي نالي پٺيان "سعدي" لقب اختيار ڪيائين. ٻين عالمن جو چوڻ آهي تہ اهو لقب سعد زنگي جي ڪري نہ، پر سعد زنگي جي پوٽي (اتابڪ ابوبڪر جي پٽ) سعد بن ابي بڪر بن سعد زنگي جي نالي پٺيان اختيار ڪيائين. بهرحال حقيقت ڇا بہ هجي، شيخ جو اهو لقب يا تخلص ايتري تہ شهرت اختيار ڪري چڪو آهي، جو اڪثر ماڻهن کي سندس اصلي نالي جي بہ خبر نہ آهي.

## تصنيفات

شيخ سعدي، جيئن ئي واپس شيراز ۾ پهتو تہ شيراز کان ٿورو ٻاهر هڪ خانقاهہ ٺاهي، گوشہ نشين ٿي ويهي رهيو. کيس احساس ٿيو تہ ڇو نہ پنهنجي زندگيءَ جي تجربن ۽ مشاهدن کي قلمبند ڪجي ۽

ڪائنات جي وسيع مطالعي کي ٻين تائين پهچائجي. اها ڳالهه ڳڻتي اچي لکڻ ويئو. ٦٥٥هه ۾ بوستان ۽ ٦٥٦هه ۾ گلستان جوڙي تيار ڪيائين. جيڪي شيخ سعدي جي مطالعاتي زندگيءَ جو نچوڙ آهن. انهن ٻنهي تصنيفن، شيخ سعديءَ کي شهرت جي اوج تي پهچائي، سندس عظمت ۽ شان کي لازوال ڪري ڇڏيو. ان ڪان سواءِ ٻيا به ڪيترائي ڪتاب جوڙيائين.

١. ڪريما (ٻارن لاءِ اخلاقيات تي لکيل بهترين مثنوي آهي).
٢. قصائد فارسي
٣. قصائد عربيه
۴. طيبات (غزليات جو پهريون ديوان)
۵. بدائع (غزليات جو ٻيو ديوان)
٦. خواتيم (غزليات جو ٽيون ديوان)
٧. غزليات قديمه
٨. صاحبيه (خواجه شمس الدين جي حڪم سان جوڙيل)
٩. مطائبات و هزليات
١٠. مجالس پنجگانه
١١. نصيحة الملوڪ
١٢. رساله عقل و عشق
١٣. تقريرات ثلاثه

## وفات ۽ مدفن

اڪثر مؤرخن ۽ تذڪره نگارن سندس وفات جو سال ٦٩١هه (مطابق ١٢٩١ع) لکيو آهي. يعني شيخ سعدي تقريباً ١١٠ سالن جي عمر ۾ سن ٦٩١هه ۾ شيراز ۾ وفات ڪري ويو. پنهنجي خانقاه ۾ ئي دفن ٿيو. جيڪا "سعدي" جي نالي سان مشهور آهي.

# گلستان سعديءَ جو تعارف

فارسي ادب ۾ چار ڪتاب ٻين ڪتابن جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻو مشهور آهن ۽ مقبول آهن.

١. شاهنامہ فردوسي

٢. ديوانِ حافظ شيرازي

٣. مثنوي مولوي رومي

۴. گلستانِ سعدي

پر انهن چئني ڪتابن مان زياده شهرت ۽ قبوليت "گلستان سعدي" کي حاصل ٿي آهي. جنهنکي پڙهندي، پڙهائيندي ۽ مطالعو ڪندي ساڍا ست سؤ سال (٧٥٠) ٿي چڪا آهن. ان وچ ۾ اهو ڪتاب لکين استادن پڙهايو ۽ ڪروڙين شاگردن پڙهيو. گلستان جا هزارين قلمي نسخا اڄ به ڪيترن ڪتبخانن ۾ موجود آهن. ڇاپي نسخن جو تہ شمار ئي ڪونہ آهي. دنيا جي تقريباً هر ڪتبخاني ۾ "گلستان" ڇاپي يا قلمي صورت ۾ ضرور ملندو. دنيا جي هر سڌريل ٻوليءَ ۾ ان جا ترجما ٿي چڪا آهن.

## گلستان جي مقبوليت جو راز

اخلاق و آداب جي موضوع تي سوين ڪتاب لکيل آهن، پر اهي ڪهڙا اسباب آهن ۽ ڪهڙيون خصوصيتون آهن؟ جن جي ڪري "گلستان سعدي" کي ايڏي مقبوليت حاصل ٿي، جو هرهڪ شخص ٻين ڪتابن جي ڀيٽ ۾، گلستان کي جيءَ ۾ جايون ٿو ڏئي، جنهن جي دلڪشي ۽ هر دلعزيزي ساڍن ست سؤ سالن کان قائم آهي. ممڪن آهي تہ هيٺيون خصوصيتون، گلستان جي مقبوليت جو راز هجن.

١. گلستان ۾ نظم ۽ نثر جو جيڪو امتزاج آهي، ان کي شيخ سعدي ئي نباهي سگهيو آهي. نظم ۽ نثر جي اهڙي هم آهنگي ٻئي ڪنهن ڪتاب ۾ نہ آهي.
٢. گلستان ۾ شيخ سعدي، ڪنهن ٻئي شاعر جا شعر نقل ڪونہ ڪيا آهن، بلڪہ نظم ۽ نثر ٻئي سندس طبعزاد آهن.
٣. گلستان جو نثر جيتوڻيڪ مسجع ۽ مقفيٰ آهي پر تصنع ۽ تکلف کان بلڪل خالي، بناوٽ کان بي نياز آهي. نظم تہ دلنشين آهي ئي آهي.
۴. گلستان جو اسلوبِ بيان تمام عمدو آهي. مختصر ۽ ٿورڙن لفظن ۾ پورو مقصد بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.
۵. گلستان جي اندر جيڪي واقعات ۽ قصا بيان ٿيل آهن، سي صرف ٻڌ تي مبني نہ آهن، بلڪہ شيخ سعديءَ جي تجربن ۾ آيل ۽ حقائق تي ٻڌل آهن.
٦. پورو ڪتاب، تعليم و تربيت، تهذيب و اخلاق، تصوف و عرفان، تمدن ۽ عمرانيات جي نڪتن سان ڀرپور آهي.
٧. گلستان ۾ هر طبقي جي اخلاقي گهٽتاين، سماجي ڪمزورين ڏانهن اشارو ڪندي، حقيقت کي واضح ڪيو ويو آهي ۽ نصحيت ڪئي وئي آهي.

## گلستان جي تتبع ۾ لکيل ڪتاب

گلستان جي مقبوليت کي ڏسي، ان جي طرز تي ڪيترن ئي فاضلن، ڪتاب جوڙيا. ملا جامي رحہ "بهارستان" لکيو. امير خسرو دهلويءَ "شڪرستان" لکيو. مجدالدين خوافي "خارستان" لکيو. حبيب قاآنيءَ "پريشان" لکيو، پر گلستان جيتري شهرت حاصل نہ ڪري سگهيا. ڇڻ تہ نالا ئي نوان ٿا لڳن.

اين سعادت بزور بازو نيست - تا نہ بخشد خداي بخشنده (سعدي)

## دنيا جي ٻولين ۾ گلستان جا ترجما

گلستان جي ڪجهہ ٽڪرن جو ترجمو خود شيخ سعديءَ جي آخر عمر ۾ علامہ فضل الله شيرازيءَ عربيءَ ۾ ڪيو هو. ان کان پوءِ

گلستان فارسي جو پهريون پهريون مڪمل ترجمو، عربي ٻوليءَ ۾ ٿيو هو، جيڪو ڪيترين صدين تائين عرب، شام، روم ۽ مصر ۾ مروج ۽ مقبول رهيو. (١٨)

## ٻيا عربي ترجما

١. گلستان عربي مترجم از يعقوب بن سيدي علي ت ٩٣١هه
٢. گلستان ترجمو عربي – از مصطفيٰ بن شعبان سروري، ٩٦٩هه (١٩)
٣. جلستان ترجمو عربي گلستان از خواجه جبرئيل افندي تاليف ١٢٥٨هه (٢٠)
٤. روضة الورد (ترجمه عربي گلستان) از محمد فراتي (٢١)

## ترڪي ترجما

١. ترجمه گلستان از رشاد پاشا (سلطان عبدالحميد جوبرادر) (٢٢)
٢. ترجمه گلستان از مولانا اسعد افندي (٢٣)

اهي ته صرف ترڪي ترجما آهن. ترڪي ٻوليءَ ۾ گلستان جا شرح به ڪافي لکيل آهن. (٢٤)

## اردو ترجما

گلستان جي اردو ترجمن جو شمار ڪونهي. البت نموني خاطر صرف ۴ ترجما ذڪر ڪجن ٿا.

١. باغ اردو ترجمه گلستان، از مير شير علي افسوس، ١٢١٦هه (٢٥)
٢. گلستان اردو، از فريدالدين آفاق دهلوي ١٢٣٣هه (٢٦)
٣. چمنستان ترجمه گلستان، از منشي گوپال ڪرشن (٢٧)
۴. گلاب ارمغان، از محمد منير لکنوي (٢٨)

## پشتو ترجما

١. گلدسته، از عبدالقادر ولد خوشحال خٽڪ ١١٢۴هه (٢٩)
٢. گلستان مترجم پشتو، از راحت الله زاخيلي.
٣. گلستان مترجم پشتو، از امير محمد انصاري (٣٠)

### پنجابي ترجما

١. گلستان منظوم ترجمہ پنجابي، از حڪيم فضل الاهي (٣١)
٢. ترجمہ گلستان از سيد غلام مصطفيٰ نوشاهي (٣٢)
٣. ترجمہ گلستان، از عبدالغفور اظهر ١٩١٨.

### لاطيني ترجما

١. گلستان مترجم از جنٽيس، طبع امسٽرڊم هالينڊ

### فرانسيسي ترجما

١. گلستان مترجم از ڊوائر، طبع پيرس ١٦٣٤م
٢. گلستان مترجم از گاڊين ١٧٨٩ع
٣. ترجمہ گلستان از سيماليت ١٨٣٤ع

### جرمن ترجما

١. گلستان مترجم از "اولي ايريس" طبع سليزوگ ١٦٥٤ع
٢. ترجمہ گلستان از اچ گراف طبع ليپزگ ١٨٤٦م

### ڊچ ترجما

١. ترجمہ گلستان بزبان ڊ چ طبع امسٽرڊ م ١٦٥٤ع

### انگريزي ترجما

١. ترجمہ گلستان از جس ڊيمولين ط: ڪلڪتہ ١٨٠٧ع
٢. ترجمہ گلستان ازگليڊون طبع لنڊن ١٨٠٨ع
٣. ترجمہ گلستان از ايسٽوڪ طبع هرٽ فورڊ ١٨٥٢ھ
۴. ترجمہ گلستان از راس طبع ايشيائڪ سوسائٽي (٣٣)

## سنڌي ٻوليءَ ۾ گلستان سعديءَ جا ترجما

دنيا جي ٻين ٻولين وانگر سنڌي ٻوليءَ ۾ شيخ سعدي جي ڪتابن سان پاڻ ملهايو آهي. ڪريما، بوستان ۽ گلستان جا ڪيترائي سنڌي ترجما منهنجي نظر مان گذريا آهن. گلستان جي سنڌي ترجمن جو تذڪرو هيٺ ڏجي ٿو.

١. گلستان جو سنڌي ترجمو، نثر جو نثر ۾، نظم جو نظم ۾،

مترجم: غلام محمد شاهواڻي (متوفي ١٩٥٠) ٢ ڀاڱن ۾ شايع ٿيو. پهريون ڀاڱو، ٣ بابن تي مشتمل "گلستان بهار" جي نالي سان ۽ ٻيو ڀاڱو، ۵ بابن تي مشتمل "ادبي خزانو" جي نالي سان پڌرو ٿيو. (٣۴)

٢. گلستان جي گلڪاري، گلستان جي صرف نظمن (نثر نه) جو منظوم سنڌي ترجمو آهي، جيڪو شاهنواز جمال الدين پيرزادي تيار ڪيو. (٣۵)

٣. حڪايات گلستان، مترجم مقبول احمد ڀٽي، گلستان جي چوند ڪهاڻين تي مشتمل آهي. (٣٦)

۴. گلستان سنڌي، حصو پهريون. (٣٧)

۵. گلستان ٽيون باب سنڌي. (٣٨)

٦. گلستان سنڌي مترجم ۴ باب مع ديباچه، مترجم مولانا عبدالواحد شيخ ٽريچاٽوي، هي ترجمو تحت اللفظي آهي، اجا ڇپيو نه آهي.

## نئين سنڌي ترجمي جي ضرورت

جيئن ته مٿي ذڪر ڪيل، گلستان جي سنڌي ترجمن مان، غلام محمد شاهواڻيءَ واري ترجمي کان سواءِ ٻيو ڪوبه ترجمو، گلستان جو مڪمل ترجمو ڪونه هو ۽ شاهواڻي جو ترجمو به جيتوڻيڪ ٻين ترجمن جي ڀيٽ ۾ مڪمل آهي، پر ان ۾ به ڪافي حڪايتون ڇڏيل آهن. شاهواڻي صاحب بيتن جو ترجمو بيتن ۾ ڪيو آهي. جنهن سان حڪايت جي اصل مفهوم سمجهڻ ۾ ڏکيائپ محسوس ٿئي ٿي. ان سان گڏ، نثر جي ترجمو ڪندي، تڪبندي ۽ سجع ۾ تڪلف کان ڪم ورتو ويو آهي. ان ڪري ضرورت هئي ته "گلستان" جهڙي عظيم الشان ڪتاب کي، سنڌي ٻوليءَ جو اهڙو لباس پارائجي، جيڪو گلستان جي مڪمل ترجماني ڪري، نثر ۽ نظم ٻنهي جو ترجمو نثر ۾ هجي، جيڪو تڪبنديءَ جي تڪلف کان خالي، سليس ۽ سلوڻو هجي. جيئن گلستان جي حڪايتن کي سمجهڻ ۾ دقت نه ٿئي. انهن ڳالهين کي سامهون رکي، اسان جي والد صاحب محترم مولانا محمد قاسم سومرو صاحب جن، گلستان جو نهايت آسان ۽

سولو سنڌي ترجمو ڪيو آهي، جنهن ۾ گلستان سعدي جي حڪايتن جو مفهوم، بنا ڪنهن تڪلف جي، سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. جيئن هرهڪ شخص گلستان پڙهي۽ان مان لاڀ پرائي سگهي. دعا آهي تہ الله پاڪ هن ترجمي کي قبول ڪري ۽ مقبول بڻائي. آمين

(مولوي) محمد ادريس سومرو بن مولانا محمد قاسم سومرو
استاذ الجامعة العربية انوار العلوم، ڪنڊيارو
٢٠ ربيع الثاني ١٤١٨ھ
٢٥ آگسٽ ١٩٩٧ع

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

١. گلستان - باب ٻيو - حڪايت ١٩.
٢. بوستان - باب نائون.
٣. ڏسو بوستان - سبب نظم ڪتاب.
٤. بوستان - باب ٻيو.
٥. هيءُ اهو ئي نظام الملڪ طوسي آهي، جنهن جو "سياستنامه" مشهور آهي.
٦. تاريخ ملت اردو جلد ٢ تاليف سجاد ميرٺي ۽ انتظام الله شهابي، ص ٥٥٣.
٧. ڏسو بوستان - باب ستون.
٨. ڏسو گلستان، باب ٻيو - حڪايت ١٩.
٩. شعر العجم، حصو دوم از علامہ شبلي نعماني، ص ٣٢.
١٠. گلستان - باب ٻيو - حڪايت نمبر ٣٠.
١١. گلستان - باب ٽيون - حڪايت نمبر ١٩.
١٢. بوستان - باب ائون.
١٣. حيات سعدي از الطاف حسين حالي، طبع لاهور، ص ٣٥.
١٤. تاريخ ملت اردو، جلد ٢، تاليف سجاد ميرٺي ۽ انتظام الله شهابي، ص ٥٥٣.
١٥. سهرورد (١٠) سهرورديہ فائونڊيشن لاهور، مارچ ١٩٩١ع، ص ١٢٩.
١٦. ڪليات سعدي، محسن رمضاني، طبع ايران، ص ٢١٤.
١٧. مقدمہ گلستان مترجم اردو مولوي عبدالباري آسي، ص ٥.
١٨. حيات سعدي از الطاف حسين حالي، طبع لاهور، ص ٧١.
١٩. ڪشف الظنون، حاجي خليفہ.
٢٠. گلستان جو جلستان نالي اهو عربي ترجمو، اردو ترجمي "سنبلستان" سان گڏ لکنوءَمان شايع ٿيل مون وٽ موجود آهي.

٢١. تازه دارطلاس دمشق طرفان شايع ٿيو آهي، هاڻي ڪراچيءَ مان بہ قديمي ڪتبخاني طرفان شايع ٿيو آهي.
٢٢. حيات سعدي از الطاف حسين حالي، طبع لاهور، ص ٧١.
٢٣. ڪشف الظنون - حاجي خليفہ.
٢٤. حوالو ساڳيو.
٢٥. مجلس ترقي ادب لاهور طرفان شايع ٿيو ١٣٨٣ھ ۾.
٢٦. اڃان شايع نہ ٿيو آهي.
٢٧. مرزا عبدالغفار ١٩٠٣ع ۾ شايع ڪيو.
٢٨. مطبع مجيدي ۾ ١٣٦٠ھ ۾ ڇپيو.
٢٩. پشتو اڪيڊمي پشاور طرفان ١٣٨١ھ ۾ شايع ٿيو.
٣٠. اهي ٻئي ترجما ڪتبخانہ رحمانيہ پشاور طرفان شايع ٿيا.
٣١. سراج الدين اينڊ سنز تاجر ڪتب طرفان ١٣٥٧ھ ۾ ڇپيو.
٣٢. اداره معارف نوشاهيہ طرفان ١٣٨٥ھ ۾ ڇپيو.
٣٣. يورپي ٻولين ۾ ٿيل گلستان جي ترجمن جو ذڪر الطاف حسين حالي جي ڪتاب "حياتي سعدي" تان ورتل آهي.
٣٤. "گلشن بهار" سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي طرفان ١٩٣٩ع ۽ ١٩٤٦ع ۾ ۽ "ادبي خزانو" آر. ايچ احمد طرفان ٤٨ - ٥٥ - ١٩٦٥ع ۾ شايع ٿيو.
٣٥. "گلستان جي گلڪاري" بوستان جي بهاري ۽ حافظ جي هڪل، ٽنهي کي گڏ ڪري، سڳوري سعديءَ جا سخن جي نالي سان ١٩٦٥ع ۾ مترجم پاڻ شايع ڪيو.
٣٦. نيشنل بوڪ فائونڊيشن طرفان شايع ٿيو.
٣٧. هن ترجمي جو ذڪر ڪريما سنڌي، ڇپرايل شولداس ٽانور داس شڪارپور ١٩١٤ع جي آخري صفحي تي اداره طرفان ڇپرايل ڪتابن جي فهرست اندر موجود آهي. البت مترجم معلوم نہ ٿي سگهيو.
٣٨. هن ترجمي جو ذڪر ڪتاب مدد پناهہ الزائرين ڇپرايل پوڪرداس شڪارپور جي سرورق جي اندران ذڪل ڪتابن جي فهرست ۾ موجود آهي. مترجم معلوم نہ ٿي سگهيو.

# مترجم طرفان

نَحمَدُہٗ ونُصَلّي عَلیٰ رَسُولِہِ الکریم. امابعد

انسان جو علم سان واهپو تمام پراڻو آهي. انسانن جي ابي آدم عليه السلام کي اجا روح پيو ئي مس ته الله تعاليٰ، ڪاڏي پيتي کان اڳ ۾علم عطا ڪيس. جيئن قرآن شريف ۾ آهي وَعَلَّمَ آدَمَ الاَسمَاءَ کُلَّهَا
يعني، آدم عليه السلام کي نالن جو علم سيکاريائين. علم پاڪ شيءِ آهي. ان کي حاصل ڪرڻ مان مقصد رڳو هي هجڻ گهرجي ته، علم سان انسان جو اخلاق سڌري. هو معاشري ۾ ماڻهپي سان رهي.

اسان جي ملڪ ۽ ماحول ۾ اڄڪلهه ٻه تعليمون رائج آهن. هڪ ديني مدرسن واري تعليم، جنهن ۾ ان ڳالهه تي زور ڏنو ويندو آهي ته، پڙهندڙ بااخلاق بنجن ۽ دل ۾ خدا جو خوف پيدا ٿئين ۽ ٻي تعليم آهي سرڪاري اسڪولن ۽ ڪاليجن واري، جيڪا لارڊ ميڪالي جي بنايل اصولن مطابق ڏني وڃي ٿي. اهڙي تعليم حاصل ڪرڻ مان، شاگرد جو مقصد رڳو هي هوندو آهي ته هو پڙهي نوڪري وٺي ۽ سڪيو پيٽ پالي سگهي. اهو سبب آهي جو، ان تعليم ۾ اخلاقيات تي ڪو خاص توجهه ڪونه ٿو ڏنو وڃي. ظاهر آهي ته پاڪ علم کي پيٽ پالڻ جو ذريعو بنائڻ نسورو ناحق آهي.

ديني مدرسن ۾ اول ٻه چار فارسي ڪتاب مثلاً "پهلي فارسي"، "ڪريما"، "نام حق، "پندنامه"، "گلستان" ۽ "بوستان" پڙهايا وڃن ٿا. ان کان پوءِ عربيءَ جي تعليم ڏني وڃي ٿي. جيئن طالب العلم قرآن

۽ حديث کي آسانيءَ سان سمجهي ۽ ان تي عمل ڪري بااخلاق بڻجي سگهن.

جيتوڻيڪ قرآن پاڪ اخلاق سيکارڻ لاءِ سڀ کان اعليٰ ۽ اهم ڪتاب آهي. جيئن حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله عنها فرمايو هو ته (كَانَ خُلُقُهُ القرآن) يعني حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جو اخلاق مبارڪ قرآن پاڪ مطابق ئي هو. ان هوندي به ڪيترن اڳين عالمن اخلاقيات تي ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. مثلاً امام غزالي رحمة الله عليه عربي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ شيخ سعدي رحمة الله عليه به چار ڪتاب لکيا. مثلاً ڪريما، گلستان، بوستان وغيره. انهن ٽن ڪتابن مان گلستان کي پوري دنيا ۾ خاص شهرت حاصل ٿي.

دنيا جي مختلف ٻولين مثلاً لاطيني، فرينچ، جرمن، ڊچ، انگريزي، عربي، اردو وغيره ۾ گلستان جا ترجما ٿيا. فارسيءَ ۾ ان جا ڪيترا شرح لکيا ويا. دنيا جي مختلف ملڪن ۾ سوين دفعا گلستان ڇاپيو ويو. ماڻهن ان کي وڏي چاهه ۽ شوق سان پڙهيو. ڪيترن عالمن ۽ بزرگن گلستان جي نموني تي، نخلستان، خارستان، پريشان وغيره نالن سان ڪتاب لکيا ۽ شايع ڪرايا، پر انهن کي ڪا مقبوليت حاصل نه ٿي.

گلستان جي ٻولي به عجيب ۽ دلچسپ آهي، پر اُن شخص لاءِ جيڪو فارسي سکي، پوءِ ڪنهن چاڻو استاد وٽ گلستان پڙهي. شيخ سعديءَ جو اصلي ڪمال تڏهن ئي نظر اچي سگهندو. ان کان سواءِ گلستان ۾ لکيل آکاڻيون نهايت دلچسپ، وڻندڙ، ناصحانه ۽ هر انسان جي دل تي اثر ڪندڙ آهن. شيخ سعديءَ گلستان ۾ پنهنجي زندگيءَ جا اکين ڏٺل يا ٻڌل ۽ پسند ڪيل واقعا لکيا آهن. شايد ان ڪري هن ڪتاب کي دنيا ۾ ايڏي مقبوليت ملي آهي، پر حقيقت ڪجهه ٻي طرح آهي.

اين سعادت بزور بازو نيست - تانه بخشد خداء بخشنده

يعني: اها خوشقسمتي پنهنجي وس جي ڳالهه نه آهي، پر جنهن کي مالڪ سائين مهرباني ڪري ڪٺي نوازي. هت به ائين سمجهڻ گهرجي.

مون ١٩٥٧ع ڌاري ڪنڊيارو جي مدرسي انوارالعلوم ۾ حضرت سائين پير شريف وارن بزرگن (مرشدي واستادي سائين مولانا عبدالڪريم صاحب) وٽ گلستان پڙهيو. تڏهن ٻارائپ واري زماني ۾ به گلستان ڏاڍو وڻيو. گلستان جون ڪيتريون آکاڻيون ۽ ڪيترا بيت ان وقت ئي ياد ٿي ويا.

ان وقت کان وٺي دلي شوق هوندو هو ته گلستان جو آسان سنڌيءَ ۾ ترجمو هجڻ گهرجي. جيئن هرڪو سنڌي، سعديءَ جي سخنن مان لاڀ پرائي سگهي. جيتوڻيڪ گلستان جي ڪجهه حصن جا سنڌيءَ ۾ ترجما هن کان اڳ لکيا ويا ۽ شايع به ٿيا آهن، پر سڄي گلستان جو سنڌي ترجمو ڪٿي به ڏسڻ ۾ نه آيو. ان کان سواءِ اڳ ۾ ٿيل ترجمن ۾ نثر جو ترجمو نثر ۾ ۽ نظم جو ترجمو نظم ۾ ڪيو ويو هو. جنهن ڪري، آکاڻي جو مزو ئي نڪري پئي ويو.

مون هن ترجمي ڪندي ڪوشش ڪئي آهي ته گلستان جو آسان ۽ بامحاوره سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿئي. پوءِ ڪٿي ڪٿي ڪو سنڌي ٻهاڪو يا چوڻي ٺهڪي ٿي آئي ته اها پنهنجي طرفان لکي ٿي ڇڏيم ۽ فارسي عربي بيتن جو ترجمو به نثر ۾ ئي ڪيم. جيئن آکاڻيءَ جو لطف برقرار رهي ۽ آکاڻين تي عنوان ڏئي انهن کي دلچسپ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

دل سان اقراري آهيان ته گلستان جي مرتبي جي مطابق هي ترجمو نه ٿيو آهي. هن ترجمي ۾ ڪيتريون ئي اوڻايون هونديون، پر مون پنهنجي سمجهه ۽ لياقت آهر جاکوڙ ڪئي آهي. نيت اها اٿم ته اسان جا نوجوان، ننڍا خواه وڏا گلستان جي آکاڻين کي پڙهن ۽ ان جي نصيحتن تي عمل به ڪن. الله تعاليٰ شال منهنجي هن اڻ پوري محنت کي قبول فرمائي. آمين

محمد قاسم سومرو

ڪنڊيارو

٢٠ - محرم ١٤١٧هه

# گلستان جي مقدمي جو اختصار

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الله جا اڻ ميا احسان ۽ سندس ڪرم، جنهنجي اطاعت، وٽس ويجهڙائيءَ جو سبب آهي ۽ سندس احسانن جو دل سان شڪر ڪرڻ، ويتر وڏي نعمت آهي. اسان جيڪو ساهه ڪڻون ٿا ته ان سان زنده رهون ٿا ۽ جڏهن ڪنيل ساهه ٻاهر ڪڍون ٿا ته فرحت محسوس ڪريون ٿا. پوءِ ته هڪ هڪ ساهه کڻڻ سان الله جون ٻه نعمتون موجود ٿيون ۽ هڪ هڪ نعمت جو شڪر ڪرڻ جڳائي. تڏهن الله تعاليٰ فرمايو:

اِعمَلُوا آل دائود شڪراً وَقَلِيل مِن عِبَادِيَ الشڪُورُ

(اي دائود عليه السلام جي اولاد! الله جو شڪر ڪريو ۽ شڪر ڪرڻ وارا ٻانها ٿورڙائي هوندا آهن).

ٻانهي لاءِ ان ۾ ڀلائي آهي ته، پنهنجي اوڻاين جو اقرار ڪري، نه ته الله تعاليٰ جي واڪاڻ ۽ سندس شڪر، جيترو ڪرڻ جڳائي، اوترو ڪير به ڪري نه سگهندو.

ان مالڪ جي مهربانين جو مينهن اڻ مَيو آهي. سندس نعمتن جو دسترخوان هر جاءِ تي عام وڇايل آهي. اهو ٻاجهارو الله گنهگارن ڪي به خوار ڪونه ٿو ڪري ۽ دشمنن جي روزي به بند نه ٿو ڪري، سندس عام سخا جاري آهي.

اي مهربان مالڪ! تون جڏهن پنهنجي خزاني مان، ڪافرن، منڪرن ۽ مخالفن کي به وقت ويلي تي روزي پهچائين ٿو ۽ انهن تي به

تنهنجون نوازشون جاري آهن تہ تون پنهنجي دوستن ۽ ٻانهن کي ڪيئن محروم ۽ نااميد ڪندين؟

الله سائينءَ هن ڌرتيءَ تي قسمين قسمين ٻوٽا اپايا. وڻن ۽ ٻوٽن کي ساوڪ ۽ گلن سان سينگاريو. بهار جي مند ۾ انهن کي ويتر ڇهڇ سائو ۽ وڻندڙ ڪيو. ماڪيءَ جي مکن لاءِ گلن ۾ مِٺاج رکيو. الله سائينءَ آسمان، سج چنڊ ۽ ڪڪرن کي انسانن جي فائدي لاءِ بنايو ۽ انسانن جي رزق جي تياريءَ ۾ سڀني کي خادم بنائي رکيو آهي. اي انسان! ان هوندي بہ تون الله کان غافل هجين تہ اهو ڪهڙو انصاف ٿيندو؟

سرور ڪائنات، فخر موجودات رحمة للعالمين، خاتم النبيين، شفيع المذنبين، جنهن جي اطاعت اسان تي فرض آهي، جنهن پنهنجي ڪمال سان وڏو رتبو ماڻيو ۽ پنهنجي جمال سان، اونداهين کي روشنيءَ ۾ تبديل ڪيو، جنهن جي هر خصلت ۽ سيرت قابل تحسين آهي، يعني محمد مصطفيٰ ﷺ جنهن جي ٽيڪ تي هن امت جي ديوار قائم آهي. (ڀلا جنهن ٻيڙي کي حضرت نوح عليه السلام جهڙو هلائيندڙ هجي، تہ ان کي درياءَ جي لهرن ۽ لوڏن جي ڪهڙي پرواهہ) حضور جن فرمايو آهي تہ: ڪو پريشان گنهگار ٻانهڙو جڏهن هٿڙا کڻي، الله جي ڪرم ۾ قبوليت جي اميد رکي، نهايت عاجزيءَ سان ٻاڏائيندو آهي، دعا گهرندو آهي، تڏهن الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمائيندو آهي تہ: مون کي ٻانهي کان حياءُ ٿو اچي. ڇو تہ، مون کان سواءِ هن جو ٻيو ڪهڙو سهارو آهي؟ سندس دعا کي قبول ڪيم. ههڙي روئٽي ٻانهي کي خالي موٽائڻ کان حياءُ ٿو اچي.

الله جو ڪرم ۽ لطف ڏسو تہ: گناهہ انسان ڪري ۽ حياءُ الله کي اچي، ڪعبة الله جي پرسان ويهي، الله جي عبادت ڪرڻ وارا بہ اقراري آهن تہ: اي الله! اسان تنهنجي عبادت جو حق ادا نہ ڪيو ۽ بزرگ بہ چون تہ: اي الله! اسان تنهنجي معرفت جو حق ادا نہ ڪيو. مون جهڙي جڏي کان، ڪير خدا جي وصف پڇي تہ مان ان بي مثل ذات جي حقيقت بيان نہ ڪري سگهندس. الله جي عاشقن جو تہ جهان ئي ٻيو آهي. اهي تہ خدا جي محبت ۽ عشق ۾ ڪُٺل آهن. ڪُٺلن کان تہ آواز

ئي ڪونہ نڪرندو.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: هڪڙو بزرگ هو. اهو ڪشف واري حال ۾ مستغرق ۽ بي حال هو. جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن ڪنهن دوست چيس تہ: جنهن باغ جو سير پئي ڪيئي، اتان اسان لاءِ ڇا آندئي؟ بزرگ وراڻيو: دل ۾ خيال آيو تہ جهول جهلي ميوا ميڙيان ۽ دوستن آڏو وجي رکان، پر باغ ۾ بيٺل گلن جي سرهاڻ اهڙو مست ۽ بي خبر بنائي ڇڏيو جو جهول مان هٿ ئي ڇڏائجي ويو.

اهڙي عشق جو سبق پرواني کان سکڻ گهرجي. بتيءَ جي عشق ۾ سڙندو سڙي ٿو وڃي پر ٻڙڪ ٻاهر نٿو ڪڍي. الله جا عاشق بہ ائين سمجهہ. انهن ڪي پنهنجي جان جي خبرئي ڪانهي تہ ٻيون خبرون ڪٿان ٻڌائيندا؟ ۽ الله سائينءَ جي پاڪ ذات،خيالن ويچارن وهمن گمانن کان برتر ۽ بالا آهي. بس ايتري خبر اٿئون جيترو ٻڌئون ٿا ۽ پڙهئون ٿا. هيءَ سڄي عمر پڻ اٿلائيندي ۽ پڙهندي پوري ٿي وئي، اڃا پهرين سٽ ڪي پروڙي نہ سگهيس.

## بادشاهہ ابوبڪر بن سعد زنگيءَ جي مدح

(شيخ سعديءَ جي دورؔ ۾ سندس ملڪ ايران تي اتابڪ ابوبڪر بن سعد زنگيءَ جي حڪومت هئي. ان بادشاهہ وٽ سعديءَ جي وڏي عزت هوندي هئي ۽ شيخ سعدي بادشاهہ جي پٽ سعد جي ڪري پاڻ کي سعدي سڏايو. ان جي مدح ڪندي لکيائين). (١)

جهان ۾ جيڪا مقبوليت منهنجي ڪلام ۽ ڪتابن کي ملي آهي، جو هرڪو ماڻهو، منهنجي مضمونن جي مِٺاج مان مزو پيو حاصل ڪري. منهن جا لکيل ڪتاب ماڻهو پاڻ پڙهن ٿا ۽ انهن کي قيمتي تحفو سمجهي دوستن کي ڏين ٿا. اهو سڀ ڪجهہ منهنجي هوشياري ۽ ڪمال جي ڪري ناهي ۽ مون ۾ ايتري لياقت بہ ڪانهي، پر ان ۾ گهڻو هٿ بادشاهہ سلامت ابوبڪر بن سعد بن زنگيءَ جو آهي. الله شال ڏينهن ڏئيس، خوش رکيس. جڏهن ان بادشاهہ جي مون ۾ سَئي عقيدت

(١) ٻين محققن جو چوڻ آهي تہ ابوبڪر بن سعد جي پٽ سعد بن ابي بڪر بن سعد (جنهن جو ذڪر اڳتي اچي ٿو) ڏانهن نسبت ڪندي سَعدي سڏايو اٿس. (والله اعلم)

هئي ۽ هن منهنجي تصنيف ڪيل ڪتابن ڪي گهڻو پئي ساراهيو. تڏهن ماڻهن ۾ به مشهور ٿي ويس. ڇو ته، چوندا آهن: اَلنَّاسُ عَلٰي دِين مُلُوڪِهِم. ماڻهو هوندا آهن پنهنجي بادشاهن جي دين تي. هت به ائين ٿيو آهي. بادشاهه سلامت جو منهنجي آڏي ابتي لکت کي پسند ڪيو آهي ته ماڻهن کي به اها شيءِ پسند آئي آهي. نه ته مون مسڪين ۾ ته ڪجهه به نه هو ۽ نه آهي.

## گلستان لکڻ جو سبب

هڪ رات ان فڪر ۾ قاتل هوس ته، ڪيئن نه قيمتي عمر اجائي گذري وئي. هر ساهه کڻڻ سان سوچڻ گهرجي ته اها گهڙي به گهٽ ٿي. اوچتو موت جو نغارو وڄندو پوءِ افسوس جا هٿ مهٽبا ته هاءِ ڪجهه نه ڪيم. هيءَ دنيا ڄڻ هڪ مسافر خانو آهي. هت جيڪو به آيو، ان جڳهه ناهي ۽ ٻين لاءِ جڳهه خالي ڪري پاڻ راهي ٿي ويو. سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي ته هن فاني دنيا سان دل نه لائي.

انسان ويچارو اربعه عناصر، (باهه، پاڻي، هوا ۽ مٽيءَ) مان جڙيل آهي. چارئي عناصر هڪ ٻئي جي مخالف آهن، پر قادر پنهنجي قدرت سان ڪٺي سيني ڪي هڪ جاءِ تي گڏ ڪيو آهي. پوءِ جڏهن به انهن مان هڪ عنصر وڌي ٿو وڃي ته ماڻهو مري ٿو پوي.

هيءَ حياتي ڪنهن سان به نيهه ناهي. ڇگو مٺو هڪ ڏينهن هتان ضرور هلندو. ڀلارو آهي اهو، جنهن چڱن عملن جو ثمر گڏ ڪيو، نه ته ماڻهوءَ جو ڇڏيل ٻيو ورثو هن ڪي قبر ۽ قيامت ۾ ڪهڙي ڪم ايندو؟

هن عمر جو مثال برف وانگر آهي، جيڪا گرميءَ تي ڳري رهي آهي. وقت سان ڪم نه آئي ته ڪجهه وقت ڪان پوءِ ڪجهه نه بچندو. پوءِ برف جهڙي وڪر تي ڪهڙو باور ڪبو. يا هيئن سمجهه ته هيءَ دنيا پوڪ جي جاءِ آهي. اڄ ڪجهه نه پوکيئي ته سياڻي جتي لڻندو لوڪ اتي سڪندين سنگ لڻ. سعديءَ جو چيو وٺو. ڏاها ٿيءُ مڙس ٿي هٿ ڪمايو. غافل نه ٿيو!

اهي فڪر ڪندي هن فيصلي تي پهتس ته: گهٽين ڪچهرين ۽ ماڻهن جي ميل ملاقات کان پاسيرو ٿي، اڪيلو ٿي گذاربو. گهٽي ڳالهائڻ کان پاسو ڪبو. ڇو ته سياڻا چوندا آهن ته، جنهن ماڻهوءَ جي زبان، ان جي قبضي ۾ نه هجي، ته ان لاءِ گونگو ۽ ٻوڙو ٿي رهڻ بهتر آهي.

ان قسم جون سوچون پئي سوچيم ته ايتري ۾ منهن جو هڪ گهاٽو دوست اتي اچي پهتو. هن ڪيترائي احوال ڪيا، ڳالهيون ٻڌايون، مون هن کي ڪو جواب نه ڏنو ۽ دل سان الله جو ذڪر پئي ڪيم. اهو حال ڏسي دوست ڪاوڙجي پيو ۽ مون کي چيائين: اي سعدي! اجا ته جيئرو آهين، ڪجهه ڳالهاءِ ٻولهاءِ. سياڻي جڏهن موت ايندو ته ڳالهائڻ ٻاٿهي بند ٿي ويندو. اجا به مون ڪجهه نه ڪڇيو. ماٺ ۾ ئي رهيس.

منهنجي واقفن مان ڪنهن ڏسيس ته: سعديءَ ڪچهرين کان ۽ گهٽي ڳالهائڻ کان قسم کنيو آهي. تڏهن ته خاموش آهي. يعني هاڻي ساڳيو سعدي نه رهيو آهي. پوءِ ته هن به خدا جو قسم کنيو ۽ چيائين: آئون اصل نه مڙندس. سعديءَ جي پچر ۽ پاسو نه ڇڏيندس. هن کي گهرجي ته اسان سنگتين جي دل نه ڏکوئي. ڪلي ڪچهري ڪري، جيئن اڳ ۾ هوندو هو، ائين ئي ڳالهائي. پوءِ ڪٽي قسم جو ڪفارو ڀري ڏئي. هيءَ ڳالهه عقل جي ئي ابتڙ آهي، جو حضرت علي رضي الله عنه جي تلوار مياڻ ۾ بند پئي هجي ۽ سعديءَ جي زبان سندس تارونءَ ۾ بند هجي.

داناءَ ماڻهوءَ جي زبان الله جو عطا ڪيل املهه خزانو آهي ۽ هرڪو سياڻو سمجهي ٿو ته، ٻه ڳالهيون چريائپ ۽ بي عقليءَ جو نشان آهن. هڪ: جتي ڳالهائڻ جي ضرورت هجي، اتي خاموش رهڻ. ٻيو: جت خاموش رهڻو هجي اتي ڳالهائڻ. پوءِ ته، ان دوست آڏو مون به هٿيار ڦٽا ڪيا. ساڻس ڪچهري ڪندي ڪجهه ٻاهر نڪري وياسين. بهار جي موسم هئي. ڪنهن باغ ۾ وڃي ويٺاسين. ڪچهري ڪندي صبح ٿي ويو. منهنجي دوست واپسيءَ مهل تازن گلن جو جهول ڪٽي ڀريو. پر مون چيومانس: گلن جي تازگي ۽ سرهاڻ ٿورڙي عرصي لاءِ آهي. بي بقا شيءِ سان دل لڳائڻ عقل جي خلاف آهي.

هن چيو: ڀلا! دل بهلائڻ جو ڪهڙو طريقو هجي؟ مون چيو:

آئون" گلستان" نالي هڪ ڪتاب ٿو لکان، جنهن کي سدائين بهار هوندو. ان کي سرءُ ۾ سيارو به بدلائي نه سگهندو. هي گل گهڙي کن جو چٽڪو آهن ۽ مون وارو گلستان سدائين ساٿ نباهڻ وارو ساٿي هوندو. مون اجا ائين چيو ته منهنجي دوست جهول مان هٿ ڪڍي ڇڏيا. سڀ گل وڃي پٽ پيا ۽ منهنجي ٻانهن مان ڪي ورتائين. چيائين: اَلْڪَرِيمُ اِذَا وَعَدَوَفَا. شريف ماڻهوءَ جو ڪم آهي ته جيڪو وعدو ڪري اهو پورو ڪري. مون وعدو پورو ڪيو. ان ئي بهار جي موسم ۾ گلستان مڪمل ٿيو. پر حقيقت ۾ مڪمل تڏهن چيو وڃي، جڏهن شهزادي سعد بن ابي بڪر بن سعد کي پسند اچي ۽ ان جي دربار عاليءَ ۾ قبول پوي، جنهن کي خدا جي فضل جو پاڇو چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو. ان سان گڏ انهيءَ دربار جي وزير محترم مير فخر الدين کي به وٺي. جنهن جي اعليٰ تدبيرن سان، مملڪت جو چرخو سهڻي نموني پيو هلي. اسان ته ٻنهي جا خادم آهيون.

هر خادم تي ڪانه ڪا ڊيوٽي هوندي آهي، جنهن ۾ ڪوتاهي ڪرڻ ڏوهه ليکيو ويندو آهي. اسان جهڙن فقيرن خادمن جي ڊيوٽي هيءَ آهي ته:اهڙن بادشاهن ۽ وزيرن لاءِ خير جي دعا ويٺا گهرون ۽ سندن نعمتن جو شڪريو ادا ڪريون. پر اهي ڳالهيون پرڀرو ڪجن ته بهتر، ڇو ته روبرو اها خدمت ادا ڪرڻ ۾ بناوٽ ۽ تڪلف جو خطرو آهي. جڏهن ته پرڀرو واري دعا هڪ ته بناوٽ ۽ تڪلف کان ڪوهين دور آهي، ٻيو ته رب وٽ جلدي منظور ٿيندي آهي. (تنهن ڪري دربار کان پري رهڻ ڀلو آهي).

## گوشه نشيني اختيار ڪرڻ جو سبب

ڳالهه ٿا ڪن ته هندوستان جي دانائن جي هڪ ڪچهريءَ ۾ ايران جي سڀ کان سياڻي وزير بزرجمهر جي ڳالهه نڪتي. انهن بزرجمهر جو رڳو هڪ عيب ڪڍيو ته هو ڳالهائڻ جو صفا ڍرو آهي. ٻڌندڙن کي گهڻو انتظار ڪرڻو پوندو آهي، ته الائي ڪڏهن ٿو ڳالهائي پورو ڪري. جڏهن بزرجمهر کي اها خبر پئي، تڏهن چيائين: سوچي ويچاري ڳالهائڻ بهتر آهي، پوءِ جي پڇتائڻ کان، ته هيءُ اکر ڇو ڳالهايم؟

ان مان سمجهه ۾ آيو تہ: سمجهدار ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ سوچي ويچاري ڳالهائي. ڳالهائڻ ۾ دير ٿي تہ ڇا ٿي پيو؟ ۽ ايترو گهٽو بہ نہ ڳالهائجي، جو ماڻهو چون تہ: هاڻ ماٺ ڪر! ڳالهائڻ ئي آهي، جنهن سبب ماڻهوءَ سيني جانورن کان فضيلت ۽ درجو حاصل ڪيو آهي. هاٿي جيڪڏهن خراب ڳالهائيو تہ پوءِ جانور هن کان ڀلا ڇٻاءَ هيءُ انهن کان بڇڙو ڇٻو. (مان دربار کان ٻاهر اِن ڪري ٿو رهان تہ) بادشاهہ جي دربار ۾ وڏا وڏا عالم بہ آهن، تہ بزرگ سالڪ بہ رهن ٿا. انهن جي موجودگيءَ ۾ ديده دليري ڪري ڳالهائڻ، هڪ قسم جي بي ادبي ڇٻي. بلڪ دربار ۾ منهنجي گفتگو، ڪوڙن سڪن جي برابر آهي. سونارن وٽ سادي پٿر جو ملهہ ڇا هوندو؟ سچ جي آڏو ڏيئو ڇا ڪندو.

آڪڙ ۽ وڏائيءَ کان منهنجي توبهہ. جنهن بہ آڪڙ ڪئي، اهو خوار ۽ خراب ٿيو. هيءُ سعدي ويچارو عاجز ۽ نماڻو آهي. جنهن آڻ ميچي پوءِ جهيڙو ڇا جو؟

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: لقمان حڪيم کان ڪنهن پڇيو تہ، سياڻپ ڪٿان سکئين؟ چيائين: نابينن کان. جو هو اول جهڳهہ تاڙي،پوءِ اتي پير رکندا آهن. سياڻن جو قول آهي تہ: اول نڪرڻ جو سوچي، پوءِ اندر پير رکجي . پنهنجي طاقت ۽ پيچو سنيالي، شادي پوءِ ڪجي.

چوندا آهن تہ: ڏاڍن مٿان ڏاڍا پيا آهن. ڪڪڙ ڀلي ويڙهہ ۾ زور هجي، پر باز جي آڏو ڇا ڪري سگهندو ۽ ٻلو ڪئي جي آڏو شينهن آهي،پر ڪتي جي آڏو ڪئي کان وڌيڪ ڪمزور آهي.

مون هن ڪتاب ۾ عجيب مثال، اشعار ۽ گذريل بادشاهن جي سيرت جا ڪجهہ قصا لکيا آهن. الله تعاليٰ شال انهن بادشاهن کي بہ مرهي معاف ڪري. منهنجو جسم مٽيءَ ۾ ڳري ذرا ذرا ٿي ويندو، پر هي اهڙو يادگار ڇڏيان ٿو، جو پوءِ بہ ياد ڪيو ويندس. اميد رکي عرض ٿو ڪريان تہ:منهنجي هن محنت تي ڪنهن نيڪ انسان جي نظر پوي تہ چڱي دعا ۾ ياد ڪري. جيئن بهشت جا اٺ دروازا آهن، ائين مون بہ گلستان کي اٺن بابن ۾ ورهايو آهي. هيءُ ڪتاب ٦٥٦هہ ۾ لکيو اٿم. جيڪو حال هئو، حاضر ڪيم، هاڻي الله جي حوالي.

باب پھريون

# بادشاھن جون ڳالھيون

## بادشاھ ۽ قيديءَ جي ڳالھ

ڳالھ ٿا ڪن تہ ڪنھن بادشاھ ڪي ھڪڙي قيديءَ تي سخت ڪاوڙ آئي ۽ ان جي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. ان قيديءَ گھڻئي منٿون ڪيون، پر ھڪ بہ نہ ٻڌائونس. پوءِ اھو قيدي نھايت بي وسي ۽ نااميديءَ جي حالت ۾ بادشاھ کي گھٽ وڌ ڳالھائڻ لڳو.

سياڻن سچ چيو آھي تہ: جيڪو سرتان آسرو لاھيندو، ان کي جيڪو ڪجھ دل ۾ ايندو اھو چئي ڏيندو.

تجربو آھي تہ جنھن ماڻھوءَ تي تلوار اولاربي ۽ اھو ڀڄي جان ڇڏائڻ جي جاءِ نہ ڏسندو تہ، لاچار پنھنجو ھٿ تلوار آڏو جھليندو. جيتوڻيڪ تلوار آڏو ھٿ جھلڻ سان ڪھڙو بچاءُ ٿيندو؟

مطلب تہ: جڏھن ماڻھو نااميد ٿي پوي ٿو، تڏھن سندس زبان تان لغام لھيو پوي، جيئن وقت اچڻ تي ڪمزور ٻلو پاڻ کان ڏاڍي ڪتي سان منھن ڏيڻ لاءِ رانيوٽا ھڻڻ ۾ دير نہ ڪندو آھي.

بادشاھ پنھنجي وزيرن کان پڇيو تہ: ھن قيديءَ جي خبر ڏيو! ڇا ٿو چوي؟ ھڪڙي نيڪ دل وزير عرض ڪيو تہ: جيئندا قبلا! ھو قرآن پاڪ جي آيت پيو ٿو پڙھي. وَالكَاظِمِينَ الغَيظَ وَالعَافِينَ عَنِ النَّاسِ...... يعني چڱا ماڻھو ڪاوڙ کائي ويندا آھن ۽ خطاڪارن جون خطائون معاف ڪري ڇڏيندا آھن. الله سائين اھڙن ڀلارن کي پسند ڪري ٿو. بادشاھ تي انھن اکرن ڏاڍو اثر ڪيو ۽ ڪيس رحم اچي ويو.

قيديءَ تان قتل جي سزا معاف ڪري ڇڏيائين.

اُتي هڪڙو ٻيو وزير ويٺو هو، جيڪو پهرئين وزير جو مخالف هو. اهو اٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو ته: اسان جهڙن وزيرن کي، بادشاهه سلامت جي روبرو ڪوڙ ڳالهائڻ نه جڳائي. هن نالائق قيديءَ بادشاهه سلامت کي گاريون پئي ڏنيون ۽ گهٽ وڌ پئي ڳالهايو. (يعني پهرئين وزير قيديءَ تي ڪڪ رکي ڪوڙ ڳالهايو آهي).

ٻئي وزير جي اها ڳالهه ٻڌي، بادشاهه کي ڏاڍي مٺيان لڳي ۽ چيائين ته اي وزير! هُن جيڪو ڪوڙ ڳالهايو، اهو مون کي تنهنجي سچ کان وڌيڪ پسند آهي. ڇو ته، هن جي ڪوڙ ۾ نيڪ نيتي سمايل آهي ۽ تنهنجي سچ ۾ بدخواهيءَ بدنيتي آهي. فارسيءَ ۾ چوڻي آهي: "دروغ مصلحت آميز بِہ از راستي فتنہ انگيز" يعني: اهو ڪوڙ، جو ڪنهن ڀلائيءَ لاءِ ڳالهايو وڃي، ان سچ کان بهتر آهي، جنهن سان فتنو ۽ فساد پيدا ٿئي.

سياڻن چيو آهي: جنهن ماڻهوءَ جي چوڻ تي بادشاهه هلندو هجي، ان کي حيف هجي جو سواءِ نيڪيءَ جي ڪجهه چوي ۽ بادشاهه کي برغلائي.

## نصيحت

ايران جي بادشاهه فريدون جي محلات تي فارسيءَ ۾ هڪ بيت لکيل هو، ان جو ترجمو هي آهي: "اي ڀاءُ! هيءُ جهان ڪنهن سان به نڀيهه ناهي. ان ڪري هن جهان جي اپائڻهار سان ئي دل لڳاءِ." بادشاهي يا ٻي ڪنهن ٻُٽ تي باور نه ڪر! ڇو ته هن دنيا تو جهڙا ڪيترائي نپايا ۽ ماريا. جڏهن جسم مان جان نڪرڻ جو وقت اچي ٿو، ته پوءِ جهڙو تخت تي مرڻ، تهڙو مٽيءَ تي مرڻ.

## هڪ خواب جو تعبير

ڳالهه ٿا ڪن ته، خراسان ملڪ جي هڪڙي بادشاهه سلطان محمود سبڪتگين کي ان جي مرڻ کان پوءِ خواب ۾ ڏٺو ته، سندس سارو جسم ڳري خاڪ ٿي ويو آهي، مگر ان جون اکيون اڃا تمڪن پيون. هيڏي هوڏي پيون نهارين. ڪيترا عالم ۽ داناءَ، ان خواب جو

تعبير نہ ڪري سگهيا، پر هڪڙي درويش ان جو تعبير هن طرح ٻڌايو:
سلطان محمود اڃا ڏسي پيو تہ سندس ملڪ ٻين جي هٿن ۾ آهي.

سياڻن چيو آهي تہ: ڪيترا ناليوارا بهادر زمين ۾ دفن ٿيا. جن جو زمين تي ڪو نشان ئي نہ بچيو. ڪمزور لاش کي جڏهن مٽيءَ ۾ پورياڻون، تڏهن مٽيءَ ان کي اهڙين کاڌو، جو ڪو هڏو بہ نہ بچايائينس.

نوشيروان بادشاهہ جو نالو اڄ بہ نيڪيءَ سان ياد آهي. جيتوڻيڪ ان کي وفات ڪئي عرصو گذريو آهي. (چو تہ هو رعيت سان چڱو هليو ۽ پنهنجو نيڪ نالو زندهہ ڇڏي ويو).

اي يار! پنهنجي عمر کي غنيمت سمجهہ ۽ جيترو ٿي سگهي، نيڪي ڪندو رهہ. ان کان اڳي جو سياڻي ماڻهو چون تہ:فلاڻو گذاري ويو.

## بندري شهزادي جي ڳالهہ

هڪڙي شهزادي جي ڳالهہ ٿا ڪن تہ، اهو قد جو بندرو، شڪل جو ڪوجهو هوندو هو. ان جا ڀيا ڀائر قداور جوان ۽ سهڻا سدا ملوڪ هئا. هڪڙي ڀيري پيءُ، هن بندري پٽ کي حقارت سان ڏٺو ۽ ڇوڪر پنهنجي عقل ۽ ڏاهپ سان پيءُ جي نظرن کي پروڙي ويو ۽ باادب عرض ڪيائين: بابا سائين! بندرو ۽ داناءُ ماڻهو، ڍگهي بي عقل کان بهتر آهي. ائين ڪونهي تہ جيڪا شيءِ ڏسڻ ۾ وڏي هجي، اها ننڍي شيءِ کان ڪارائتي بہ وڌيڪ هجي ۽ ملهہ ۾ بہ مهانگي هجي. عربيءَ ۾ چوڻي آهي "الشّاةُ نَظِيفة وَالفيل جِيفَة" ڏسو تہ گهيٽو ننڍڙو آهي پر حلال آهي ۽ هاٿي تمام وڏو آهي پر حرام آهي ۽ طورسينا جبل ٻين جبلن کان گهڻو ننڍو آهي پر الله تعاليٰ وٽ ان جي وڏي عزت آهي.

ڪنهن ڪمزور داناءَ هڪڙي ٿلهي بي عقل کي چيو پئي تہ: تازي گهوڙو ڀلي ڏٻرو هجي، پر گڏهن جي پيريل ڪُڙهہ کان پوءِ بہ ڀلو آهي.

پٽ جا اهي اکر ٻڌي، پيءُ کلي ڏنو ۽ ٻين اميرن وزيرن کي بہ اهي جملا ڏاڍا وڻيا، پر ان جا ڀائر اندر ۾ ڪامڻ لڳا. ڏاڍو ناراض ٿيا.

چوندا آهن تہ جيسين ڪنهن ماڻهوءَ ڪو سخن ڳالهايو ناهي، تيسين ان جا عيب صواب لڪل ئي آهن. هر جهنگل کي خالي نہ

سمجهجانءِ، متان ان ۾ ڪو چيتو شينهن ستل هجي. يعني ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي پرکڻ ۽ آزمائڻ کان سواءِ هرگز گهٽ نہ سمجهجي.

مٿئين واقعي کي ٿورو وقت ئي گذريو هو تہ، ان بادشاهہ جي ملڪ تي ڪو دشمن چڙهائي ڪري آيو. جڏهن ٻنهي طرفن جا لشڪر هڪ ٻئي جي سامهون ٿيا ۽ جنگ شروع ٿيڻ واري هئي. تڏهن سڀني کان اول جيڪو جوان جنگ جي ميدان ۾ لهي پيو، سو اهو ئي بندرو شهزادو هو. ان وقت هيٺن چئي رهيو هو:

آئون ڏچڻو ۽ بزدل نہ آهيان،جو جنگ جي ميدان مان پٺي ڏئي ڀڄان. آئون تہ ان لاءِ بہ تيار آهيان جو منهنجي منڍي رت ۽ مٽيءَ ۾ وچي پوي. جيڪو جنگ جي ميدان ۾ پهچي ٿو، اهو ڄڻ پنهنجي رت سان راند ڪيڏي رهيو آهي ۽ جيڪو ان ميدان ۾ بزدل ٿي ڀڄندو، اهو ڄڻ پنهنجي لشڪر کي پاڻ ٿو مارائي.

ائين چئي شهزادو دشمن جي لشڪر جي صفن ۾ ڪاهي پيو. انهن ۾ ڏاڪوڙو وجهي ڇڏيائين، ڪيترن دشمنن کي ماري وڌائين، پوءِ پيءُ جي آڏو آيو. هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيائين تہ: بابا! توهان منهنجي ڪمزور جسم ڏي ڏٺو، تڏهن حقارت سان ڏسو پيا. توهان ٿلهائپ کي سٺو پيا سمجهو. حالانڪ گهوڙو ڏٻرو هجي تہ بہ جتي جنگ ۾ اهو ڪم ايندو اتي ٿلهو متارو ڏڳو ڪم نہ ايندو.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: دشمن جو لشڪر تمام گهڻو ۽ هن طرف جو لشڪر ٿورو هو، ان ڪري، هي ٿورو لشڪر ڀاڄ کائڻ وارو هو تہ ايتري ۾ هن ڀوتڙي شهزادي، نعره تڪبير بلند ڪيو ۽ پنهنجي سپاهين کي هڪل ڪري چيائين: اي ساٿيو! مڙس ٿي لڙو. زنانيون چوڙيون نہ پايو! همت مردان مددِ خدا. نعره تڪبير...... الله اڪبر....

هن شهزادي جي هڪل واري نعري سپاهين کي جوش ڏياريو ۽ سڀني همت ڪري زوردار حملو ڪيو. بي ڌڙڪ ٿي لڙيا. چون ٿا تہ ان ئي ڏينهن دشمن شڪست کائي وئي ڀڳا.

بادشاهہ اهو سارو لقاءُ ڏسي رهيو هو. اهو اتي پنهنجي بندري پٽ وٽ آيو، ان کي ڀاڪر پائي نرڙ تي چمي ڏئي،ڏاڍو پيار ڪيائينس ۽ ان

ڏينهن پنهنجو ولي عهد (جانشين) ان ئي شهزادي کي مقرر ڪيائين.

شهزادي جي ڀائرن کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن سازش ساز ڪرڻ لڳا. پوءِ ته هڪڙي ڀيري ڪاڌي ۾ زهر ملائي، بندري ڀاءُ کي ڏنائون. سندن ڀيڻ کي اها خبر پئجي وئي. تنهن جڏهن زهر وارو ڪاڌو پنهنجي ڀاءُ جي آڏو ڏٺو، تڏهن اندران گهر مان دريءَ جو هڪ طاق ٺئي طاق تي زور سان هٽي،اوچتو کڙڪو ڪيائين. شهزادو ڳالهه سمجهي ويو ۽ ڪاڌي مان هٿ ڪڍي پري ڪيائين ۽ ڀائرن ڏي نهاري چوڻ لڳو ته: ائين نه ٿيندو جو، داناءُ ملڪ مان مري وڃن ۽ ڇريا اچي ملڪ هلائين.

ڪنهن ڏاهي چيو آهي ته: جيڪڏهن هما پکي جهان مان گم ٿي وڃي ته پوءِ به ڪو ڇهري جي پاڇي ۾ ويهڻ پسند نه ڪندو.

بادشاهه کي جڏهن ان واقعي جي خبر پئي، تڏهن ڀين پٽن کي گهرائي، ساڻن ڏاڍي جٺ ڪيائين. پوءِ ملڪ پٽن ۾ ورهائي، هرهڪ حصي تي الڳ الڳ حاڪم مقرر ڪيائين. ائين جهيڙو ٽري ويو ۽ سڀ خوش گذارڻ لڳا.

ڪنهن داناءُ سچ چيو آهي ته ڏهه فقير هڪ رلهيءَ ۾ سمهي سگهندا، پر ٻه بادشاهه هڪ ملڪ ۾ نه ماپي سگهندا.

ڪنهن فقير کي هڪ ماني ملي ته اڌ کائي، باقي اڌ ٻئي ضرورتمند کي ڏئي ڇڏيندو. پر ڪنهن بادشاهه وٽ هڪڙو ملڪ هٿ هيٺ هوندو ته، ٻئي ملڪ جي هٿ ڪرڻ جي فڪر ۾ پيو رهندو.

## ڌاڙيلن جي ڳالهه

ڳالهه ٿا ڪن ته عربستان جي ڌاڙيلن جو هڪ ٽولو، ڪنهن جبل جي چوٽيءَ تي رهندو هو، جنهن سبب اتان قافلن جي اچ وڃ جو رستو ئي بند ٿي ويو هو. آس پاس ۾ رهندڙ ماڻهن جي دلين ۾ ڌاڙيلن جو ڌمڪاءُ ويٺل هو. خود بادشاهي فوج به انهن کان ڪَنُ ڪندي هئي. ڇو ته ڌاڙيلن پنهنجو بچاءُ ۽ آستانو جبل جي چوٽيءَ کي بنائي رکيو هو، اُتي هرڪنهن جو پهچڻ آسان نه هو.

ان ملڪ جي اميرن وزيرن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته ڌاڙيلن کي

کھڙي ريت ختم ڪجي. ڇو تہ جيڪڏھن ان طرح ڌاڙيلن جو ملڪ ۾ ديرو ڄمايل ھوندو، تہ ڪجھ وقت ڪان پوءِ ڌاڙيل وڏي ويندا ۽ ساڻن مقابلو ڪري ئي نہ سگھبو. سياڻن جو چوڻ آھي تہ: جنھن وڻ جو نئون پوٽو ڦٽو ھجي تہ ان کي ھڪ ماڻھو ڇڪ ڏئي پاڙان پٽي سگھي ٿو، پر جڏھن اھو وڏي وڏو وڻ ٿي ويندو، تہ پوءِ ڪنھن اوزار سان بہ مشڪل پٽبو. يا ڪنھن واھہ ۾ پيل روڻ، شروعات ۾ ڪوڏر جي ھڪ لپي سان بند ڪري سگھجي ٿي، پر جيڪڏھن ان کي ڪجھ وقت ڇڏي ڏبو تہ، وڏو گھارو ٿي پوندو، پوءِ ھاٿيءَ تي چڙھي بہ اتان لنگھي نہ سگھبو.

نيٺ ھيءَ صلاح بيٺي تہ ڪو اھڙو جاسوس روانو ڪجي، جيڪو لڪ ڇپ ۾ ڌاڙيلن جي جاچ ڪندو رھي تہ، ڪٿان اچن ٿا ڪٿان وڃن ٿا؟ ڪھڙي وقت سمھن ٿا ۽ ڪھڙي وقت اٿن ٿا؟ ھڪ ڏينھن ان جاسوس خبر ڏني تہ ھن وقت سڀ ڌاڙيل ڪنھن ڳوٺ ۾ ڦر جي واردات تي ويل آھن. سندن آستانو خالي پيو آھي. ھيڏانھن جنگي جوانن، پھلوانن جو ھڪ جٿو اوڏانھن روانو ڪيائون. سڀ جوان تربيت يافتہ ۽ لڙڻ ۾ تمام ھوشيار ھئا. اھي پھلوان ڌاڙيلن واري غار ۾ لڪي وڃي ويٺا.

رات جو دير سان ڌاڙيل ڌاڙو ھڻي موٽيا. غار ۾ پھچي، ھٿيار لاھي، ڦرِ ڪيل سامان پاسائتو رکي، ٻي اونا ٿي سمھي پيا. اھي ٿڪل ٽٽل اڳ ۾ ئي ھئا، سو سمھڻ سان ننڊ وٺي وينِ. ھڪ اونداھي رات، ٻيو جبل جي غار جي اونداھي، ڄڻ تہ حضرت يونس عليہ السلام مڇيءَ جي پيٽ ۾ پھتو ھو.

گھڙي نہ گذري تہ غار ۾ لڪل پھلوان آٿيا. ڌاڙيلن تي اوچتو حملو ڪري،ھڪ ھڪ ڌاڙيل کي ڇڪي ڪٺي ٻڌائون ۽ صبح جو سيني کي بادشاھہ جي درٻار ۾ حاضر ڪيائون. بادشاھہ اڳ ۾ ئي مٿن ڏمريل ھو، تنھن سيني ڌاڙيلن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

اتفاق سان انھن ڌاڙيلن ۾ ھڪڙو نوجوان ڇوڪراٽ بہ ھو. جنھن کي ڏاڙھي ۽ مُڇن جي ساول اڃا مس آئي ھئي. ان کي ڏسي ھڪ وزير اٿي بيٺو، بادشاھہ سلامت کي ھٿ ٻڌي عرض ڪيائين تہ: جيئندا

قبلا! هن نينگر حياتيءَ جي باغ مان ميوو نہ کاڌو آهي. اجا پوري جواني بہ هن نہ ماڻي آهي. آئون توهان جي اعليٰ اخلاق ۽ رحمدليءَ ۾ اميد رکي، نماڻو عرض ڪريان ٿو تہ: هن ڇوڪر کي جيئدان ڏنو وڃي. اهو سائين جن طرفان هن خادم تي وڏو احسان ٿيندو.

بادشاهہ کي اهڙي سفارش نہ وڻي. هن نامناسب سفارش ٻڌي منهن ۾ گهنڊ وڌو. کيس ڪنهن سياڻي جو قول ياد آيو تہ، بدبنياد ماڻهوءَ تي نيڪن جو اثر پوڻ ائين محال آهي، جيئن ڦٻي تي اکڙوٽ جو بيهڻ ناممڪن آهي. اهو سوچي وزير کي چيائين تہ: بهتر هيئن ٿيندو جو هنن سڀني ڌاڙيلن کي ختم ڪري ڇڏجي. ڇو تہ، باهہ وسائي ٽانڊن کي ڇڏي ڏيڻ يا نانگ کي ماري ان جي ٻچن کي ڇڏي ڏيڻ، سياڻن جو ڪم نہ آهي.

بادشاهہ وڌيڪ چيو تہ: جيڪڏهن آب حيات جو مينهن سالن جا سال بيد جي وڻ تي وسي تہ بہ ان وڻ ۾ ميوو پيدا ڪونہ ٿيندو. سر جي ڪاني مان ڪنڊ ڪڏهن نہ ٺهي سگهندي. هيءُ بہ ائين سمجھہ. ڪميڻي ماڻهوءَ کي سڌارڻ لاءِ ڪوشش، پنهنجي عمر ضايع ڪرڻي آهي. چوندا آهن تہ ”ڪانهن ڪمند نہ ٿئي توڙي ڳڙيءَ چاڙهي ڳڙ“.

وزير اها ڳالهہ ٻڌي لچڻون ڪرڇڻون هائو ڪارڪئي. بادشاهہ جي سخن تي واهہ واهہ ڪيائين. چيائين تہ: جيڪو ڪجهہ سائين جن فرمايو، سورنهن آنا سچ آهي، پر اهو ڇوڪر جيڪڏهن انهن ٻچڙن جي صحبت ۾ نندو ٿي وڏو ٿئي ها، تہ پوءِ بلاشڪ انهن جهڙو ئي خراب ٿئي ها. پر هن ناچيز خادم کي اميد آهي تہ هيءُ نيڪن جي صحبت ۾ رهي، نيڪ ٿي پوندو. چڱيون عادتون سکي ويندو. ڇو تہ هو اجا ٻار آهي. ڌاڙيلن واريون عادتون هن ۾ اجا پڪيون پختيون نہ ٿيون آهن. حضور ﷺ جن جي حديث آهي تہ:

كُلُّ مَولودٍ يُولَدُ عَلَى الفِطرَةِ فَأَبَوَاهُ يُهَوِّدَانِهِ اوَيُنَصِّرَانِهِ اوَيُمَجِّسَانِهِ

ترجمو: هرڪو ٻار صحيح فطرت ۽ سالم طبيعت سان ڄمي، ٿو پر پوءِ ان جا ماءُ پيءُ ان کي يهودي يا عيسائي يا مجوسي (باهہ جو پوڄاري) بنائين ٿا.

ڏسو! نوح عليه السلام جو پٽ ٻچڙن جي سنگت ۾ وڃي تہ

نبوت وارو خاندان ڇاڍايائين ۽ اصحاب کهف جو ڪتو، ڪجهه ڏينهن نيڪن جي پيڇان هليو ته اهو ماڻهن وانگر ڀلارو ٿيو.

چڱن سان چاهه پئي، جي من ميڙ ڪئي،
رنگجي لال نه ٿيندو، ته به ڪکوربو سهي.

وزير اجا اهي اکر چيا ته ڪجهه ٻيا وزير به هن سان ها ۾ ها ملائي سفارش ڪرڻ ۾ ڀائيوار ٿيا. نيٺ بادشاهه ان ڇوڪر کي معافي ڏني ۽ چيائين ته هن جي ڇڏڻ ۾ مونکي ڪا چڱائي نظر نٿي اچي، پر توهان هيترن جي چوڻ تي ڇڏيانس ٿو.

پوءِ بادشاهه چيو: توهان کي خبر آهي ته رستم پهلوان جي ٻيءُ پنهنجي پٽ رستم کي کهڙي نه قيمتي نصيحت ڪئي هئي، ته دشمن کي ڪڏهن به ڪمزور ۽ هيٺو نه سمجهجانءِ، اسان ڏٺو آهي ته ڪڏهن ٿوري پاڻيءَ جي چر ۽ ٻوڏ، بار لڏيل اٺ کي به گهلي ويندي آهي.

مطلب ته وزير ڇوڪري کي گهر وٺي ويو ۽ لاڏ ڪوڏ سان ان کي پاليائين، ان جي پڙهائيءَ لاءِ آزمودگار هوشيار استاد مقرر ڪيائين. استاد به محنت ڪئي. ڇوڪري کي ادب اخلاق، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، سوال جواب جا طريقا سيکاريائين، ته چڱن ماڻهن آڏو ڪيئن اٿبو، ڪيئن ويهبو، ڪيئن ڳالهائبو. مطلب ته اهڙي تربيت ٿيس جو ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ سيني کي وڻي پيو.

هڪڙي ڀيري وزير بادشاهه جي دربار ۾ ان ڇوڪر جي ڳالهه ڪئي. چيائين ته سائين! نينگر تي دانائن جي سنگت جو اثر ٿيو آهي. هن جي اڳين ڦرمار واري طبيعت بدلجي، هاڻي سڌري پئي آهي. وزير جي واتان اها ڳالهه ٻڌي، بادشاهه مرڪيو ۽ هيءُ بيت چيائين.

عاقبت گرگ زاده گرگ شود - گرچ باآدمي بزرگ شود.

ترجمو: بگهڙ جو ٻچو نيٺ بگهڙ ئي ٿيندو. پوءِ ڀلي ڇو نه ڪٿي ماڻهن وٽ پلجي وڏو ٿئي.

ان واقعي کي ٻه سال مس گذريا ته لوفرن جي هڪ ٽولي اچي ان ڇوڪر سان ياري رکي ۽ ياري وڌي وڌندي. نيٺ هڪ ڏينهن وجهه

وٺي، ان ڇوڪر، وزير ۽ ان جي ہن پٽن کي قتل ڪيو ۽ گهر جو سمورو سامان لٽي کڻي ويو. وچي پٽس واري ساڳي پاٽاري وسايائين، ساڳي غار ۾ وچي ڌاڙيل بنجي ويٺو. جڏهن بادشاهه کي ان واقعي جي خبر پئي تڏهن ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ ارمان وچان چوڻ لڳو:

خراب لوهه مان سٺي تلوار ڪڏهن نه ٿي سگهندي ۽ نڪو نالائق ماڻهو تربيت سان شريف انسان ٿي سگهندو. ڏسو ته! مينهن جي برڪت ۾ سيني کي يقين آهي، پر اهو به ڪنهن چڱي زمين ۾ گاهه گلزاريون ۽ ساوڪ ڄمائيندو، ڪلر تي مينهن وسندو ته اتي ڪجهه به نه ڦٽندو.

بادشاهه وڏيڪ چيو :اي ياءُ! ڪلرائيءَ زمين ۾ گلڙا ڪونه ڄمندا. تون اجايو محنت نه ڪر ۽ ٻج ضايع نه ڪر! ڪلر مان ڪين ٿئي، توڙي جاري پيارينس جر. اي ياءُ! ٻجڙن سان نيڪي ڪرڻ ائين آهي، جيئن نيڪن ۽ چڱن سان برائي ڪرڻ.

## سلڇڻي ڇوڪر جي ڳالهه

ڳالهه ٿا ڪن ته آڳاٽي زماني ۾ اغلمش نالي هڪڙو بادشاهه هوندو هو. ان وٽ هڪڙي سپاهيءَ جو پٽ رهندو هو، جيڪو عقل ۽ ڏاهپ ۾، سمجهه ۽ سياڻپ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. ننڍپڻ ۾ ئي سندس منهن ۾ بزرگيءَ جا اهڃاڻ چمڪي رهيا هئا. معلوم پئي ٿيو ته هن ڇوڪر جو بخت تمام بلند آهي.

مطلب ته بادشاهه جو ان ڇوڪر تي راض ٿي پيو. ڇو ته هو، جهڙو هو صورت جو سهڻو، تهڙو هو سيرت ۾ سلڇڻو. سياڻا چوندا آهن ته: شاهوڪاري دل جي ڪشادگيءَ تي دارومدار رکي ٿي. پئسن ڏوڪڙن ۽ دولت تي ان جو دارومدار ناهي ۽ بزرگي عقل تي آهي، عمر وڏيءَ تي ان جو مدار ناهي.

ان ڇوڪر جو اعليٰ بخت ۽ ڀاڳ ڏسي، هڪ جيڏا ان سان حسد ڪرڻ لڳا. ان تي بي ايمانيءَ جا الزام مڙهي، ڪيس مارائڻ جون ڪوششون ڪرڻ لڳا، پر چوندا آهن ته:

دشمن چہ کند چون مهربان باشد دوست.

ترجمو: اهو مالڪ مهربان هجي تہ پوءِ دشمن ڇا ٿو ڪري سگهي؟

نيٺ هڪ ڏينهن بادشاهہ سلامت ان ڇوڪري کان پڇيو تہ:پٽ! هي سڀ تنهنجي ڀٽيان ڇو اچي پيا آهن. انهن جي ايڏي دشمنيءَ جو آخر ڪهڙو سبب ٿي سگهي ٿو؟ ڇوڪر عرض ڪيو تہ:جيئندا قبلا! توهان جي مهربانين ۾ رهي، مون سڀني کي راضي رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر افسوس جو حسد ڪرڻ واري کي آئون راضي نٿو رکي سگهان. بس منهنجو حاسد تڏهن ئي راضي ٿيندو، جڏهن هو منهنجي عزت آبرو برباد ٿيندي ڏسندو. جنابا! جيسين توهان جون مهربانيون مون مسڪين تي باقي آهن، تيسين مون کي انهن ساڙولن جي ڪا پرواهہ نہ آهي.

اي سائين! آئون ڪنهن کي بہ نہ ايذايان، ائين تہ آئون ڪري سگهان ٿو، پر حسد ڪرڻ واري کي آئون ڪڏهن بہ خوش نٿو ڪري سگهان، ڇو تہ هو پاڻمرادو ناراض ٿيو آهي. ڪنهن بزرگ چيو آهي: اي حاسد! مري پؤ. تڏهن ئي ساڙجي ڪاڙهہ واري مرض کان ڇٽي سگهندين. ڇو تہ حسد جي بيماريءَ جو علاج، مرڻ کان سواءِ ٻيو ڪونهي. ساڙولو ماڻهو ڀلارن جي مان مرتبي جو خاتمو ئي چاهيندو آهي. هو چمڙي وانگر آهي، جيڪو ڏينهن جو ڏسي نٿو سگهي. هو چاهي ٿو تہ سج ڪارو هجي تہ آءٌ اڏامندو وتان، حالانڪ ان ۾ سج جو ڪهڙو قصور؟ سچ پڇين تہ اهڙيون هزارين اکيون انڌيون ڀليون، سج جي ڪاري ٿيڻ کان.

## ظالم بادشاهہ جي ڳالهہ

ايران جي هڪڙي بادشاهہ، پنهنجي رعيت کي ڦرڻ تي ڪٽي سندرو ٻڌو. اهڙا ڪلور پٽي ڪيائين، جو ويچارا رعيتي صفا تنگ ٿي پيا ۽ بادشاهہ جي ظلمن کان بچڻ خاطر ڪجهہ ماڻهو ديس ڇڏي، ملڪ مان لڏي، وڃي پرديس جا وڻ وسايائون. جڏهن ماڻهو ملڪ مان گهٽ ٿي ويا، تڏهن ملڪي آمدني گهٽجي وئي، خزانو خالي ٿي ويو. ملڪ تي دشمنن ڪاهہ ڪئي. سياڻن سچ چيو آهہ تہ:

جيڪو اوڪيءَ ويل ماڻهن جي همدردي چاهي ٿو، ان کي گهرجي ته، سک جي وقت پير پري هڻي وڻ وڃي، ڇو ته نرمي نه ڪبي ته پنهنجا به پراوا ٿي ويندا ۽ همدردي ڪبي ته پراوا به پنهنجا ٿي پوندا.

هڪ دفعي ان بادشاهه جي ڪچهريءَ ۾ فردوسيءَ جو شاهنامو پئي پڙهيائون. ان ڪتاب ۾ جڏهن ضحاڪ بادشاهه جي حڪومت جي تباهي ۽ فريدون بادشاهه جي سوڀ جو بيان آيو، تڏهن وزير بادشاهه کان پڇيو ته: جيئندا قبلا! توهان سمجهي سگهون ٿا ته فريدون وٽ نه خزانو هو، نه لشڪر ۽ نه وٽس حڪومت هئي. پوءِ ان کي ايران ملڪ جي هيڏي ساري حڪومت ڪيئن ملي وئي؟ بادشاهه جواب ڏنو: اها توکي به خبر آهي ته رعيت فريدون جي فائدي ۾ ٿي بيٺي، تڏهن هو ملڪ جو حاڪم بڻجي ويو.

وزير عرض ڪيو: سائين! جڏهن رعيت جو راضپو ۽ ان جي پٺڀرائي حڪومت حاصل ٿيڻ جو سبب آهي ته پوءِ توهان رعيت کي ڇو پريشان ڪري رهيا آهيو؟ سمجهه ۾ اچي ٿو ته توهان کي شايد حڪومت هلائڻ جو ارادو ئي ڪونهي. بهتر آهي ته توهان فوج ۽ رعيت جي دل وٺو. انهن کي خوش رکو. ڇو ته حاڪم جي حڪومت کي رعيت ۽ لشڪر ئي مضبوط رکندا آهن.

بادشاهه پڇيو ته: فوج ۽ رعيت مون سان ڪيئن ٻڌبا؟ وزير چيو ته: بادشاهه سلامت کي سخا ڪرڻ گهرجي. ماڻهن سان همدردي ڪرڻ گهرجي، تڏهن اهي بي ڊپا ٿي، بادشاهه جي زيردستيءَ ۾ سلامتي سمجهي، آرام ۽ سک سان رهندا ۽ توهان ۾ اهي ٻئي ڳڻ ڪونهن. جيئن بگهڙ رڍن جو ڌنار ٿي نه سگهندو، تيئن ظالم بادشاهه به رعيت تي راڄ ڪري نه سگهندو. ظاهر آهي ته جيڪو بادشاهه رعيت تي ظلم ڪندو، اهو پنهنجي حڪومت جون پاڙون ڇڻ پاڻ ٿو ڪوٽي.

ڦرمار تي هريل بادشاهه کي وزير جي نصيحت نه وڻي، ويتر وزير تي ڪاوڙجي پيو ۽ ان کي ڪٺي جيل ۾ وڌائين.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ ان بادشاهه جا سوٽ اٿيا. انهن دعوي ڪئي ته حڪومت اسان جي ابي جي هئي، اسان ننڍا هئاسون، تڏهن هن

ناحق ملڪ تي ڪٽي قبضو ڄمايو آهي. پوءِ ته جيڪا رعيت بادشاهه کان بيزار ٿي چڪي هئي ۽ ملڪ ڇڏي لڏي وئي هئي. اهي سڀ هڻ دعويدار شهزادن سان اچي مليا. سيني ہڏي ڪئي، لشڪر ڪاهي اچي ظالم بادشاهه تي ڪڙڪيا. بادشاهه کان حڪومت کسجي، حقدار شهزادن کي ملي وئي.

سياڻن سچ چيو آهي ته: جيڪو حاڪم زيردستن تي ظلم ڪندو ته مصيبت وقت، سندس دوست به دشمن ٿي پوندا ۽ جيڪو بادشاهه عدل،انصاف ۽ همدرديءَ سان هلندو ته ان جي رعيت ئي سندس فوج آهي. پوءِ ان کي ڪنهن به دشمن جي پرواهه ڪانهي. بادشاهه کي گهرجي ته الله کان ڊڄي ۽ رعيت سان همدردي ڪري.

## هڪ داناءَ جي سياڻپ

هڪڙو هو بادشاهه. اهو ٻيڙيءَ ۾ چڙهي درياءَ جي سير تي نڪتو. ساڻس هڪ اهڙو نوڪر به ٻيڙيءَ ۾ چڙهيل هو، جنهن اڳ ۾ ڪڏهن ٻيڙيءَ تي چڙهي دريائي سفر نه ڪيو هو. ڪڏهن به ٻيڙيءَ جا لوڏا ۽ چڪر نه ڏٺا هئائين. اڄ نئينءَ مان ٻيڙيءَ ۾ چڙهيو هو. جڏهن ٻيڙي هلي، تڏهن هيءَ نوڪر روڄ راڙو ڪرڻ لڳو، سڄو پيو ڏڪي. ان جي سڏڪن ۽ روئڻ، بادشاهه جي سير جو مزو ئي وڃائي ڇڏيو هو. بادشاهه سلامت نازڪ مزاج هو، ان کي هن نوڪر جو گوڙ ۽ شور اصل نٿي وڻيو، پر هاڻي هو ڪري به ڪجهه نه پيو سگهي.

هڪڙو داناءُ ماڻهو ان ٻيڙيءَ ۾ چڙهيل هئو. ان بادشاهه سلامت کي چيو: جيڪڏهن سائين جن حڪم ڏين،ته آئون ٿو ان نوڪر کي ڪنهن طريقي سان ماٺ ڪرايان. بادشاهه چيو: پوءِ ته تنهنجي وڏي مهرباني ٿيندي. ان داناءَ چيو ته هن نوڪر کي درياءَ ۾ ڦٽو ڪرايو. پوءِ ائين ڪيو ويو. نوڪر جڏهن درياءَ ۾ ٻه ٽي غوطا کاڌا، تڏهن ان کي وارن کان وٺي. ٻيڙيءَ جي پرسان ڪيائونس. ٻنهي هٿن سان ٻيڙيءَ جي تختي سان چنبڙي پيو. پوءِ ڇڪي ٻاهر ڪڍيائونس. هاڻي هو ماٺ ڪري ٻيڙيءَ جي هڪ ڪنڊ ۾ وڃي ويٺو. ڪاڏي ويس ڏڪڻي ته

ڪاڏي ويس روج راڙو.

اهو ڏسي بادشاھ کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ پڇيائين: هن ۾ ڪهڙي حڪمت هئي؟ ان داناءَ چيو تہ سائين! هن اڳ ۾ ڪڏهن ٻڏڻ جي مصيبت ڏٺي ڪانہ هئي، تڏهن ان کي ٻيڙيءَ جي سلامتيءَ جو قدر ئي نہ هو. اهڙي طرح سک جو قدر ان کي پوندو، جنهن ڏک ڏٺا هوندا.

سياڻا چوندا آهن تہ: ڍاول ماڻهوءَ کي جَون جي ماني ڪانہ وڻندي، پر بکئي کي اها ماني بہ پياري آهي. بهشت جي حورن لاءِ اعراف بہ دوزخ آهي ۽ دوزخين کان پڇ تہ اهي اعراف کي بهشت ئي سمجهندا.

## مرڻ مهل مبارڪ

هڪڙو هو جهور ڪراڙو بادشاھ، اهو بيمار ٿي پيو. هڪڙي پيري، ٻي بيماري سو ويچارو حياتيءَ کان صفا مايوس ٿي پيو هو. هڪ ڏينهن وٽس هڪڙو گهوڙي سوار فوجي ڪمانڊر آيو، اچي مبارڪ ڏنائينس تہ: اسان فلاڻو قلعو فتح ڪيو آهي ۽ دشمن سپاهين کي قيدي بنائي وٺي آيا آهيون. اُتي جي سموري رعيت سائين جن جي مطيع ٿي چڪي آهي. سائين جن کي لک لک مبارڪون هجن. اهو ٻڌي بادشاھ ٿڌو ساھ کنيو ۽ چيائين تہ: اها مبارڪ منهنجي لاءِ ناهي، پر منهنجي حڪومت جي وارثن لاءِ آهي، جيڪي منهنجي مرڻ جي انتظار ۾ آهن.

پوءِ بادشاھ چيو: سڄي عمر اُن اميد ۾ گذاريم تہ ڪڏهن ته مراد ماڻيان، پر هن وقت مراد ماڻڻ مان ڇا فائدو؟ جڏهن عمر ختم ٿي رهي آهي. ڪوچ ڪرڻ جو نغارو، موت جي هٿن ۾ آهي. اي اکيون! هاڻي مٿي کان موڪلائي وٺو. اي منهنجا هٿ، ڪارايون ۽ ٻانهون! هڪ ٻئي کان موڪلائي وٺو. اڄ دشمن جي مراد پوري ٿي. هاڻي اي دوستو! توهان بہ هتان هليا وڃو. منهنجي سڄي عمر غفلت ۾ گذري وئي. مون کان تہ ڪجھ نہ ٿي سگهيو، توهان تہ ڪجھ ڪري وٺو.

---

نوٽ: اعراف بهشت ۽ دوزخ جي وچ ۾ اهڙو طبقو آهي، جيڪو هن جهان وانگر آهي. منجهس ڪجھ سک ۽ ڪجھ ڏک آهن.

## هرمز بادشاهہ جي ڳالهہ

ايران جي بادشاهہ هرمز کان پڇيائون تہ: تون پنهنجي پيءُ جي وزيرن کي ڪٽي قيد ۾ ڪيو آهي. انهن جو ڪهڙو قصور هو؟ هرمز چيو تہ انهن جو ڪوبہ قصور ڪونہ هو، پر ڏٺم تہ اهي دل ئي دل ۾ مون کان گهڻو ئي ڊڄن ۽ منهنجن واعدن تي بہ هنن کي ڀروسونہ پئي ٿيو. ان ڪري مون کي بہ هنن کان ڊپ ٿيو. تہ متان اهي پاڻ کي سلامت رکڻ لاءِ، مونکي پوري ڪرڻ جا پهہ پچائين. پوءِ سياڻن جي صلاح تي عمل ڪٽي ڪيم. سياڻن سچ چيو آهي تہ: اي داناءَ! جيڪو تو کان ڊڄي ٿو، ان کان تون بہ ڊڄ! توڙي تو ۾ اهڙن سوين ماڻهن سان مقابلي ڪرڻ جي طاقت موجود هجي. نانگ ان ڪري ڏنگ هڻندو آهي،جو هن کي خوف هوندو آهي تہ متان ڪو ڏک هڻي متو چٿي وجهي ۽ ضرورت وقت ڪمزور ٻلو شينهن کي بہ رانيوتو هڻي ڪيندو آهي. (اهڙا ڪوڙ لقاءَ توهان بہ اکئين ڏٺا هوندا. جيئن چوندا آهن ڪانئر ڏک نہ هڻي، جي هڻي تہ جهوري).

## عرب جي ظالم بادشاهہ جي دعا

هڪ دفعي حضرت يحيٰ عليه السلام جي قبر جي ڀرسان دمشق جي جامع مسجد ۾ اعتڪاف ۾ ويٺو هوس. اتي هڪڙو عرب بادشاهہ آيو، جيڪو ظلم ۽ بي انصافيءَ سان مشهور هو. ان نماز پڙهي، پوءِ عاجزيءَ سان دعا گهري، سياڻا چوندا آهن تہ: شاهوڪار توڙي غريب سڀ الله جي در جا محتاج آهن، اجا بہ جيئن شاهوڪار تيئن وڏيک محتاج.

دعا گهرڻ کان پوءِ بادشاهہ مون ڏي نهاريو. چيائين تہ: اي درويش! توهان بہ دعا جا گهر آهيو. مون کي دل سان دعا ڪريو، جو هڪڙي خطرناڪ دشمن تائي تپائي ڏنو آهي. مون چيومانس تہ: اي بادشاهہ! تون ڪمزور رعيت تي رحم ڪر، تہ پوءِ طاقتور دشمن بہ تو سان پڇي نہ سگهندو. دانائن جو گفتو لک لهي. چيو اٿن تہ:

پنهنجين ٻانهن ۾ گهڻو ٻل ڏسي، ڪنهن ڪمزور جون ٻانهون ڀڃڻ سخت غلطي آهي، جيڪو هيٺن تي رحم نہ ڪندو، اهو ڇو نہ ڊڄندو؟ اهو بي رحم جڏهن پاڻ ڪرندو. تڏهن ڪير هٿ ڏئي اٿارڻ

وارو نہ هوندس. جيڪو ظلم جو ٻج پوکي، نيڪيءَ جي اميد رکندو. اهو اجايا وهم ٿو ولوڙي. ڇڻ ٻيرن مان ٻير ۽ اکن مان انب ٿو گهري.

اي بادشاهہ! ڪن کولي ٻڌ! تون مخلوق سان انصاف ڪر. جيڪڏهن تو انصاف نہ ڪيو، حق سان نہ هلئين، تہ هڪ ڏينهن انصاف جو وارو اچڻو آهي.

فارسيءَ جو هڪ بيت آهي. جنهن جو مطلب آهي تہ: انسان سڀ پاڻ ۾ هڪ جسم جي عضون وانگر آهن. ڇو تہ سڀ هڪ ئي جوهر مان يعني مٽيءَ مان جُڙيا آهن. جڏهن ڪنهن هڪ عضوي کي درد پهچندو آهي تہ ٻين عضون جو قرار ڦٽي پوندو آهي. تون جيڪڏهن ٻين انسانن جي ڏکن سبب فڪرمند نٿو ٿين، تہ توکي انسان ڪوٺائڻ ئي نہ جڳائي.

## حجاج بن يوسف لاءِ درويش جي دعا

ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ دفعي بغداد شهر ۾ هڪڙو بزرگ اچي پهتو، جنهن جي دعا جلد قبول پوندي هئي. ان وقت بغداد جو حاڪم مشهور ظالم حجاج بن يوسف ثقفي هو. ان جڏهن بزرگ جي اچڻ جي خبر ٻڌي، تڏهن دعوت ڏئي بزرگ کي پاڻ وٽ گهرايائين ۽ عرض ڪيائينس تہ اي درويش! منهنجي حق ۾ ڀلائيءَ جي دعا گهر! بزرگ ان وقت هٿ کڻي دعا گهري تہ، اي الله! تون حجاج کي موت ڏي. هن جو ساهہ ڪڍ! اهو ٻڌي حجاج رڙ ڪئي. خدا جي واسطي چڱي وائي ڪڍو! بزرگ چيو تہ: ان ۾ تنهنجي ۽ عام مسلمانن جي چڱائي آهي، ڪنهن سياڻي چيو آهي تہ: اي ڏاڍا مڙس! تون ڪمزور کي نہ ستاءِ. تون ائين ڪيستائين ڪندو رهندين؟ اهڙي سرداري توکي ڪهڙي ڪم ايندي، جنهن سان ماڻهن کي ستائيندو وتين. تنهنجي ان جيئڻ کان مرڻ هزار ڀيرا ڀلو آهي، جيئن ماڻهو سک جو ساهہ کڻن.

## ظالم جي ننڊ جاڳ کان ڀلي آهي

هڪڙو هو ظالم بادشاهہ. ان ڪنهن درويش کان پڇيو تہ سڀ کان ڀلي عبادت ڪهڙي آهي؟ درويش چيس تہ تو لاءِ ڀلي ۾ ڀلي

عبادت آهي ننڊ ڪرڻ. ڇو ته جيڪا گهڙي ننڊ ۾ هوندين، اها گهڙي ڪنهن کي ايذائي نه سگهندين. ڪنهن داناءَ جو چوڻ آهي ته هڪڙي ظالم کي ٻپهريءَ تائين ستل ڏٺم. چيم ته:هن لاءِ ننڊ ئي بهتر آهي ۽ جنهن جي جاڳڻ کان ان جي ننڊ ڀلي هجي، ته ان لاءِ سڀ کان ڀلو سندس موت آهي.

## گهڻ خرچائو فقير جي ڳالهه

هڪڙي بادشاهه جي ڳالهه ٿا ڪن ته: ان ساري رات عيش عشرت ۾ گذاري. صبح جو خوشيءَ جي مستيءَ ۾ چئي رهيو هو: اسان کي هيءَ حياتي نهايت پسند آهي، جنهن ۾ ڪنهن چڱي مٺي جو ڪو فڪر ئي ڪونهي.

ان بادشاهه جي محلات کان ٻاهران هڪڙو نانگو فقير سيءَ ۾ ستو پيو هو. ان ٻاهران بادشاهه جو ڳالهائڻ پئي ٻڌو. تنهن وڏي واڪي چيو: اي بادشاهه سلامت! توکي ڪنهن جو فڪر ڪونهي. ڇا اسان جهڙن مسڪينن جو به فڪر ڪونهي؟

بادشاهه کي هن فقير جا اکر دل ۾ چڀي ويا. ان مهل ئي هڪ هزار درهمن جي ڳوٿري دريءَ مان ٻاهر ڪيي، چيائين: اي فقير! جهولي جهل. هي پئسا اچنئي ٿا. فقير ٺهه پهه وراڻيو: حضور لٽو ئي ڪونهي ته جهولي ڇاجي جهليان؟ بادشاهه کي فقير جي هيٺي حال تي ويتر ترس آيو، سو ڪپڙن جو هڪ وڳو به پئسن سان گڏ ڏنائينس. فقير رمندو رهيو ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ اهي پئسا ۽ ڪپڙا ڀنگ ڀڳڙو ڪري، کائي ڪپائي، ساڳئي حال ۾ ساڳئي بادشاهه وٽ موٽي آيو.

ڀلا! آزاد ۽ گهومڙائو ماڻهوءَ وٽ پئسو ڪيئن ٽڪندو؟ نڪو عاشق جي دل ۾ صبر ماپندو ۽ نڪو ڇار ۾ پاڻي بيهندو. تيئن فقير جي هٿ ۾ پئسو نه بچندو.

ان وقت بادشاهه اهڙي فڪر ۾ ويٺو هو، جو ان کي هن قسم جي فقيرن جي پرواهه ئي نه هئي، جڏهن ان کي فقير جي خبر ٻڌايائون، تڏهن اٿلندو چڙي پيو ۽ فقير واري ڳالهه ڏي ڪن ئي نه ڏنائين، ان

ڪري دانائن چيو آهي ته: بادشاهن جي دهشت ۽ طبيعت کان هميشہ ڪن ڪجي. ڇو ته هنن جي دل جو لاڙو گهڻو ڪري حڪومت جي وڏن ڪمن ۾ هوندو آهي، اهي هن قسم جي عام ڳالهين ڏي ڪن ئي نہ ڏيندا آهن.

اهو ماڻهو بي عقل آهي، جيڪو مهل نہ مهل جو خيال ئي نہ ڪري، سياڻن چيو آهي ته وقت ڳالهائڻ جو نہ ڏسجي، ته هرويرو ڳالهائي، پنهنجي عزت خراب نہ ڪجي ۽ چوندا آهن ته جهڙي ڪچهري هجي تهڙي گفتگو ڪجي.

بادشاهہ چيو ته: ان بي حياءُ ۽ هٺ ڦاڙ فقير کي هتان تڙي ڪڍو، جيڪو هيترا پئسا جهٽ ڪپائي دڦ ڪري آيو آهي. هي خزانو مسڪينن لاءِ آهي، اجايو خرچ ڪندڙ شيطان جي ڀائرن لاءِ ڪونهي. جيڪو هٺ ڦاڙ ڏينهن جو ڏيو ٻاريندو، ته ڪنهن رات ۾ ڏيئي ٻارڻ لاءِ ان وٽ تيل ئي نہ هوندو.

ايتري ۾ هڪڙي وزير ڳالهايو. چيائين ته: جيئندا قبلا! چڱائي ان ۾ آهي ته هن قسم جي فقيرن کي ڏجي ئي ايترو جيترو سندن گذران تي سگهي ۽ ان سان اجايو خرچ ڪري ئي نہ سگهن، سائين جن جيڪا هن فقير تي ڪاوڙ ڪئي آهي، ان لاءِ منهن جو هيءُ عرض آهي ته توهان جهڙن سخي بادشاهن کي اهو نٿو سونهي، جو ڪنهن کي هڪ دفعو اميدوار بنائي، پوءِ ان کي نااميد ڪري موٽائي ڇڏيو. چوندا آهن ته اڻ هيرين کي نہ هير ۽ هير نہ ڀڄ هيريلن جي.

سائين جن ڏٺو هوندو ته حج جا پانڌيڙا ڪيڏي به اڃ هجين، سمنڊ جو کارو پاڻي ڪونہ پيئندا. البت جتي به مٺي پاڻيءَ جو چشمو هوندو، ته اتي ماڻهو ته ٺهيو. پر پکي پکڻ، ڪوليون ماڪوڙيون ۽ ٻيا جيت جڻيا به اچي پهچندا آهن.

## سست بادشاهہ جي ڳالهہ

آڳاٽي زماني ۾ هڪڙو بادشاهہ هوندو هو. حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ ۾ سستي ڪندو هو ۽ لشڪر جي سپاهين کي ڏکيو

رکندو هو. چون ته: جڏهن ان جي ملڪ تي دشمن حملو ڪيو، تڏهن لشڪر ياڄ ڪاڍي. پلا جنهن سپاهيءَ کي پگهار ئي مهل سان نه ملندي، سي ڪهڙي تلوار هلائيندا. جيڪي تنگ حال رهندا، سي ڪهڙي دليري ڏيکاريندا.

انهن ياڄ ڪائيندڙ سپاهين ۾ هڪڙو منهنجو دوست به هو. مون ان کي ملامت ڪندي چيو ته: توهان سپاهي نمڪ حرام آهيو، جو هيترن سالن کان ان بادشاهه جو پئي کاڌو اٿو ۽ جڏهن ڏکيو وقت آيو، تڏهن نيمڪ وساري وٺي ڀڳا آهيو. ان دوست وراڻيو: اي سعدي! مون کي معاف ڪجانءِ، شايد توکي خبر نه آهي ته منهنجي گهوڙي کي ڪيترن ڏينهن کان داڻو ڪونه مليو هو ۽ گهوڙي جا سنج پئي هنڌ گروي پيا هئا. جيڪو بادشاهه پگهار ۽ خرچ ڏيڻ ۾ بخيلي ڪندو ۽ هٿن جي مَرُ پئسن جي قرباني به نه ڪري سگهندو، اهو ڪهڙي اميد رکندو ته فوجي مٿس جان قربان ڪندا. جيڪو بادشاهه پئسن تي ساهه ڏيندو ته سپاهي پڇي ساهه بچائيندا.

## وزارت کان بيزاري

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙو هو وزير، اهو وزارت کسجڻ کان پوءِ وڃي درويشن جي صحبت ۾ رهيو. ان سنگت مان هن کي روحاني سڪون حاصل ٿيو ۽ ڏاڍو لطف آيس. ڪجهه وقت کان پوءِ بادشاهه کي ان وزير جون خوبيون ياد آيون ۽ ساڳي وزارت جي ان وزير کي آڇ ڪيائين، پر وزير انڪار ڪيو ۽ چيائين ته: وزارت جي مصروفيت کان هيءَ واندڪائي بهتر آهي. ڇو ته جنهن سنسار جا سانگا لاهي، وڃي اڪيلائپ واري ڪنڊ وسائي، ته اهو ڪتن جي ڏاڙهڻ ۽ ماڻهن جي گلائن ۽ گارين کان بچي ويو. جنهن قلم پڇي ڪاغذ ڦاڙي ڇڏيا. اهو چيڪنگ ۽ چڪاس ڪندڙن کان ڇٽي پيو.

بادشاهه چيو: پر اسان کي ڪنهن داناءَ ۽ سياڻي سيتي ماڻهوءَ جي سخت ضرورت آهي، جيڪو ملڪ جو ڪاروبار سنڀالي. وزير چيو: سياڻو ۽ داناءَ ته آهي ئي اهو، جيڪو اهڙن عهدن کان پري رهي. جيئن

سياڻن جو چوڻ آهي ته هما پکي سيني پکين ۾ هن ڪري مان وارو آهي، جو هڏيون کائي گذر ڪري ٿو ۽ ڪنهن پکيءَ کي نٿو ايذائي.

## لومڙ جي ڳالهه

هڪڙي لومڙ کان ڪنهن پڇيو ته: تون سدائين شينهن جي پرپاسي ۾ ڇو ٿو گذارين؟ لومڙ چيو: هن ڪري جو ان جي اوبر سوبر تي گذر ڪريان ٿو ۽ شينهن جي دهشت سبب ڪيترن دشمن کان محفوظ رهان ٿو. وري چيائونس ته: جڏهن شينهن جي احسانن کي مڃين ٿو، ته پوءِ ان جي بلڪل ويجهو نه ويندو آهين، جيئن شينهن توکي پنهنجو خاص خدمتگار ڪري بنائي؟

لومڙ چيو: ان جي ڪاوڙ ۽ پڪڙ کان به ڊڄان ٿو. ڏٺو هوندوَ ته باهه جو پوڄاري سؤ سال پيو باهه جي پوڄا ڪري، پر جڏهن گهڙي ڪن ان ۾ پوندو، تڏهن ساڙي خاڪ ڪنديس. اجا ٻيو مثال ڏيانءِ. بادشاهه جو وزير ناٽي جون ڳوٺريون ڀري گهر ڪنيو ويندو آهي، پر ڪو وقت اهڙو به ايندو آهي جو سندس لاش منڊيءَ کان سواءِ پيو رلندو آهي.

دانائن جو چوڻ آهي ته: بادشاهن جي طبيعت پٺي منجي سنجي. انهن کان ڊپ ڪجي. ڇو ته ڪڏهن سلام ورائڻ سان به ڪاوڙجي پوندا، ته ڪڏهن گارين ڏيڻ سان به راضي ٿي، انعامن سان نوازيندا. چوندا آهن ته چرچو ڀوڳ اميرن وزيرن جو ڪم آهي، پر فيلسوفن ۽ دانائن لاءِ عيب آهي. سياڻن جو چوڻ آهي ته: پاڻ کان وڏن سان گهٽو ڳالهائي، ڀوڳ ڪري، عزت نه لوڙهجي.

## نيچ نوڪري

منهنجي هڪڙي دوست، مون وٽ زماني جي گردش جي شڪايت ڪئي. چوڻ لڳو ته: اي سعدي! ڪمائي اٿم ٿوري ۽ آکهه آهي وڏي ۽ ٻکن سهڻ جي طاقت ناهي. ٻڌاءِ ته هاڻي ڇا ڪريان؟ ڪڏهن ڪڏهن دل ۾ خيال ايندو اٿم ته هي ديس ڇڏي ڪنهن پرديس ۾ اڪيلو وڃي رهان. اتي ڏکيو سکيو وقت پيو گذاريان. اتي نه ڪو ڄاڻندو نه

سڃاڻندو، نڪو منهنجي حال کان آگاهه ٿيندو.

اتي بڪيو پيو هوندس ته به ڪنهن کي خبر ته ڪير آهي؟ ۽ جي مري ويس ته به نڌڻڪي ماڻهوءَ تي ڪو ڳوڙهن ڳاڙڻ وارو ئي نه هوندو.

ٻئي طرف دشمن جي طعن تنڪن کان به ڊڄان ٿو. اهي پرپٺ مون تي کلندا ۽ مونکي لوٺيو ڪري سڏيندا ۽ چوندا ته اهڙو سخت دل ماڻهو، جو ٻچن ٻارن کي هيئن نڌڻڪو ڇڏي، ٻاهر وڃي ڀاڻ کي سکيو ڪيائين.

اي سعدي! توکي خبر هوندي ته آئون حسابن ۽ لکڻ پڙهڻ ۾ پڙ آهيان، جيڪڏهن تون ڪنهن کي چئي ڪا نوڪري وٺرائي ڏيندين، ته پاءُ اٽي جو ڪائي بي فکر ٿي، سڄي عمر تنهن جو احسانمند رهندس. توکي پيو دعائون ڪندس.

مون ان دوست کي چيو ته: ياءُ! بادشاهن وٽ نوڪريءَ جا ٻه پاسا آهن. هڪ طرف اميد آهي ته ٻئي پاسي جان وڃڻ جو خوف. سياڻو ماڻهو اهو آهي جيڪو اميد جي اوسيڙي جان جو خطرو کڻڻ پسند نه ڪري. تو ڏٺو هوندو ته غريب جي در تي ڪوتوال ڍل وٺڻ نه ويندو آهي، هاڻي تنهنجي مرضي. عزت آبروءَ سان غريبيءَ ۽ بک ڏک ۾ پيو گذارين يا پنهنجي ڏاڙهي ٻين جي هٿ ۾ ڏئي، جيرا بڪيون کائون آڏو رکڻ لاءِ تيار ٿين؟

منهنجو دوست چوڻ لڳو: اي سعدي! تو منهنجي حال مطابق اهو گفتو نه چيو ۽ منهنجي سوال جو تو صحيح جواب نه ڏنو. توکي خبر ناهي ته بي ايمانيءَ وارو ماڻهو ئي پيو ڏڪندو ۽ ڊڄندو، پر جيڪو حق سان هلندو، ان کي ڪهڙو خطرو؟ ڏاهن جو قول نه ٻڌو اٿئي؟ جن چيو آهي ته: چار ماڻهو چئن ماڻهن کان ڊڄندا آهن. نڱي ڪنڌڙ بادشاهه کان، چور چوڪيدار کان، بدچال چغلخور کان ۽ بدڪار عورت عملدار کان. باقي جنهن جو حساب ڪتاب صاف هوندو،ان کي ڪهڙو ڊپ آهي؟

ڪنهن سياڻي سچ چيو آهي، تون نوڪريءَ ۾ اهڙو پير نه کڻ، جو ڇڪاس وقت توکي عملدار تنگ ڪن. تنهن جو رڪارڊ صاف هجي، پوءِ تون بي الڪو رهه. چو ته ميرو ڪپڙو ئي سوٽيءَ سان سٽبو آهي. ميرو نه ٿيندين ته هروڀرو سوٽي ڇو لڳندي؟

مون پنهنجي دوست کي چيو: اي ڀاءُ! تنهنجو حال بلڪل ان لومڙيءَ وانگر آهي، جنهنکي ماڻهن ڏٺو ته ڀڄندي ڪرندي پئي وئي. حوصلا صفا خطا هئس. ڪنهن پڇيس ته: خير ته آهي؟ ايڏو پريشان ڇو آهين؟ جواب ڏنائين: مون کي معلوم ٿيو آهي ته شينهن کي پڪڙين ٿا. ان ڪري پئي ڀڄان. چيائونس: اي چريا! پڪڙين شينهن کي ٿا ۽ ڪرندي تون ٿي وتين؟ تنهنجو شينهن سان ڪهڙو واسطو؟

لومڙيءَ چيو ته: ماٺ ڀلي اٿئي. بالفرض ڪو حاسد مطلب خاطر ڪٿي چوي ته: هيءُ به شينهن جو ٻچو آهي، ته ان کي ڪير جهليندو؟ ۽ جي ان بهاني ۾ پڪڙجي پيس، ته پوءِ ڪنهن کي ضرورت پئي آهي جو منهنجي ڇڏائڻ جو فڪر ڪندو ۽ ڪير جاچ جوچ ڪندو، ته سچ پچ به هيءُ شينهن جو ٻچو آهي يا ناهي؟ چوندا آهن ته: جيسين ترياق عراق مان اچي، تيسين نانگ ڏنگيل قبر ۾ ڀچي چڪو هوندو (ترياق نانگ جي ڏنگ ڪان دوا جو نالو آهي).

مون هن دوست کي چيو ته: تون واقعي ايمانداري ۽ پرهيزگاريءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهين. پر پوءِ به دشمن کي هميشه لڪل سمجهڻ گهرجي. هرهڪ جا کي نه کي دشمن هوندا ئي آهن. اهي تنهنجي سٺي ڪارڪردگيءَ هوندي به توتيً کو الزام هڻندا ته حاڪم جي ملامت جو نشانو ٿي پوندين. پوءِ اهڙي وقت تنهنجي ٻاران ڪير ڳالهائيندو ۽ ڪير صفائي پيش ڪندو؟ ان مان منهن جو مطلب آهي ته بادشاهه جي نوڪريءَ جي ڀچر ئي ڇڏي ڏي. پاسائتو رهي پيو روزگار ڪماءِ.

توکي مثال ٻڌايان ته: سمنڊ ۾ موتي مرجان واقعي آهي، پر انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترا خطرا به هوندا آهن. ان ڪري سلامتي ڪناري تي رهڻ ۾ ئي سمجهڻ گهرجي. هي به اٿين سمجهه!

پر ڏٺم ته منهنجو دوست ويتر وچي پيو ڪاوڙبو. ڏوراپو ڏيندي چيائين: سعدي! تنهنجو عقل واهه جو آهي؟ اڄ تنهنجي سياڻپ الائي ڪاڏي وئي آهي؟ سياڻا چوندا آهن ته: دوست اهو جو جيل وغيره جهڙين مصيبتن ۾ ڪم اچي، باقي مانيءَ مهل دسترخواني تي دشمن به دوست بنجي پوندا آهن.

يار سڏائي سيڪو جاني زباني.
آهي آساني پر ڪم پوي تہ ڪل پوي.

جڏهن ڏٺم تہ منهنجي دوست کي مون واري نصيحت ڏکي ٿي لڳي ۽ هو مورڳو وهلور ٿو وڃي. هو نصيحت کي خود غرضي ٿو سمجهي. تڏهن مون هتيار ڦٽا ڪيا ۽ هن دوست کي ساڻ ڪري هڪڙي واقفڪار آفيسر وٽ ويس. ان لاءِ سفارش ڪري نوڪري وٺي ڏني مانس. هو اڳ ۾ ئي نيڪ طبع ۽ هوشيار ماڻهو هو. ايمانداريءَ سان ڊيوٽي پئي ڏنائين ۽ پنهنجي هوشياريءَ سبب ڏينهون ڏينهن نوڪريءَ ۾ ترقي ڪندو پئي ويو. وري همراهہ جا ڀاڳ ٿيا ڀلا. جو ٿوري ئي عرصي ۾ بادشاهہ جي خاص وزيرن مان هڪڙو وزير بنجي پيو. هن جي اهڙي ترقي ڏسي آئون خوش ٿيس. چيم مشڪلات سبب هنيون نہ هارجي. مايوس نہ ٿجي. جيئن آب حيات اونداهہ ۾ آهي، تيئن ڪنهن بہ ڪم ۾ جيڪي گهڙياسي چڙهيا. اڳ ۾ ئي پيو ڊڄبو تہ پوءِ ڪم ڪيئن ٿيندو؟ مشڪلاتن ۽ مصيبتن ۾ مايوس ٿيڻ نہ گهرجي. الله جي ٻاجهہ کان نااميد اصل نہ ٿجي. زماني جي گردش سبب دل ڪٽي ڪري ويهي رهڻ سٺو نہ آهي. صبر ڪرڻ جيتوڻيڪ ڪڙو آهي، پر ان جو ميوو مٺو آهي.

انهن ڏينهن ۾ منهنجي قسمت مڪي شريف ڏانهن ٿي. آئون سنگت سان گڏجي حج تي هليو ويس. جڏهن ان مبارڪ سفر تان موٽيس، تڏهن ڏٺم تہ، ڳوٺ پهچڻ کان اڳ،ٻہ ٽي منزلون اڳيرو اهو ساڳيو دوست منهنجي استقبال لاءِ آيل هو. ڏاڍو پريشان هئو. ڦاٽل ڪپڙا ۽ حال هيڻا هئس. پڇيومانس: ڪر خبر، تو سان خير تہ آهي؟ هي حال ڇو ڪيا اٿئي؟ دوست ٻڌايو تہ: اي سعدي! جيئن تون اڳي چوين پيو ائين ئي ٿيو. ڪن حاسد دشمنن مون تي خيانت جا الزام مڙهيا. بادشاهہ سلامت پوري جاچ نہ ڪئي ۽ نہ وري ڪنهن ان کي سچ جا اکر ئي چيا. گهاٽن سنگتين بہ ڪا همدردي نہ ڪئي. توکي خبر آهي تہ، هرڪو عهدي واري ماڻهوءَ جي چاپلوسي پيو ڪندو آهي. واڪاڻ ڪندي سيني تي پيو هٿ رکندو، پر عهدي تان هٽڻ بعد سيڪو ان کي

پيرن سان پيو لتاڙيندو.

مطلب تہ ڪيترين تڪليفن ۾ ڦاسي پيس. ڪيئي مصيبتون مٿان اچي ڪڙڪيون، جيل ۾ وڃي پيس. هاڻي جڏهن حاجين سڳورن جي موٽي اچڻ جو مبارڪ موقعو آيو، تڏهن خوشيءَ ۾ مون کي بہ جيل مان آزاد ڪيائون. هاڻي ساڳيا ٽڪر ساڳ سان. وڏن وارو ساڳيو ٺئو، ساڳيو سُئو وڃي سنياليم.

دوست کي چيم: ادا! اڳ ۾ توکي منهنجي نصيحت ڏکي ٿي لڳي. مون تڏهن ئي توکي ہدايو هو تہ: بادشاهن وٽ سرڪاري نوڪري، سامونڊي سفر وانگر آهي. ڪڏهن اڻ ميا موتي ميڙي موٽندين، تہ ڪڏهن ان جي لهرن ۾ لڙهي ساهہ ڏيندين. ڪڏهن ڪُوپُو ڪڇ ۾ تہ ڪڏهن ڏونگهو ڏر ۾. ڪڏهن گهہ غضب جا ڪڏهن لس لنگهڻ. (نوڪري، گند جي ٽوڪري)

منهنجي دوست کي اڳ ۾ ئي صدمو سخت هو، ان ڪري سندس ڦٽن تي وڌيڪ لوڻ ٻرڪڻ مناسب نہ سمجهيم. بس! پڇاڙيءَ هي ٻہ اکر چئي ڇڏيامانس: جيڪو وڏن جي نصيحت نہ قبوليندو، تہ اهو پريشان ضرور ٿيندو. جنهن ماڻهوءَ ۾ ڏنگ سهڻ جي طاقت نہ هجي، تہ اهو وڇونءَ جي سوراخ ۾ هٿ نہ وجهي.

## ڍڪڄ ڍول ڍلائيون

ڪو وقت نيڪن بزرگن درويشن جي سنگت ۽ صحبت ۾ گذاريندو هوس، اهي نيڪ سيرت، ڀلا ماڻهو هئا. وقت جي بادشاهہ جو انهن بزرگن ۾ چڱو اعتقاد هو. ان ڪري بادشاهہ درويشن لاءِ ماهانہ خرچ مقرر ڪري ڇڏيو هو.

هڪ دفعي انهن بزرگن مان هڪڙي درويش کان اهڙو نامناسب ڪم ٿي پيو، جو اهو سندس منهن تي نہ پيو سونهين. اهو حال ڏسي، بادشاهہ جو ويساهہ پڇي پيو ۽ سيني درويشن جو ماهانو خرچ بند ڪري ڇڏيائين.

دل ۾ خيال آيم تہ ڪنهن طرح هنن مسڪينن جو بند ٿيل خرچ پڪو وري بحال ڪرايان. اهو سوچي بادشاهہ سان روبرو ملاقات لاءِ

هليو ويس، پر دربانن (نوڪرن چاڪرن) مون کي اندر نہ ڇڏيو. ويتر گهٽ وڌ ڳالهايائون ۽ آئون سڀ ڪجهہ سهي ويس، دل ۾ ئي نہ ڪيم. چو تہ سياڻن سچ چيو آهي تہ: جنهن دروازي تي دربان ويٺل هجي يا جنهن در تي ڪتو ٻيٺل هجي، اتي سياڻپ ڪان سواءِ نہ وڃجي. ڇو تہ هو ڳلي ڪان جهليندو ۽ هيءُ دامن ۾ چڪ هڻندو.

منهنجي اچڻ جي خبر بادشاهہ جي دربار ۾ پهچي وئي ۽ نوڪرن جي روڪي ڇڏڻ جي خبر بہ اتي پهتي. پوءِ تہ خاص درٻاري، ٻاهر نڪري آيا ۽ منهنجي عزت آبرو ڪيائون، اندر وٺي ويا. مون کي مٿانهين جاءِ تي ويهڻ لاءِ چيائون، پر آئون نوڙت ڪندي هيٺ ئي ويهي رهيس ۽ چيم تہ: ابا! مون کي ڇڏي ڏيو. آئون خادم آهيان. خادمن جي قطار ۾ ئي ويهڻ چاهيان ٿو. بادشاهہ چيو: سائين! الله الله ڪريو، هيئن اسان کي شرمسار نہ ڪريو. اهڙي ڳالهہ نہ چئو.

مون سارينديءَ سپرين، اچين جي هيڪار،
پيرين ڌريان پنبڙيون هنڌ وڇايان وار،
ساجن سڀ ڄمار، گولي ٿي تہ گذاريان.

مطلب تہ آئون هنن جي منٿ ميڇي، مٿي ٿي ويٺس. هيڏانهن هوڏانهن جون اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪري، هنن درويشن واري ڳالهہ ڇيڙيم ۽ چيم:

اي بادشاهہ سلامت! توهان هنن درويشن تي هيڏا مهربان هئا. انهن تي وڏي سخا ڪندا هئا. پوءِ انهن ڪان ڪهڙي خطا ڏٺو؟ جو هو خوار ٿي پيا. ۽ توهان ڪانئن منهن مٽي ويا. بزرگي ۽ بردباري ۽ الله کي جڳائي، جيڪو ٻانهن جا هيڏا ڏوهہ ۽ گناهہ ڏسي پوءِ بہ ويلي تي ڪين روزي پيو پهچائي ۽ چيم:

منهن جي مداين جي ڪل پريان پيئي،
ڪوسا نہ ٿيا ڪڏهين ڏوراپو ڏيئي،
ساجن سيئي ڍڪج ڍول ڍلائيون.

منهنجا اهي اکر بادشاهہ سلامت کي وڻي ويا ۽ درويشن جو خرچ

پکو اڳي وانگر وري بحال ڪيائين ۽ بند ڪيل عرصي جو تفاوت بہ پيري ڏيڻ جو حڪم ڏنائين. مون بادشاهہ جو شڪر ادا ڪيو. سندس ٿورا مڃيم ۽ چيم تہ: جيئندا قبلا! ڪو نامناسب اکر منهنجي زبان مان نڪتو هجي تہ معاف ڪجو ۽ موڪلائڻ مهل چيم: اي بادشاهہ سلامت! جڏهن ڪعبة الله وٽ دعائن جي قبول پوڻ جي وڏيڪ اميد آهي، تڏهن پري کان ڪهي ماڻهو اتي اچي ٿا ڳڏ ٿين ۽ مون بہ توهان ۾ اميد سمجهي، تڏهن اچي در ورتم . اسان مسڪينن جا انگل توهان نہ سهندو تہ پيو ڪير سهندؤ؟ جنهن وڻ ۾ ميوو ئي نہ هوندو،تہ ان ۾ پٿر ڪير هڻندو؟

## سخي دل شهزادي جي ڳالهہ

هڪڙي شهزادي کي پنهنجي پيءُ جي ميراث مان تمام گهڻي ملڪيت ملي. سو ان وٽي خير خيراتون شروع ڪيون. سپاهہ ۽ عوام کي هڪ پيري ناڻو پيٽي ڏنائين. چوندا آهن تہ: اگربتي سرهاڻ تڏهن ڪندي، جڏهن باهہ جي چڻنگ لڳنديس ۽ بزرگي بہ تڏهن حاصل ٿيندي، جڏهن گهڻي سخا ڪبي. جڏهن ٻج ڇٽبو تڏهن ساوڪ ٿيندي.

هڪڙي تنگ دل درباريءَ، شهزادي کي نصيحت ڪئي. چيائينس تہ سائين! وڏڙن هيءُ دولت وڏي جفاڪشيءَ سان ڳڏ ڪئي آهي. ان لاءِ تہ اوکيءَ ويل ڪم اچي. هئن سوچيو هوندو تہ اهو کي ڪجي جو مينهن وسندي ڪم اچي. ان ڪري توهان کي گهرجي تہ ڪجهہ هٿ کي جهليو. اڳتي الائي ڪهڙا واقعا آڏو اچن يا ڪنهن دشمن سان منهن ڏيڻو پوي. ائين نہ ٿئي جو ڪا مهل نہ ڪنهن جهڙي. پوءِ ضرورت وقت ٺلها ٺکر ٺوڪڻا پون.

سياڻن سچ چيو آهي تہ: ڪيڏو بہ وڏو خزانو ورهائيندين، تہ مخلوق مان هرهڪ کي هڪ چانور جيترو مس ملندو. پر جيڪڏهن هر رعيتيءَ کان چانور جيتري چاندي روزانہ وٺندؤ تہ، روزانہ توهان وٽ وڏو خزانو پيو ڳڏ ٿيندو.

شهزادي کي ان درباريءَ جي ڳالهہ نہ وڻي ۽ منهن ڪٽي ڦيرايائين. چيائينس تہ: الله تعاليٰ سخا ڪري مونکي ملڪيت ان لاءِ ڏني آهي،

جيئن آئون بہ سخا کريان. کاوان ۽ کپايان. دولت ان لاءِ نہ ملي آهي تہ آئون ان جي چوکيداري کريان. ڏس تہ قارون کي سندس اڻ ميا خزانا کهڙي کم آيا؟ اڄ تائين بدنام ٿيو آهي ۽ نوشيروان بادشاهہ سخا ڪئي تہ سندس نيک نالو پيو ڳائجي. (حضور جن جي هک حديث ۾ آهي تہ ڏيندڙ هٿ، گهرندڙ هٿ کان ڀلو آهي).

## نوشيروان بادشاهہ جو عدل

ايران جو بادشاهہ نوشيروان پنهنجي عدل ۽ انصاف جي کري دنيا ۾ مشهور آهي. ڳالهہ ٿا کن تہ هک دفعي هو شکار کرڻ نکتو. جڏهن کاڌي جو وقت ٿيو ۽ نوکرن شکار کيل جانورن جو گوشت، پچائڻ لاءِ سيخن ۾ وڌو. تڏهن خبر پئي تہ لوڻ نہ آهي. هکڙي نوکر کي لوڻ وٺي اچڻ لاءِ چيائون. نوشيروان چيو تہ: لوڻ پئسن سان وٺجانءِ. مفت جو لوڻ کڏهن بہ نہ وٺجانءِ. متان ملک ۾ اهڙو رواج پئجي وڃي.

نوکرن عرض کيو تہ:سائين! ٿورڙي لوڻ وٺڻ سان ڇاٿي پوندو؟

نوشيروان چيو تہ:ابا! دنيا ۾ ظلم جو بنياد پيو ٿي ٿورڙين شين سان آهي. جيکو بہ آيو، ان ۾ واڌارو کندو ويو ۽ هاڻي نوعيت اچي ان حد تي پهتي آهي،جو دنيا ۾ ظلم پکڙجي ويو آهي.

جيکڏهن کو حاکم رعيت جي باغ مان رڳو هک صوف کٽي کائڻ روا سمجهندو، تہ ان جا نوکر، صوفن جا وڻ پاڙان پٽڻ ۾ بہ عار نہ کندا. اهڙي طرح جيکڏهن کو بادشاهہ، کنهن کان هک آنو (بيضو) زوريءَ کسيندو، تہ ان جا سپاهي هزارين ککڙيون کهي کباب کري کائي ڇڏيندا.

## ظالم عملدار جي پڇاڙي

هکڙو هو عملدار، اهو غريب رعيت جا گهر ڦري،شاهي خزاني کي پيو ڀريندو هو. ان کي سياڻن جي هن گفتي جي خبر ئي نہ هئي، جو چيو اٿن تہ: جيکو ماڻهو خدا تعاليٰ کي ناراض کري،کنهن انسان کي

خوش ٿو ڪري، تہ الله سائين، ان کي ساڳئي انسان هٿان خوار خراب ڪندو آهي. هرمري تي باھ ايترو اثر نہ ڪندي آهي،جيترو مظلوم جي دل جي آھ ظالم تي اثر ڪندي. چوندا آهن: آھ غريبان قهر خدائي.

سيني جانورن ۾ طاقتور جانور شينهن آهي ۽ سيني ۾ سادو ۽ گهٽ گڏھ آهي. پر سڀ ماڻهو چون ٿا تہ: ڦاڙيندڙ ۽ خونخوار شينهن کان، بار ڍوئيندڙ گڏھ چڱو آهي. گڏھ ڪٿي بي سمجھ آهي، پر بار ٿو کڻي تہ ڪيڏو ڪم ٿو اچي. هيئن سمجھ تہ بار کڻندڙ گڏھ ۽ هر کاهيندڙ ڏاند،بي رحم انسان کان هزار ڀيرا ڀلا آهن. (ڳالھ پئي هلي ظالم ڪاموري جي).

نيٺ ان عملدار جي ڪارنامن جي خبر بادشاھ تائين وڃي پهتي. پوءِ تہ بادشاھ ان کي پڪڙائي، سخت تڪيلفون ڏئي مارائي ڇڏيو. سياڻن چيو آهي تہ: بادشاھ کي راضي رکڻ چاهين تہ رعيت کي راضي رک ۽ الله سائينءَ کي راضي ڪرڻ گهرين تہ سندس مخلوق سان نيڪي ڪر.

چون ٿا تہ: ان عملدار جي هٿان سٽيل ۽ ستايل هڪ غريب ماڻهو، ان وقت اتان لنگهيو پئي، جنهن وقت عملدار کي قتل پئي ڪيائون. هن جو هي حال ڏسي چوڻ لڳو: حڪومت جي زور تي ۽ ڏاڍ سان گهڻئي مال ڦٻائي، هاڻي اهي مال هضم ڪر تہ خبر پوي، سخت هڏيءَ جو ڳتل نڪر، ڪڏهن پيٽ ڦاڙي دن وٺان نڪري پوندو آهي، تو سان بہ اڄ اهو ڪم ٿيو آهي.

نہ دنيا ۾ ظالم رهي برقرار،
مگر ان تي لعنت رهي پائدار.

## پلاند پراڻو نہ ٿئي

هڪڙي سرڪش ۽ ظالم ماڻهوءَ جي ڳالھ ڪندا آهن تہ: ان ڪنهن نيڪ درويش کي واٽ ويندي مٿي ۾ هڪ پٿر هڻي ڪڍيو. ان درويش ڏٺو تہ هن ظالم سان منهنجي پڄڻ جي جاءِ نہ آهي، تڏهن دل جو سور دل ۾ سانڍي، ماٺڙي ڪري اهو پٿر کڻي، پاڻ وٽ هٿيڪو ڪري رکيائين.

ڪجھ وقت گذريو تہ وقت جو بادشاھ، ان ڏاڍي مڙس تي اچي

ڪاوڙيو، سزا طور هڪڙي سکل کوهہ ۾ ڪٽي قيد ڪرايائينس. هن درويش کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن ان کوهہ وٽ اچي پهتو. اهو ساڳيو سانديي رکيل پٿر کڻي، زور سان کوهہ ۾ پيل ظالم جي مٿي ۾ هنيائين. ظالم مٿي نهاري پڇيو تہ ڪير آهين؟ هي پٿر ڇو هنيو اٿئي؟ درويش وراڻيو تہ: آئون فلاڻو آهيان، اهو پٿر، ساڳيو اٿئي جيڪو ان ڏينهن تو مون کي مٿي ۾ هنيو هو. هن پڇيو تہ هيترا ڏينهن ڪٿي هئين؟ درويش وراڻيو: هيترا ڏينهن تنهن جي رعب ۽ دٻدٻي کان پئي ڊنس. اڄ جڏهن توکي کوهہ ۾ ڏٺو اٿم، تڏهن مناسب موقعو ڏسي پلاند پاڙيو اٿم. سياڻن جو چوڻ آهي تہ: جيڪڏهن ڪنهن نالائق ماڻهوءَ جو ڀلو ڀاڳ ڏسجي، تہ داناءَ کي ان جي آڏو ماٺ ڪري وقت گذارڻ گهرجي. پاڻ ۾ جيڪڏهن لڙڻ جي طاقت نہ هجي تہ پوءِ ڏاڍي سان هٿ نہ اٽڪائجي. جيڪڏهن ڪنهن مضبوط ۽ ڏاڍي ماڻهوءَ سان چنبو اٽڪايو، تہ پوءِ پنهنجي ڪمزرو ٻانهن جو خير نہ سمجهي. اهڙي وقت ۾ ڪجهہ ڏينهن انتظار ڪرڻ گهرجي ۽ جڏهن بہ مناسب موقعو ملي، تڏهن پلاند ڪري پنهنجا هٿ ۽ هنيانءُ ٺارجن.

## سياڻي نينگر جو قصو

هڪڙو هو بادشاهہ. ان کي اهڙو اچي مرض لڳو، جو ڳالهہ ڪرڻ کان ٻاهر هئي. يوناني حڪيمن ۽ طبيبن پاڻ ۾ مشورو ڪري، ڏس ڏنو تہ: هنن صفتن واري ماڻهوءَ جو پِتو گهرجي. پوءِ ان مان دوا ٺهندي ۽ بادشاهہ سلامت ان دوا سان صحتياب ٿيندو. ان کان سواءِ ٻيو ڪو علاج نٿو سجهي.

بادشاهہ حڪم ڏنو تہ اهڙو ماڻهو هٿ ڪيو وڃي. گهڻي ڳولا ڦولا کان پوءِ حڪيمن جي ٻڌايل وصفن وارو نوجوان ڪنهن ٻهراڙيءَ مان هٿ آيو. ان جي پيءُ ماءُ کي اڻ مئي دولت ڏئي راضي ڪيائون ۽ سرڪاري جج هڪدم فتويٰ صادر ڪئي تہ: بادشاهہ سلامت جي جان بچائڻ لاءِ، ڪنهن هڪڙي رعيتيءَ کي خون ڪرائڻ بلڪل جائز آهي.

جڏهن نوجوان کي ڪهڻ لاءِ جلاد تيار ٿيو، تڏهن نينگر مٿي

آسمان ڏي نهاريو ۽ مُرڪيو. اتي بادشاھ پڇيو: اي ڇوڪرا! هيءَ وقت تنهنجي ڪلڻ ۽ مرڪڻ جو ته نه آهي. تون ڇو مُرڪئين؟ نينگر وراڻيو: اي سائين! اولاد جا انگل هوندا آهن ماءُ پيءُ سان ۽ فيصلو يا مسئلو جج وٽ ڪٽي ويجبو آهي ۽ انصاف جي طلب بادشاھ ڪان ڪبي آهي. اڄ ڏنم ته ماءُ پيءُ پئسن جي لالچ سبب مون کي ڪسڻ لاءِ وڪٽي ڇڏيو. سرڪاري جج منهنجي ڪسڻ جي جواز جي فتويٰ ڏئي ڇڏي آهي ۽ بادشاھ سلامت پنهنجي چڱيلائي منهنجي ڪسڻ ۾ ٿو سمجهي ۽ هو منهنجو ڪسڻ اکئين ڏسي پيو. تڏهن مون پنهنجي هن قسمت تي مرڪي آسمان ڏانهن نهاريو. ته اي منهنجا رب! توکان سواءِ هن ڌرتيءَ تي منهنجي حياتيءَ لاءِ سڀ دروازا بند ٿي چڪا آهن. تو ڪان سواءِ ٻي ڪا پناھ نظر ئي نٿي اچي. اي بادشاھ سلامت! ٻئي ڪنهن جو ڏاڍ هجي ته توکي دانهن ڏيان، پر تنهنجي دانهن توکي ڪيئن ڏيان؟ ڇوڪر جو اهڙو گفتو ٻڌي،بادشاھ جي دل پرجي آئي. اکين ۾ پاڻي اچي ويس. چوڻ لڳو ته:ههڙي بي گناھ ۽ سياڻي نينگر جي کهائڻ کان، آئون پنهنجي لاءِ موت کي پسند ٿو ڪريان ۽ مرڻ بهتر ٿو سمجهان. ائين چئي ڇوڪر جي اکين ۽ نرڙ تي چمي ڏئي، پيار ۽ پاپوھ سان نينگر کي ڇڏي ڏنائين ۽ گهڻائي تحفا ۽ سوکڙيون به ڏنائينس. ڳالھ ٿا ڪن ته هفتي ڪن ۾ بادشاھ به چاڪ چڱو ڀلو ٿي ويو.

ڪنهن داناءَ جو قول آهي ته: نيل نديءَ جي ڪناري تي ڪنهن پيلبان (هاٿيءَ جي مالڪ) چيو پئي، ته ماڪوڙي منهنجي پير هيٺان اچي، يا آئون هاٿي جي پيرن هيٺان اچان، ڳالھ ته ساڳي آهي. هيٺن تي رحم ڪبو، ته پاڻ تي به رحم ٿيندو، ڪر ڀلو ته ٿئي ڀلو.

## جيڪو ٻئي لاءِ کڏ کوٽي

عَمرو بن ليث نالي هڪڙو بادشاھ هو. ان جو هڪڙو غلام وٺائنس ڀڄي ويو. ان کي ٻيا نوڪر چاڪر ڳولي پڪڙي آيا. بادشاھ وٽ هڪڙو وزير ويٺو هو، جيڪو ڀاڄوڪڙ غلام جي مخالف هو. ان بادشاھ کي چيو ته: جيئندا قبلا! اهڙي ڀاڄوڪڙ غلام کي مارائي

ڇڏيو، جيئن ٻين غلامن لاءِ مثال ٿئي. اهو ٻڌي ان غلام بادشاهه کي چيو تہ: سائين! جيئن توهان کي وڻي تيئن ڪريو، آئون غلام ڇا ڪچندس. ”هيءَ ڪميٽي ڪير جيڪا امر کي آڏو ٿئي“ پر منهنجو هڪ عرض آهي تہ آئون توهان جي نعمتن ۾ پليل ۽ توهان جي احسانن ۾ گروي آهيان. منهنجي دل نٿي چاهي تہ توهان منهنجي ناحق خون جي عيوض،قيامت ڏينهن الله جي آڏو جوابدار ٿيو. ان ڪري منهنجي هڪ تجويز آهي. توهان اجازت ڏيو تہ، آئون هن وزير کي قتل ڪري وجهان، پوءِ خون جي بدلي خون واري اصول مطابق، منهنجو مارائڻ توهان لاءِ روا ٿي پوندو ۽ منهنجي مارائڻ جو ڏوهہ توهان تي نہ ٿيندو.

اهو ٻڌي بادشاهہ کان کل نڪري وئي ۽ ان وزير کي چيائين تہ: هاڻي ٻڌاءِ، ڇا صلاح آهي؟ وزير چيو تہ: سائين! الله جو اٺو قسم. پنهنجي مائٽن جي مهابي هن غلام کي آزاد ڪري ڇڏيو. نہ تہ، هي مون کي ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسائيندو. واقعي اڳرائي منهنجي آهي. سياڻن سچ چيو آهي تہ: جنهن جي هٿ ۾ پٿر هجي، ان سان مهاڏو نہ اٽڪاءِ، نہ تہ پنهنجو مٿو ڇٽائيندين. تون جيڪڏهن ٻئي ڏي تير هڻندين تہ، يقين سمجهہ تہ توڏي بہ ڪنهن جو تير آيو ڪي آيو. جيڪو ٻين لاءِ کڏ کوٽيندو، اول ان ۾ پاڻ ڪرندو.

ڪَشي ڪانَ ڪمان مان مِيان مارمَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

## مصيبت ماڻهن کان نہ سمجهہ

ڳالهہ ٿا ڪن تہ:زوزن ولايت جي بادشاهہ وٽ هڪڙو وزير هئو. اهو سخي دل ۽ پيارو ماڻهو هو، جهڙو ظاهر ۾ چڱو هو، تهڙو اندر جو اجرو هو، پر پٺ بہ هرهڪ جو خيرخواهہ هوندو هو. اتفاق سان ان وزير کان ڪو اهڙو ڪم ٿي پيو، جيڪو بادشاهہ کي نہ وڻيو ۽ وزير کي سزا ڏئي قيد ڪٽي ڪرايائينس. ڪيترن عملدارن کي ان پياري وزير جون ڪيل مهربانيون ياد هيون. ان ڪري هرهڪ ان وزير سان نرمي پئي ڪئي. ان سان ڪابہ سختي نہ ڪندا هئا. سڀ سهولتون کيس ڏيندا هئا.

سياڻن سچ چيو آهي تہ: ڪنهن دشمن سان صلح سانت سان رهڻ گهرين تہ، تون ان جي پرپٺ بہ چڱو چؤ. پلي پوءِ هو گلا ڪندو رهي. دشمن جي وات ۾ ضرور اڻ وڻندڙ گفتگو ايندو ۽ تون اهڙا اکر ٻڌڻ نہ چاهين تہ پوءِ دشمن جو وات مٺو ڪندو رهہ!

جن الزامن سبب بادشاهہ هن وزير کي قيد ۾ رکايو هو، انهن مان ڪي الزام ثابت ٿي نہ ٿيا. البت ڪن الزامن جي تحقيق نہ ٿي هئي، جنهن ڪري وزير جيل ۾ ڏکيو سکيو وقت پيو گذاريندو هو.

چون ٿا تہ: پرپاسي جي ڪنهن ملڪ جي بادشاهہ وجهہ وٺي هڪڙو مخفي خط ان وزير ڏي جيل ۾ موڪليو. جنهن ۾ لکيائين تہ: ان بادشاهہ تو جهڙي لائق ماڻهوءَ جو قدر نہ سڃاتو آهي، توهان کي جيل ۾ رکي، هن توهان جي بي عزتي ڪئي آهي، جيڪڏهن الله خير ڪري، توهان کي وٽي ملي وڃي ۽ اسان جي ملڪ ۾ اچي پهچو،تہ اسان توهان جو قدر سڃاڻنداسين ۽ توهان جو مان مرتبو وڌائينداسين. اسان جي ملڪ جا امير-وزير توهان جهڙي بزرگ جي ملاقات لاءِ منتظر ۽ خط جي جواب جي انتظار ۾ آهن.

وزير کي جڏهن اهو خط مليو، پڙهي احوال معلوم ڪيائين. ڪجهہ سوچ ويچار کان پوءِ ان آيل خط جي پٺيان مختصر جواب اهڙو لکيائين، جيئن اتفاق سان خط ظاهر ٿي پوي،تہ بہ ڪا خرابي پيدا نہ ٿئي. ڪنهن خدمتگار کي ان خط جي خبر پئجي وئي. ان وڃي بادشاهہ سان ڳالهہ ڪئي تہ:فلاڻو وزير جنهن کي توهان جيل ۾ بند ڪيو آهي، اهو ٻئي بادشاهہ سان لکپڙهہ پيو ڪري. اهو ٻڌي بادشاهہ تپي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ جاچ جو حڪم ڏنائين. ماڻهو موڪليائين، جيئن خط کڻي ويندڙ قاصد کي وات تان پڪڙي وٺس وٺي اچن. قاصد کي حاضر ڪيو ويو، پوءِ بادشاهہ خط کولي پڙهيو، ان ۾ هيئن لکيل هو:

جنابا! توهان صاحبن جو منهنجي بنسبت جيڪو سهڻو گمان آهي، سو چڱو آهي ۽ اهو منهنجي لياقت ۽ فضيلت کان مٿي آهي. ان لاءِ توهان جي مهرباني. توهان ايڏانهن اچڻ جي دعوت ڏني آهي، پر اهڙي دعوت قبولڻ ناممڪن آهي. ڇو تہ آئون هن خاندان جو پاليل غلام آهيان.

زماني جي ڦوري گھٽي گردش سبب آئون پراڻي محسن سائينءَ سان بي وفائي نٿو ڪري سگھان. جنھن جي هٿ جو مٺو ڪائبو آهي، ان جي هٿ جو ڪڙو نہ ٺوڪاربو آهي. جنھن کي ڪرين سائين، تنھن سان سينا کھڙا ساھين. ڪنھن بزرگ چيو آهي تہ:

پريان سندي پار جي مڙئي مٺائي،
ڪانھي ڪڙائي چکين جي چيت ڪري.

بادشاھہ کي خط پڙھڻ سان وزير جي حق شناسي ڏاڍي وڻي ۽ ڏاڍو خوش ٿيو، ان مھل ئي وزير کي جيل مان ٻاھر ڪڍرائي، پاڻ وٽ گھرايائين. ڏاڍا انعام اڪرام ڏنائينس ۽ وزير کان معافي گھرڻ لڳو تہ: منھنجي غلطي آهي جو تو جھڙي وفادار کي بيگناھہ تڪليف ڏنم.

وزير عرض ڪيو: اي بادشاھہ سلامت! هي خادم هن حال ۾ بہ توھان جو ڪو قصور نٿو سمجھي. الله تعاليٰ طرفان تقدير ائين هئي تہ مون کي تڪليف پھچي. پوءِ سٺو ٿيو جو، اھڙي تڪلف توھان صاحبن جي هٿان پھتي، ڇو تہ: توھان جا ڪيئي احسان اڳ ۾ ئي هن خادم تي آهن.

سياڻن سچ چيو آهي تہ: توکي جيڪڏھن مخلوق کان ڪا مصيبت پھچي تہ ڏک نہ ڪر! ڇو تہ ڏک سک مخلوق جي هٿ ۾ ناهي. اھو سڀ ڪجھہ الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي. جھڙي طرح تير نڪرندو تہ ڪمان مان آهي، پر داناءُ ماڻھو ڪڏھن بہ ڪمان کان نہ سمجھندو، بلڪہ تير هلائيندڙ کان ئي سمجھندو.

## خدمت جو بدلو

هڪڙي عرب بادشاھہ جي ڳالھہ ٿا ڪن تہ: ان پنھنجي عملدارن کي حڪم ڏنو: فلاڻي خادم جي جيتري پگھار آهي، اڳتي ان کي ٻيڻي پگھار ملڻ گھرجي، ڇو تہ اھو نھايت هڏڏوکي ۽ فرمانبردار آهي. ٻيا نوڪر ڪم ڪار کان ڪڏھن ٽٽائي بہ ويندا آهن. سُست ۽ ٽوٽي آهن ۽ هيءُ سدائين هڪيو حاضر آهي.

اھا خبر ڪنھن درويش کي پئي، تڏھن ان کان دانھن نڪري

وٺي. پڇيائونس: خير تہ آهي؟ دانهن ڇو ڪيئي؟ چيائين تہ: الله وٽ سندس ٻانهن جو قدر بہ ائين آهي، پہ ڏينهن ڪير بادشاهہ جي خدمت ۾ ساجهر سوير حاضر ٿيندو تہ ٽئين ڏينهن ان تي ضرور مهربان ٿي پوندو. الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ بہ ائين آهي. بندگي ڪرڻ واري تي جلد ئي مالڪ مهربان ٿي پوندو. الله جا حڪم قبوليندڙ هر جاءِ تي مان ٿو لهي ۽ بي فرمان خوار خراب ٿو ٿئي. جنهن ڪي الله تعاليٰ سياڻو نمندڙ نرڙ عطا ڪيو آهي، اهو سجدي ۾ ڪڏهن بہ ڪوتاهي نہ ڪندو. الله جي ٻانهپ ۾ هڪيو حاضر رهندو.

## آه غريبان قهر خدائي

هڪڙو هو ڪاٺين جو واپاري، ڏاڍو ظالم هو. غريب ڪاٺير وڏي محنت سان ڪاٺيون ڪري ڪٽي ايندا هئا، هيءُ تور ۾ ۽ حساب ۾ بي ايماني ڪري، ڪاٺيون وٺي رکندو هو. پوءِ شاهوڪارن کي مهانگي اگهہ سان وڪڻي ڏيندو هو. هڪڙو درويش اتان اچي لنگهيو. واپاريءَ کي چوڻ لڳو، تون نانگ چٺبين، جو سڀ ڪنهن کي ڏنگين ٿو. يا تہ چبڙ آهين جو جتي ويهين اتي ويراني ڪرين. ماڻهن سان ايڏو ڏاڍ ٿو ڪرين؟ ڪجهہ خدا جو خوف نٿو ٿيئي؟ ڏرتيءَ وارن سان اهڙي ڏاڍ مڙسي نہ ڪر! متان مظلوم مسڪينن جي آهہ عرش تي اگهامي وڃي.

ان سيٺ کي بزرگ جي نصيحت سان ويتر مٺيان لڳي ۽ منهن ڪٽي ٻئي پاسي ڪيائين. ٻڌو، اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيائين. الله جي قدرت جو هڪ رات رڌڻي مان سيٺ جي گڏ ڪيل ڪاٺين جي انبار کي اچي باهہ لڳي. سندس سڄي مڏي ملڪيت سڙي خاڪ ٿي وئي. پوءِ تہ اهو سيٺ جيڪو نرم گاديلن تي سمهڻ وارو هو، پٽ تي اچي پيو. اتفاق سان ان وقت ساڳيو نصيحت ڪندڙ درويش اتان اچي لنگهيو. ڏٺائين تہ اهو سيٺ پنهنجن دوستن کي چئي رهيو هو: خبر نہ ٿي پوي تہ هيءَ باهہ الائي ڪٿان اچي منهن جي ڪارخاني ۾ لڳي؟ هن درويش بہ نہ ڪئي هر نہ ترم وڏي واڪي چيائينس تہ: اها باهہ مسڪينن جي دل مان نڪتل آهہ سان لڳي اٿئي. توکي اڳ ۾ ئي چوندو هوس تہ: غريبن جي

آهہ کان پيو ڏڄ. ڇو تہ انهن جي اندر جو درد، نيٺ هٿيٰ هڻ ڪندو. جيترو ٿي سگهي، ڪنهن جي دل نہ رنجائجي. ڇو تہ مسڪين جي هڪ آهہ سان سڄو جهان جلي سگهي ٿو.

## عجيب نڪتو

ايران جي بادشاهہ خسرو جي شاهي تاج تي هڪ فارسي بيت لکيل هوندو هو، جنهن جو هي مطلب آهي:

گهڻي عمر گذري گهڻا سال ٿيا، اسان جي هٿن مان گهٽائي ويا،
وڏن کان جو ورثو اسان کي مليو، وري تنهنجا وارث ڪي ٿيندا ٻيا.

## نالائق شاگرد جو قصو

هڪڙو هو پهلوان، ڪشتي لڙڻ جو وڏو ماهر هو. ان کي ڪشتي لڙڻ جا (٣٦٠) هنر ايندا هئا. هر روز ڌار ڌار هنر سان ڪشتي ڪيڏندو هو. ڪير بہ ٻنهي سندس پٺي پٽ نہ لڳائي سگهندو هو. اتفاق سان هو هڪڙي شاگرد تي گهڻو مهربان ٿي پيو. ان کي (٣٥٩) هنر ڪشتيءَ جا سيکاريائين. باقي هڪڙو هنر ان شاگرد کان لڪائي رکيائين، اصل نہ سيکاريائينس.

قصو ڪو تاهہ، اهو نوجوان شاگرد جهڙو هو بدني طاقت ۾ پهلوان، تهڙو ڪشتيءَ جي فن ۾ ماهر ٿي پيو. مُلڪان مُلڪ ان جو نالو مشهور ٿي ويو. ان سان مقابلي ڪرڻ جي ڪنهن کي بہ جرئت نہ ٿيندي هئي. نڪو ڪير ان کي دسي سگهندو هو. نتيجو اهو نڪتو جو اهو جوان تانءَ ۾ پرجي ويو ۽ هڪڙي ڀيري بادشاهہ وٽ ٻٽاڪ هڻي چوڻ لڳو تہ: ڪوبہ ماءُ جو پٽ مون کي نہ سجهي، جيڪو منهنجي پٺي پٽ لڳائي سگهي. منهن جو استاد بہ بزرگيءَ ۽ استاديءَ جي ڪري سائين آهي. باقي طاقت ۾ آئون ان کان گهٽ نہ آهيان. ڪشتيءَ جي فن ۾ ان جي برابر آهيان.

بادشاهہ کي هن نوجوان جي ٻٽاڪ نہ وڻي. سو اعلان ڪيائين تہ: هن جو سندس استاد سان ڪشتيءَ جو مقابلو ٿيڻ گهرجي. مقابلي لاءِ هڪڙو ڪشادو ميدان تيار ڪيو ويو. استاد ۽ شاگرد جي مقابلي ڏسڻ

لاءِ ماڻهن جا راڄ اچي گڏ ٿيا. امير وزير ۽ ملڪ جا ڀيا پهلوان سڀ اتي پهچي ويا. جنهن به هن مقابلي جو احوال ٻڌو پئي، اهو اتي کهي آيو پئي.

هيءُ نوجوان مست هاٿيءَ وانگر لڏندو اچي ميدان ۾ پهتو. ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو ته ڪو لوهه جو جبل هجي ها،ته به هي نوجوان پهاڙ کي پاڙان پٽي اڇلائي ڇڏي ها. استاد ڏٺو ته هي نوجوان طاقت ۾ مون کان مٿي آهي. ان ڪري ڪشتيءَ جي ان لڪايل فن کي ڪم آندائين. جنهن جي تارڻ جي نوجوان کي سڌ ئي نه هئي. هن اهو فن ڏٺو ئي نه هو، نه ڪو سندس خيال ۾ ئي هو. ان ڪري جهوني استاد ٻنهي هٿن سان نوجوان کي زمين تان مٿي کنيو ۽ گهمائي، پٽ تي ڪٽي اڇلايائينس. تماشبينن طرفان واهه سائين واهه جو هل ٿي ويو.

پوءِ بادشاهه ان استاد کي ڪيترائي انعام اڪرام ڏنا ۽ هن جُوان شاگرد کي جٺ ڦٽ ڪيائين ته: پنهنجي استاد سان برابريءَ جي هام هنئي ۽ پڇي به نه سگهئين؟ نوجوان پهلوان چيو ته: جيئندا قبلا! استاد مون کي طاقت ۾ نه ماريو آهي، پر ڪشتيءَ جو هڪڙو فن سڄي عمر مون کان لڪائي رکيائين. اڄ ان جي وسيلي مون کي ماري ويو. استاد چيو ته: اهو هنر اهوڪي ڏينهن لاءِ لڪائي رکيو هوم. ڇو ته سياڻن چيو آهي ته: دوست کي به ايتري طاقت نه ڏي، جو جيڪڏهن سياڻي تنهنجو دشمن ٿي بيهي ته تون پڇي نه سگهينس. ائين هڪڙي استاد پنهنجي ٻالڪي کان تڪليف ڏٺي، پوءِ چيائينس: ٻڌو نه اٿئي؟ ته هڪ همراهه کي پنهنجي هٿن سان پاليل شخص طرفان ڪو ڏک پهتو. تڏهن درد مان چيائين: يا ته هن دنيا ۾ وفاداري آهي ئي ڪانه. يا آهي پر هن زماني ۾ ڪير ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. جنهن کي تير هڻڻ مون سيکاريو، انهيءَ ئي مون تي تير وسايا، سي ئي سيل ٿيام، جيڪي پاڻ پڙهايام.

## بي طمع درويش

هڪڙو هو درويش. ان دنيا جي ڏنڌن کي ترڪ ڪري، وڃي بيابان وسايو. سيني ڪان ڌار ٿي، اڪيلو رهڻ لڳو. هڪ دفعي ان ملڪ

جو بادشاهہ اتان اچي لنگهيو. جيئن تہ بي طمع ماڻهوءَ کي کنهن جي کاڻ ناهيءَ ان کري درويش،بادشاهہ جي اچڻ جي کابہ پرواهہ نہ ڪئي. هٿ ڏيڻ ۽ سلام ڪرڻ لاءِ بہ نہ آيو. هو عبادت ۾ مشغول رهيو. بادشاهہ کي ڏاڍي مٺيان لڳي. چوڻ لڳو: هي گودڙي پوش فقير ڪنهن ماڻهپي ۾ ئي ڪونهن. اهي صفا ڍورن وانگر آهن، جن کي ڪنهن چڱي مٺي جي ڪا شناس ئي ناهي.

هڪڙو وزير ان درويش وٽ ويو. چيائينس تہ: اي فقير! ملڪ جو بادشاهہ هت تنهنجي پرسان آيو تہ ہ وکون ڪٽي سلام ڪرڻ بہ ڪونہ وئين؟ ان کي هٿ ڏيڻ کان بہ وئين. درويش چيو تہ:اي وزير! بادشاهہ کي وڃي چئو تہ: ان کي سلام ڪرڻ اهو وڃي، جنهن کي منجهس ڪا طمع هجي. اجا بہ ڏک تہ مون کي ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ بادشاهہ رعيت جي سنڀال لاءِ هوندو آهي. انهن جو ڌنار آهي، ڌنار کي ڌڻ جي سارسنڀال لهڻي آهي. ڌڻ سندس سلام ڪري يا نہ ڪري.

درويش چيو تہ: اڄ جهان ۾ ڏس تہ ڪي خوشيءَ ۾ آهن تہ ڪي غم ۾ آهن. هت تہ ڪٿي اوچ نيچ جا فرق ماڻهن بنايا آهن. پر تون ڏسندين تہ مرڻ ۾ ڪو فرق ناهي، هرهڪ کي مٽيءَ جو مهمان ٿيڻو آهي. پوءِ اتي قبر ۾ امير، غريب، بادشاهہ ۽ فقير جو ڪو تفاوت ڪونهي. هاڻي ٻڌاءِ تہ، آئون بادشاهہ وٽ نہ ويس تہ ڇا ٿي پيو؟

وزير اهي احوال بادشاهہ کي ٻڌايا. ان کي درويش جا گفتا وڻيا ۽ درويش وٽ پهچي چيائينس تہ:ڪو حڪم احڪام هجي تہ چئو، ڪو مطالبو هجي تہ آئون مڃان. درويش چيس تہ: منهنجو مطالبو هيءُ آهي تہ اڳتي مون وٽ هت اچي،مون کي تڪليف ۾ نہ وجهندا ڪريو؟ وري بادشاهہ چيس تہ: ڪا نصيحت ڪريوم. درويش چيو: بادشاهہ سلامت! الله جي عطا ڪيل نعمتن جو قدر ڪري، انهن کي صحيح طرح استعمال ڪر! ڇو تہ ملڪ ۽ مال سڀ عارضي آهن. اجهو ٿا توکان ڪسجن. انهن مان آخرت جو ثمر تيار ڪر!.

## خدا جو خوف وڏي وٿ آهي

ذوالنون نالي مصر جو هڪ مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي. ان وٽ ڪنهن بادشاهہ جو هڪڙو وزير آيو. چيائين تہ: سائين! دعا لاءِ آيو آهيان، جو رات ڏينهن بادشاهہ سلامت جي خدمت ۾ رهان ٿو. ان جي احسان ۽ رضامنديءَ جي اميد رکندو آهيان ۽ دل ۾ سدائين اهو خوف رهندو اٿم، تہ متان ڪنهن ڳالهہ تان بادشاهہ ڪاوڙجي پوي. ذوالنون مصري اهو ٻڌي، اچي روئڻ ۾ ڇتڪيو. پوءِ چيائين: جهڙو تنهنجو حال بادشاهہ آڏو آهي، آئون جيڪڏهن ائين پنهنجي پالڻهار سان تعلق رکان، تہ جيڪر سچن ٻانهن جي قطار ۾ شمار ڪيو وڃان.

سياڻن جو چوڻ آهي تہ: جيڪڏهن ڪنهن درويش کي هن دنيا جي ڏک سک جي پرواهہ نہ هجي، تہ جيڪر عرش تي ان جا قدم هجن ۽ جيڪڏهن وزير ايترو الله کان ڊڄي، تہ جيڪر ملائڪن جي قطار ۾ شامل ٿي وڃي.

## ڪاوڙ ڪائڻ ڀلو ڪم آهي

هڪڙو هو بادشاهہ. ان ڪنهن ڏوهاريءَ کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ان ماڻهوءَ، بادشاهہ کي عرض ڪيو تہ: سائين! توهان جي جيڪا مون تي ڪاوڙ آهي، ان جي ڪري توهان پنهنجي لاءِ ويل نہ وهايو. ڇاڪاڻ تہ مون کي ڪٽي مرڻ مهل گهڙي ڪن تڪليف ٿيندي، پر توهان تي مون کي مارائڻ جو گناهہ هميشہ لاءِ لڪجي ويندو.

جهان ۾ ڏک توڙي سک، هوا جي جهوٽي وانگر ايندا ۽ ويندا آهن ۽ ظالم ائين نہ سمجهي تہ مون مظلوم تي ظلم ڪيو آهي، پر هن اهو بار پنهنجي مٿي تي ڪنيو آهي. بادشاهہ کي ڏوهاريءَ جي نصيحت پسند اچي وئي ۽ معافي ڏئي ڇڏي ڏنائينس.

## ڏينهن جو تارا ڪتيون

نوشيروان بادشاهہ وٽ سندس وزيرن، ڪنهن مسئلي بابت صلاحون پئي ڏنيون. هرهڪ پنهنجي عقل ۽ سمجهہ آهر مشورو پئي ڏنو ۽ بادشاهہ

به پنهنجي راءِ ٻڌائي، جيڪا سيني وزيرن جي صلاح کان ڀتڙ هئي. اتي بزرجمهر نالي هڪڙو سياڻو وزير به هئو. ان بادشاهه جي راءِ جي پٺڀرائي ڪئي. پوءِ ٻين وزيرن پڇيس ته: هيترن سياڻن وزيرن جي صلاح جي ابتڙ تون بادشاهه جي راءِ سان شامل ڇو ٿئين؟ ڪهڙي مصلحت ڏٺئي؟ جواب ڏنائين ته: مسئلو آهي منجهيل، اڳتي نتيجو الائي ڪهڙو نڪري؟ توهان وزيرن جون صلاحون درست ٻيهن الائي نه؟ ان ڪري مون پاسو ئي بادشاهه وارو ورتو. هاڻي جيڪڏهن نتيجو بادشاهه جي ابتڙ نڪتو ته به مون کي ڏوراپو ڪونه ڏيندو. ڇو ته آئون ساڻس شامل راءِ ٿيس.

سياڻن چيو آهي ته: بادشاهه جي مخالفت ڪرڻ، پنهنجي رت سان راند ڪرڻ برابر آهي. ان ڪري جيڪڏهن بادشاهه ڇٽي ڏينهن کي رات چوي، ته سياڻي کي گهرجي ته هيئن چوي: سائين! اجهي تارا هي بيٺا آهن ۽ ڪَتي هِتان اپريل آهي. ٽيڙو هيڏانهن آهن.

## ڪوڙي ماڻهوءَ جو قصو

هڪڙو هو ٺڳ ماڻهو، وڏا وار رکيل هئس. ان بادشاهه جي دربار ۾ اچي دعويٰ ڪئي ته: آئون علوي (يعني حضرت علي رضي الله عنه جي اولاد مان) آهيان، حج تان موٽيل قافلي سان گڏ شهر ۾ آيو هو. چيائين پئي ته: آئون حج ڪري هاڻي موٽيو آهيان. بادشاهه جي آڏو هڪ قصيدو (نظم) اچي پڙهيائين ۽ چيائين ته: اهو نظم منهنجو ٺاهيل آهي. بادشاهه ان کي گهڻي عزت ڏني ۽ انعام اڪرام بخشيائينس.

ايتري ۾ بادشاهه جو هڪڙو وزير، جيڪو تازو سفر تان موٽيو هو. ان اٿي چيو ته مون هن ماڻهوءَ کي عيدالاضحيٰ واري ڏينهن بصري شهر ۾ ڏٺو هو. ان مان معلوم ٿيو ته حج تي ويو ئي ڪونه هو. اتي ڪچهريءَ ۾ ويٺل ٻئي ماڻهوءَ اٿي چيو ته: آئون هن کي سڃاڻان. هي مالٽا جو ويٺل آهي ۽ فلاڻي عيسائيءَ جو پٽ آهي. اهو ٻڌي يقين ڪيائون ته علوي هرگز نه آهي ۽ جيڪو قصيدو پڙهيائين ۽ دعويٰ ڪيائين ته منهنجو جوڙيل آهي، اهو نظم ديوان انوريءَ ۾ ليي پيو. يعني اها دعويٰ به ڪوڙي نڪري پيس.

بادشاهه حڪم ڏنو تہ: هن نامراد اسان جي درٻار ۾ پير ٻڌي هيڏا ڪوڙ هڻيا آهن. ان ڪري هن کي مارموچڙو ڪري، شهر مان تڙي ڪڍوس. اهو ٻڌي هيءُ دولابي ماڻهو اٿيو ۽ چوڻ لڳو: جيئندا قبلا! اجا هڪڙي ڳالهہ چوان ٿو، اها ٻڌو! پوءِ جيڪڏهن اها بہ ڪوڙي هجي تہ جيڪا سزا وڻيوَ،اها مون کي ڏجو. بادشاهہ چيو: چڱو! چا ٿو چوين؟ هن چيو:

ڪو غريب ماڻهو توهان جي خدمت ۾ لسيءَ جو وٽو آڻيندو تہ ضرور ان ۾ ٻيٽو پاڻي وجهي ڪٽي ايندو. توهان سچ پڇو تہ ان وانگر گهڻو گهمندڙ ماڻهو ۽ جهان ۾ رلندڙ، ڪوڙ بہ گهڻو ڳالهائيندو. (اسان رولاڪن جي دل ۾ نہ ڪجو).

اهو ٻڌي بادشاهہ کان ٽهڪ نڪري وِيو، چيائينس تہ: تو سچي عمر ۾ اڄ ئي سچ ڳالهايو آهي. پوءِ حڪم ڏنائين تہ:جنهن دان جي اميد رکي،هو ڪَهي هت پهتو آهي، اها بخشش هن کي ڏيو تہ فقير رمندو رهي.

## هارون رشيد جو انصاف

عباسي خليفي هارون رشيد جي هڪڙي پٽ، پيءُ وٽ دانهن ڏني تہ بابا! مون کي فلاڻي سپاهيءَ جي پٽ، ماءُ تي گاريون ڏنيون آهن. ان وقت شهزادي کي ڏاڍي ڪاوڙ چڙهيل هئي. هارون رشيد پنهنجن وزيرن کان پڇيو تہ: ان گارين ڏيندڙ کي ڪهڙي سزا ڏجي؟ پوءِ ڪنهن چيو: ان کي قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ ڪنهن چيو تہ: ان جي گار ڳيڻ واري جڀ ڪپي ڇڏجي، ڪنهن چيو تہ: ڏنڊ وجهي ان کي مُلڪ مان تڙي ڇڏجي.

هارون رشيد پٽ ڏانهن نهاري چيو: اي پٽ! سڻو تہ ائين آهي جو گارين ڏيندڙ کي معاف ڪري ڇڏ! پر جيڪڏهن ڪاوڙ گهٽي هجي ۽ معافي نٿو ڏئي سگهينس، تہ پوءِ جيتريون گاريون هن ڏنيون آهن، تون بہ اوتريون گاريون ڏئينس. پر خبردار! متان ڪا وڌيڪ گار ڏينس، پوءِ تون ان آڏو جوابدار بنجي پوندين ۽ هو فريادي ٿي پوندو.

(حديث ۾ آهي حضور جن فرمايو تہ بهادر اهو ناهي،جيڪو ٻئي کي ڪُشتيءَ ۾ دسي وجهي، پر بهادر اهو آهي جيڪو ڪاوڙ کائي

وجي). (ڪاوڙ وقت آپي کان ٻاهر نڪري نہ وڃي).

## چڱائي ڪرڻ چڱي آهي

ڪن بزرگن سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سفر پئي ڪيم. اسان جي پٺيان ايندڙ هڪڙي ٻوڙي (ننڍي ٻيڙي) اونڌي ٿي پئي. ان ۾ چڙهيل ٻہ ڀائر هڪڙي ڪُن ۾ وڃي پيا. اسان جي سائين مان هڪڙي بزرگ، ملاح کي چيو تہ: هنن ٻنهي کي سلامت ڪڍي اچ، تہ توکي هرهڪ جي عيوض پنجاهہ دينار ڏيندس. ملاح پاڻيءَ ۾ ٽپي پيو ۽ هنن ٻن مان هڪڙي کي سلامت ڪڍي آيو ۽ ٻيو ويچارو ٻڏي ويو. اتي مون ملاح کي چيو تہ: هن ويچاري جا ڏينهن پڇي آيا هئا. وڏيڪ عمر نہ هئس، ان ڪري تو ان جي ڪڍڻ ۾ دير ڪئي ۽ هن کي اڳ ۾ ڪڍي آئين. اهو ٻڌي ملاح کليو. چيائين تہ: سائين! توهان جيڪي چيو،اهو بہ صحيح آهي، پر اجا ٻيو سبب هو. پڇيومانس: اهو ڪهڙو؟ هن چيو تہ: هن کي بچائڻ لاءِ منهنجي دل گهٽي چڪ ڪاڏي، ڇو جو هڪڙي ڀيري ڪنهن رڻ پٽ ۾ پنڌ ڪندي ٿڪجي پيو هوس،تہ هيءُ مون کي پنهنجي اٺ تي چاڙهي وٺي آيو ۽ ٻئي جي هٿان ننڍي هوندي ڇهبڪ ڪاڌو هوم. ملاح جو اهو گفتو ٻڌي هيءَ آيت پڙهيم.

مَن عَمِلَ صَالِحا فَلِنَفسِهِ وَمَن اساءَ فَعَلَيهَا

جيڪو ڪا چڱائي ٿو ڪري،تہ پنهنجي لاءِ ٿو ڪري ۽ ڪ برائي ٿو ڪري،تہ بہ پنهنجي لاءِ ٿو ڪري. سياڻن سچ چيو آهي تہ: ڪنهنجي دل نہ ڏکوءِ، نہ تہ تون بہ ڏکيو ٿيندين. تون ڪنهن ضرورتمند جي ڪم ايندين، تہ سياڻي ٻيا بہ توکي ضرورت وقت ڪم اچي سگهندا.

## شال نہ وڃي شان

ٻہ ڀائر هوندا هئا. جن مان هڪڙو بادشاهہ جي نوڪري ڪندو هو ۽ ٻيو پنهنجي هٿن سان پورهيو ڪري پيو پيٽ پاليندو هو. نوڪري ڪرڻ وارو شاهوڪار ٿي ويو هو. هڪ ڏينهن ان پنهنجي غريب ڀاءُ کي چيو تہ: تون بادشاهہ جي نوڪري ڇو نہ ٿو وٺين. اجايو پيو پورهيو

ڪري،پاڻ کي تڪليف ۾ وجهين ۽ پگهر پيو ڳاڙين. اهو ٻڍي پورهيت ياءُ چيس تہ: تون محنت مزدوري ۽ پورهيو ڇو نہ ٿو ڪرين؟ جو ٻين آڏو ٻانهون ٻڌيو،سائين!سائين! پيو ڪرين. سياڻا چوندا آهن تہ: سون جو پٽو چيلھ سان ٻڌي، ٻين آڏو نوڙي، سائين سائين ڪرڻ ڪان، پورهئي سان حاصل ڪيل رکي روٽي بهتر آهي.

ڪنهن داناءُ چيو آهي تہ: هٿن سان چونو (سيڙهي) پاٽيءَ ۾ پسائي مهٽڻ جنهن سان هٿ ڇلجي پون، هزار دفعا ڀلو، جو ڪنهن امير آڏو هٿ ٻڌي بيهجي يا هٿ ٽنگجي. اي ياءُ! جيتوڻيڪ سڄي عمر هن ڳڻتيءَ ۾ گذرندي آهي تہ اونهاري ۾ ڇا کائجي ۽ سياري ۾ ڪهڙو اوڇڻ ڍڪجي، پر پوءِ بہ پاڻ کي چوندو آهيان تہ: اي پٽيا پيٽ! رکي سکي روٽيءَ تي راضي رهہ، پر ڪنهن جي آڏو جهڪي، ذليل نہ ٿجانءُ. ڀلي بک پرم جي، شال نہ وڃي شان.

## موت نہ آهي مٺو

چون ٿا تہ: ڪنهن ماڻهوءَ نوشيروان عادل بادشاهہ کي وڃي مبارڪ ڏني تہ توهان جو فلاڻو دشمن مري ويو. نوشيروان چيس تہ: مون کي اها خبر ٻڌاءِ تہ آئون هميشہ رهندس؟ پوءِ چيائين تہ: دشمن جي مرڻ تي خوشي نہ ڪجي، ڇو تہ موت مٺو نہ آهي، اڄ هن وٽ سياڻي پاڻ وٽ بہ پهچندو. هميشہ جيئڻ لاءِ ڪير بہ نہ آيو آهي.

## بزر جمهر وزير جي سياڻپ

نوشيروان بادشاهہ جي دربار ۾ وزيرن ڪنهن مسئلي بابت بحث پئي ڪيو. وڏو وزير بزرجمهر اتي ماٺ ڪيو ويٺو هو. پڇيائونس تہ توهان هن اهم بحث ۾ حصو نٿا وٺو؟ ڪجھ نٿا ڪُڇو؟ هن وراڻيو تہ وزير آهن طبيبن وانگر، جيسين ڪنهن کي بيمار نہ ڏسندا، تيسين دوا نہ ڏيندا. هتي بہ آئون ڏسان پيو تہ توهان صحيح پيا ڳالهايو، تہ پوءِ هرويرو وچ ۾ ٽپي پوڻ،سياڻپ جي خلاف آهي. جتي ضرورت نہ هجي، اتي ڳالهائڻ نہ گهرجي. البت جتي ڏسجي تہ واٽ سان نابين وڃي پيو ۽

سندس آڏو کوهه يا کڏو آهي، جنهن ۾ هن جي ڪري پوڻ جو خطرو آهي، ته اهڙي وقت ۾ ماٺ ڪري ويهڻ گناهه آهي.

## عقل تي رزق ناهي

ڳالهه ٿا ڪن ته جڏهن خليفي هارون رشيد مصر جو ملڪ فتح ڪيو، تڏهن چيائين ته مصر جو جيڪو به حاڪم ٿيو آهي، ان خدائيءَ جي دعويٰ پئي ڪئي آهي، پاڻ کي فرعون پئي سڏايوآهي، هاڻي ان ملڪ تي اهڙي ماڻهوءَ کي گورنر ڪندس، جيڪو صفا سادو ۽ گهٽ درجي وارو هوندو.

خصيب نالي هڪڙو ڪارو غلام هئو، ان کي ڪٽي مصر جو گورنر ڪيائين. چون ٿا ته اهو اهڙو سادو هئو جو، مصر جي هارين جي هڪڙي وفد وٽس هيءَ شڪايت آندي ته اسان ڪپهه جو فصل پوکيو هو، پر اڻ مندائتي مينهن پوڻ سبب فصل تباهه ٿي ويو. خصيب چيو ته ڊل معاف نه ٿيندي جو توهان جو ڏوهه آهي. ڪپهه جي بدران پشم جو فصل پوکيو ها، ته خراب نه ٿئي ها. اهو حال ڏسي ڪنهن سياڻي چيو:

عقل تي رزق هجي ها،ته ويچارا بي عقل بک مري وڃن ها. پر الله ڪريم آهي، جو نادان کي رزق ائين ٿو پهچائي، جو داناءَ حيرت ۾ هوندا آهن. بخت ڀاڳ ۽ دولت، هنر سان هٿ نه آهي. اها ورهاست رب طرفان ٿيندي آهي. ڪيترا دفعا ڪيمياگر ڪجهه نه ملڻ سبب رنج هوندو آهي، ته ڪڏهن اڻ ڄاڻ کي سچ مان گنج خزانو ملي ويندو آهي. جهان ۾ ڪيترا دفعا هيئن به ڏٺو اٿئون ته: بي عقل کي وڏو عهدو ملي ويندو آهي ۽ دانا پيو،دربدر ڀٽڪندو آهي.

جنين ڏاند نه ٻج، تنين تنهنجو آسرو،
پوءِ اپارين سچ، اول ڏين انهن کي.

## نشئي بادشاهه جو قصو

هڪڙو هو بادشاهه، ان وٽ چين ولايت جي هڪ سهڻي ٻانهي هوندي هئي. بادشاهه جي ان سان ڏاڍي دل هوندي هئي. هڪ ڏينهن

بادشاهہ نشي جي حالت ۾ ٻانھيءَ سان ملڻ جي طلب ڪئي، پر ٻانھيءَ انڪار ڪيو. بادشاهہ کي ڏاڍي مٺيان لڳي ۽ نشي سبب ڪاوڙ ۾ اها ڇيني ٻانھي، هڪڙي ڪاري حبشيءَ کي ڏئي ڇڏيائين. ڪارو اهڙو بدشڪل هو، جو ان جو مٿيون چپ نڪ کان مٿي چڙهيل هو ۽ هيٺيون چپ ڪاڍيءَ تائين لڙڪيل هوس. شڪل اهڙي هئس جو ڪو جن يا ديو ڏسيس ها، تہ بہ ڊڄي پڃي وڃي ها. ان جي بغلن مان ڇڻ گندرف پئي ٽميو.

مطلب تہ جيئن حضرت يوسف عليہ السلام تي سونهن ختم آهي، تيئن هن حبشيءَ تي ڪوجهائپ ختم هئي. ڳالهہ ڪرڻ کان ٻاهر هئي ۽ گدلو اهڙو هو، جو ڇڻ اُس ۾ مردار ڍور پيو آهي.

چون ٿا تہ: ڪارو حبشي ٻانھيءَ کي پاڻ سان وٺي هليو ويو. ان مهل ئي وڃي زال بنايائينس. صبح جو بادشاهہ جا نشا لٿا تہ ٻانھي پاڻ وٽ نہ ڏٺائين. ماڻهن ٻڌايس تہ:توهان نشي جي حالت ۾ فلاڻي شيديءَ کي ٻانھي ڏئي ڇڏي. ڪاري حبشيءَ جي بہ الله ٻڌي، سو ان وقت ئي ٻانھيءَ کي وٺي وڃي زال بنايائينس. اهو ٻڌي بادشاهہ اڃي ڪاوڙيو، چوڻ لڳو تہ: ان ٻانھيءَ ۽ حبشيءَ کي ٻڌي جيل اماڻيو وڃي.

اتي هڪ وزير نيڪ ضمير ويٺو هو. ان اٿي باادب عرض ڪيو تہ: جيئندا قبلا! ان ۾ ويچاري حبشيءَ جو ڪهڙو ڏوهہ؟ جڏهن تہ توهان ڪيترن ماڻهن کي پيا نوازيندا آهيو. حبشيءَ بہ توهان جي نوازش ئي سمجهي. هن کي ڪهڙي خبر تہ هي عنايت آهي يا امانت آهي؟ بادشاهہ چيو تہ: حبشي رڳو هڪ رات ڍر ڪري ها ۽ انتظار ڪري ها تہ ڇا ٿئيس ها؟ ان جي عيوض آئون ٻانھيءَ جي قيمت کان مٿي ڏئي ڇڏيانس ها. وزير چيو تہ: سائين! توهان بلڪل صحيح ٿا چئو، پر سياڻا چوندا آهن: ڪو اڄ جو اوساٽيل ماڻهو، ڪنهن پاڻيءَ جي چشمي تي پهچندو تہ اهو پاڻي پيئڻ کان ڪيئن مڙندو؟ سخت اڃ سبب اهو جهنگ جي جانورن کان بہ نہ ڊڄندو. پاڻيءَ ۾ ڪٽي ٻوٽ ڪوڙيندو يا ڪو بي دين بک ۾ بيحال ٿي پوي ۽ ان کي ڪٿي اڪيلو دسترخوان ڪاڏي سميت هٿ اچي وڃي تہ اهو بڪيو، هيءَ نہ پڇندو تہ رمضان جو مهينو تہ ڪونهي؟

بادشاهہ کي وزير جو اهو سخن پسند آيو. چيائين تہ: حبشيءَ کي تہ بخشيم. هاڻي ٻانهيءَ جو ڇا ڪجي؟ وزير چيو تہ: ٻانهي وري حبشيءَ کي بخشي ڇڏ. ڇو تہ ان جي اوبر اهو ئي واپرائي. سياڻا چوندا آهن تہ: جيڪو ماڻهو ناپسند جاءِ تي ويندڙ هجي، ان سان تون دوستي پسند نہ ڪر! اجايل انسان جي دل، اهڙي پاڻيءَ پيئڻ تي نہ ورندي، جيڪو ڪنهن گدلي ماڻهوءَ اوبر ڪري بچايو هجي.

## بادشاهي ڪرڻ جا اصول

بادشاهہ سڪندر روميءَ کان پڇيائون تہ: هي الهندي اپرندي جا ملڪ ڪيئن فتح ڪيئي؟ تو کان اڳ ۾ ڪيئي بادشاهہ گذريا، جن کي خزاني ۽ لشڪر جي ڪا ڪمي ڪانہ هئي، پر انهن کي اهڙيون سوڀون حاصل ڪونہ ٿيون. سڪندر چيو: الله جي فضل سان جيڪو بہ ملڪ فتح ڪندو هوس، تہ اتي جي رعيت کي نہ آزاريندو هوس ۽ اڳين بادشاهن جي ڪيل سڏارن کي برقرار رکندو هوس. انهن جي گلا نہ ڪندو هوس. چوندا آهن تہ:جيڪو وڏن جو نالو بدنام ڪندو، ان کي ڪير بہ چڱو نہ چوندو. هي بخت ۽ تخت سڀ ڇڏڻ ڏينهن جو ڇڻڪو آهي. اڳين جو نيڪ نالو تون ياد رک، تہ تنهن جو نالو بہ جڳ ۾ جيئرو رهي.



باب پيو

# درويشن جي اخلاقن بابت

## اندر جي خبر الله کي

کنهن بزرگ شخص، هڪڙي درويش کان پڇيو ته: فلاڻي عبادت گذار نيڪ ٻانهي جي باري ۾ ماڻهو ابتيون سبتيون ڳالهيون پيا ڪن. تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟ درويش وراڻيو ته:آئون ان جي ظاهر ۾ ڪو عيب ڪونه ٿو ڏسان. باقي ان جي ڳجهه جي خبر الله کي آهي. آئون هيئن چوندس ته: جنهن جو ظاهر چڱو ڏسجي، ان کي چڱو چئبو. جو ته اسان کي ان جي اندر جي ڪهڙي خبر؟ پهريدار به گهر جي ٻاهران ئي ڏسندو. اندر سان ان جو ڪهڙو واسطو؟

## تون پارس آئون لوهه

هڪڙي درويش کي ڏٺم جو ڪعبي شريف جي چائٺ تي منهن رکي روئندي هيئن پئي چيائين: اي غفور! اي رحيم! تون ڄاڻين ٿو ته مون جهڙي ظالم ۽ جاهل کان ڪهڙا نيڪ ڪم ٿيا هوندا. آئون اقراري آهيان ته ڪيئي قصور ڪيم. عبادت کان ڪوتاهي ڪيم. ڪو چڱو ڪم نه سجهيم جيڪو ٻڌايان. گنگهار گناهن کان توبهه ڪندا ۽ بزرگ به پنهنجون اوڻايون ۽ قصور قبول ڪندا آهن.

اي منهنجا مالڪ سائين! جن عبادت ڪئي هوندي، اهي ئي عبادت جو اجورو گهرندا، جيئن سوداگر پنهنجي مال جي قيمت گهرندا آهن. آئون تنهنجو ٻانهڙو آهيان، رڳو اميد جي جهولي ڪڻي حاضر ٿيو آهيان،

نہ اٿم عبادت وارو وکر، جنهن جو اجورو گهران. نکو ڪا اطاعت ئي ڪيم. منهنجو اباڻو عرض آهي تہ: منهنجي بيوڙائيءَ ڏي نہ ڏس، تون پنهنجو وڙ ڪر. مون پنهنجو سِرُ اچي تنهنجي در تي رکيو آهي. هاڻي معاف ڪرين يا سِرُ وٺين، جيئن وڻئي تيئن ڪر!

ٻيو هڪڙو سائل ڪعبي جي در تي ڏٺم، جيڪو روئي بہ پيو ۽ دعا بہ گهري پيو: اي منهنجا سائين! آئون اٺين نٿو چوان تہ منهنجي عبادت قبول ڪر، پر عرض هيءُ آهي تہ: منهنجي خطائن کي معاف ڪر!

ڪنهن ٻئي درويش چيو پئي: مولا جي ملڪ ۾ هر قسم جا ماڻهو آهن. اي نيڪ انسانو! اسان جي عيبن ڏي نہ ڏسو. اسان آهيون فقير پينو. الله جي آڏو بہ پني معافي وٺنداسين، ڇو تہ پنڻ جا هيراڪ آهيون.

## حضرت پيران پير رحمة الله عليہ جي دعا

حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليہ کي ڏٺائون تہ ڪعبة الله جي حرم ۾ پٿرين تي منهن رکيو هوس ۽ چيائين پئي: اي منهنجا رب! مونکي معاف ڪر! ۽ جيڪڏهن آئون عذاب جي لائق آهيان، تہ قيامت جي ڏينهن مونکي نابين ڪري اٿارجانءِ، جيئن نيڪن آڏو شرمسار نہ ٿيان. اي منهنجا رب! منهنجو نماڻو عرض آهي تہ: مون کي پنهنجي رحم ۽ ڪرم کان نہ وسارجانءِ!

## فقير جي گهر ۾ چور

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: هڪڙو چور ڪنهن فقير جي جهوپڙيءَ ۾ چوري ڪرڻ آيو. هيڏي هوڏي گهڻئي هٿوراڙيون هنيائين. ڪجهہ هٿ نہ آيس، فقير جي جهوپڙيءَ ۾ ڏينهن ڏٺي جو گهر ڏٺيءَ کي ئي ڪجهہ نہ ليندو هو، سو رات جو چور کي ان مان ڇا ملندو. ڀلا هٿ ڪجهہ هجي تہ هٿ بہ اچيس؟ پوءِ تہ چور مايوس ٿي موٽڻ لڳو. اهو لقاءُ گهر ڌڻي فقير ڏٺو پئي، ان ڇا ڪيو جو، جنهن رليءَ تي ستل هو اها ڪڍي چور جي آڏو اڇلايائين، جيئن هو خالي نہ موٽي.

سياڻن جي واتان ٻڌندا آهيون تہ: چڱا ماڻهو، دشمن جي دل بہ

نہ ڏکوئيندا آهن. توکي مون کي اهو درجو ڪٿان حاصل ٿيندو؟ جو پاڻ دوستن سان ئي جنگ جوٽي چڏي اٿئون. دل صاف انسانن جي خير خواهي، جهڙي روبرو، تهڙي پرپٺ. اٿين اصل نہ ڪندا جو پرپٺ ٻيا گلائون ڪن ۽ روبرو ٻيا ساهہ صدقي ڪن. روبرو گهيٽي وانگر غريبڙو ۽ پرپٺ، ڦاڙيندڙ بگهڙ.

داناء چوندا آهن تہ: جيڪو ماڻهو تنهنجي روبرو ٻين جي گلا ڪندو، تہ اهو ٻين وٽ تنهنجي گلا ضرور ڪندو.

## رڍن جي ويس ۾ بگهڙ

ڪي درويش پاڻ ۾ اتفاق ڪري سير سفر تي نڪتا. ڏک سک ۾ هڪ ٻئي جا همراهہ هئا. مون عرض ڪيو مان: وٺيو هلو پاڻ سان، مون کي الله لڳ اي قافلي وارو! پر منهنجو عرض نہ قبوليائون. پاڻ سان گڏ وٺي هلڻ تي راضي نہ ٿيا. مون چيو تہ: اهڙو رکو جواب ڏيڻ درويشن جي منهن تي نٿو پوي، جو فقيرن کي پنهنجي سنگت کان ۽ فيض پرائڻ کان پري رکن. آئون ڪو توهان تي بار ڪونہ ٿيندس، پنهنجي پيرن تي پيو هلندس. اجا بہ توهان جي خدمت چاڪري ڪندو هلندس، مون کي پنهنجي سواري ڪانهي تہ ڪو پوءِ ڪونهي، ڪو گهڻو سامان ساڻ ڪونہ اٿم، پنهنجي هڙ مٿي تي ڪنيو، توهان جهڙن نيڪن سان چار چڱيون ڳالهيون ڪندو يا ٻڌندو پيو هلندس.

انهن درويشن مان هڪڙي چيو: ابا! اسان جو انڪار ٻڌي تون دل ۾ مٽان ڪرين. اسان اڳ ۾ ئي ڏڌيل آهيون. ڪجهہ ڏينهن اڳ، هڪڙو چور فقيراڻي ويس ۾، اسان سان اچي سفر جو ساٿي ٿيو. اسان ظاهربين، ڪهڙي خبر تہ فقيراڻي لباس اندر ڪير آهي ۽ ڪهڙي خبر تہ بند ٿيل لفافي اندر ڇا لکيل آهي. اسان هن ۾ چڱو گمان ڪري، پاڻ سان گڏ هلڻ تي راضي ٿي وياسين. دل ۾ چيوسين تہ: فقيرن کي فقير مان ڪهڙو ڀوءُ، درويشن جو لباس آهي گودڙي پائڻ ۽ خلق ۾ ڪا طمع نہ رکڻ.

پر حقيقت هيئن آهي تہ دل فقيراڻي هجي، نيڪ عملن ۾ اڳرائي

ڪري، پوءِ ڪپڙا ڪٽي کڻڙا بہ پائي. مٿي تي پلي تاج شاهي پاتل هجيس ۽ ڪلهن تي پلي اعليٰ اجرڪ ويڙهيل هجيس، پر دل حرص ۽ هوس ڪان، آڪڙ ۽ وڏائيءَ ڪان آجي هجيس. باقي فقيراڻا ڪپڙا پائي اندر ڪي نہ سڌاريائين تہ ڇا ٿيو؟ ائين نہ هجي جيئن چوندا آهن:

اڇي پڳَ مرَ پس، اندر مڙيوئي ٺي اڳڙيون.

سياڻا مثال ڏيندا آهن تہ: لڙائيءَ وقت زره، ڪنهن مڙس جي جسم تي ٺهي ٿي. ڪنهن ڪدڙي زره پاتي تہ پهلوان ڪونہ ٿي پوندو، سو ڳالهہ پئي ڪيم تہ: هڪڙي ڏينهن صبح ڪان وٺي سانجهيءَ تائين پنڌ ڪيوسين، رات جو ٿڪل ٽٽل، هڪڙي قلعي جي ٻاهران سمهي پياسين ۽ هو نياڳو چور اٿيو، ڪنهن ساٿيءَ جو ڪرو (لوٽو) کڻي ٻاهر نڪتو، اسان سمجهيو تہ استنجي (وٽ ڪرڻ) جي خيال سان پيو وڃي، پر هن جو ڪو ارادو ٺي پيو هو. کٽان چوري ڪرڻ جي نيت هئس. نامراد فقيراڻي لباس ڪي لڄائڻ پئي ويو، ڇڻ ڪعبة الله جو غلاف گڏهہ تي آٿر بنائڻ پئي ويو.

جڏهن درويشن جي نظرن ڪان غائب ٿيو، تڏهن هڪ ماڙيءَ ڪي وڃي ڪاٽ هنيائين. اتان قيمتي هيرن جواهرن جو هڪ داٻلو چوري ڪري، جيڏانهن جو هو، اوڏانهن هليو ويو. جيئن ٺي ڏينهن ٿيو، ڏٺوسين تہ هو ڪار منهون هُيوئي ڪونہ. ماڙيءَ وارا ابتا پير کڻي، درويشن تائين پهچي ويا. سيني ڪي مارڪٽ ڪري کڻي ٻڌائون ۽ جيل جي حوالي ڪيائون. چون پيا تہ چور ضرور توهان مان آهي، توهان وٽان ٺي آيو آهي. اسان بہ اهو ڏينهن ڪيو، وري ڪنهن اڻ ڇاتل ڪي ساٿي بنائڻ ڪان توبهہ ڪئي اٿئون. جيئن ٿورا تيئن سٺا.

چوندا آهن تہ: ڪنهن قوم مان هڪڙو لڄائي ڪندو، تہ ننڍي وڏي جي عزت ڪي لوڙهيندو. جيئن پرائي پوک ۾ هڪ ڍور پوندو آهي، تہ ڏڻ ٺي ڍڪ تي پهچندو آهي.

مون چيو: اهو بہ الله جو احسان ٿيو، جو توهان جهڙن درويشن مان فائدي پرائڻ ڪان خالي نہ رهيس، جيتوڻيڪ گهڻو عرصو صحبت نصيب نہ ٿي، پر هيءَ ڳالهہ جيڪا توهان ٻڌائي، ان مان ٺي گهڻو سبق پرايم.

سچي زندگي اها نصيحت ياد ڪندو رهندس، توهان بلڪل سچ ٿا چئو.
سياڻا چوندا آهن تہ:ڪنهن ڪچهريءَ ۾ ڪو اڻ گهڙيل بي عقل ويهندو تہ ڪيترن دانائن جي دل ايذائي ڇڏيندو. جيئن گلاب جي ٻاٽيءَ سان پريل تلاءَ ۾ ڪتان بہ ڪتي جو پير پوندو،تہ سڄو چشمو پليد ٿي پوندو.

## اندر مڙيو ئي اگهڙيون

هڪڙو هو تارڪ الدنيا فقير. ڪنهن بادشاهہ ان جي مهماني ڪئي. فقير جڏهن مانيءَ جي ميز تي آيو، تڏهن هن ضرورت کان گهٽ کاڌو ۽ جڏهن نماز جو وقت ٿيو، تڏهن پنهنجي روزمره واري عادت کان گهٽي نماز پڙهيائين. جيئن ماڻهن جي عقيدت منجهس وڌي. ڪنهن ڏاهي چيو آهي تہ: اي موهڳا! تو واٽ ورتي آهي ترڪيءَ جي، هاڻي مڪي ڪيئن پهچي سگهندين؟
اهو رياڪار فقير جڏهن دعوت تان موٽي گهر پهتو، تڏهن اچڻ سان مانيءَ جي طلب ڪيائين، جيئن رهيل ڪثر پوري ڪري. فقير جو پٽ نهايت سياڻو هو، ان پيءُ کان پڇيو تہ: ابا! بادشاهہ جي دعوت ۾ کاڌو گهٽ کاڌوَ ڇا؟ فقير وراڻيو: اتي هن ڪري ٿورو کاڌم، جيئن بادشاهہ جو ويساهہ وڌي ۽ اڳتي ڪم اچي. اهو ٻڌي سياڻي نينگر چيو تہ ابا! نماز بہ وري پڙهجو، جيئن اڳتي ڪم اچي.
سياڻن چيو آهي: اي انسان! تون پنهنجون خوبيون پنهنجي هٿ جي تريءَ تي کولي رکيون آهن، جيئن هرڪو ڏسي ۽ پنهنجي عيبن کي بغل ۾ لڪايو وتين. اي ڇريا! تون اهڙن کوٽن پئسن سان آخرت ۾ ڇا حاصل ڪري سگهندين؟ ڏيکاءَ جي عبادت واري کي رڳو ماڻهن جي "واهہ سائين واهہ" ئي ڦٻندي.

## ٻين کي گهٽ نہ سمجهہ

مون کي ياد آهي تہ ٻاراڻپ ۾ ڏاڍي عبادت ڪندو هوس. راتين جون راتيون جاڳندو هوس. نهايت پرهيزگار هوس. هڪ رات پنهنجي پيءُ جي روبرو عبادت ۾ مشغول هوس. سڄي رات اک نہ ٻوٽي هئم.

قرآن شريف کولي پئي پڙهيم. ٻيا ڪي دوست اسان جي پرسان ستا پيا هئا. ننڊ جا ڪونگهرا پئي هنيائون. مون ابي کي چيو: بابا! هنن ويچارن مان ڪو هڪڙو به نه ٿو اٿي، جو جاڳي ٻه رڪعتون نفل ڪٿي پڙهي. هنن کي ننڊ ائين نهوڙيو آهي، جو ڄڻ مري ويا آهن.

والد بزرگ مون کي چيو: اي پٽڙا! تون چار گهڙيون جاڳي ٻين کي گهٽ سمجهين، انهن جي گلا ڪرين، ان کان بهتر آهي ته تون به وڃي سمهي پئُ. الله جيڪر توکي اندر جو اکيون ڏئي، جو سڀني انسانن کان پاڻ کي گهٽ سمجهين ۽ ڏسين.

## پنهنجو پاڻ سڃاڻ

ڪنهن ڪچهريءَ ۾ ماڻهن هڪڙي بزرگ جي تمام گهڻي تعريف ڪئي. ان جي ساراهه حد کان مٿي ڪيائون. تنهن تي ان بزرگ مٿو مٿي ڪري چيو ته: منهنجي خبر مون کي آهي. ماڻهو منهنجو ظاهر ڏسي سٺو سمجهن ٿا، پر آئون پنهنجو حال ڏسي شرمسار ٿيندو آهيان. منهن جو مثال مور پکيءَ وانگر آهي، جو ماڻهن کي سهڻن کنڀن سبب وڻي ٿو ۽ هو پنهنجي پيرن کي ڏسي روئي ٿو.

## ڪڏهن ڪيئن ته ڪڏهن ڪيئن

لبنان ملڪ جو هڪڙو بزرگ، جنهنجي ڪرامتن جي هاڪ سڄي عربستان ۾ پکڙيل هئي. هڪ ڀيري دمشق ۾ آيو، اتي هڪڙي تلاءَ جي ڪپ تي ويهي وضو ڪيائين. تلاءُ گِچ سان لتل ۽ لسو هو، اوچتو سندس پير ترڪي پيو ۽ بزرگ تلاءَ ۾ وڃي پيو، وڏي مشڪل سان ٽڙي ٽقڙي ان مان نڪتو. جڏهن نماز پڙهجي پوري ٿي، تڏهن هڪڙو جماعتي اٿي بيٺو، بزرگ کي چيائين ته: حضرتا! اجازت هجي ته هڪ سوال پڇان؟ بزرگ اجازت ڏني. هن عرض ڪيو: مون کي ياد آهي ته سائينجن تنهن ڏينهن درياءِ مغرب جي مٿان پيرين پيادا پئي هليا ۽ پير به نه پسيو ۽ اڄ سائينجن هن ننڍڙي تلاءَ مان مس بچيا آهن. ان جو ڇا سبب آهي؟

بزرگ ڪجھ وقت سوچي پوءِ مٿو مٿي ڪيو ۽ چيائين ته: تو حضرت رسول الله ﷺ جن جو هي فرمان نه ٻڌو آهي؟ جو فرمايائون،

لِي مَعَ اللهِ وَقت لاَ يَسَعُنِي فِيهِ مَلَک مُقَرَّب وَلاَ نَبِي مُرسَل

ڪڏهن ڪڏهن منهنجو تعلق الله سان اهڙو هوندو آهي، جو ان ۾ ڪنهن ملائڪ سڳوري يا نبي مرسل جي جاءِ نه هوندي آهي. ڏس ته حضور جن به"هميشه"جو اکر نه ڳالهايو، پر"ڪو وقت"فرمايائون. ڇو ته ڪو اهڙو وقت هوندو هو، جنهن ۾ جبريل ۽ ميڪائيل کي به ساڻن پهچڻ جي طاقت نه هوندي هئي ۽ ڪنهن وقت پاڻ سڳورا گهر ڀاتين سان مصروف ٿي ويندا هئا. بزرگ جو مشاهدو ماڻڻ به ڪڏهن روشنيءَ ۾ ته ڪڏهن اونده ۾ آهي. ڪڏهن مالڪ محبوب مشاهدا پيو پسائي، ته ڪڏهن مشاهدن تي پردو پيو وجهي. (ڪڏهن تاڪيون ڏين ته ڪڏهن ڪليا در دوست جا) ۽ ان ۾ به هڪ قسم جو لطف آهي، جو ان ريت محبت تڇن وڌندي آهي.

چون ٿا ته حضرت يعقوب عليه السلام کان ڪنهن پڇيو ته: اي سائين! توکي مصر مان يوسف عليه السلام جي پهراڻ جي خوشبوءِ (فلسطين ۾)آئي پئي ۽ هت تنهنجي پرسان ڪنعان ۾ يوسف عليه السلام پيو هو، ته توهان کي خبر نه پئي؟ يعقوب عليه السلام فرمايو، اسان جو حال آهي وڄ جي چمڪاري وانگر، ڪڏهن ظاهر ته ڪڏهن مخفي. ڪڏهن عرش تي نظر هوندي آهي ته ڪڏهن پنهنجي پير جي پنيءَ جي خبر به نه پوندي آهي.

بزرگ چيو ته: جيڪڏهن درويش هميشه هڪ حال ۾ هجن ها، ته دنيا آخرت کان هٿ کڻن ها.

## ڪنڌيءَ سڪائين ڪانهن

هڪڙي ڀيري بعلبڪ شهر جي جامع مسجد ۾، جماعت آڏو وعظ تقرير پئي ڪيم ۽ ماڻهو سڀ ٻي خيال واڻڙا ويٺا هئا. مون ڏٺو ته مون وارين ڦوڪن سان آلين ڪاٺين ۾ باھ نٿي مچي ۽ غافل ماڻهن تي منهنجي واعظ جو ڪو اثر نٿو ٿئي. تڏهن دل ۾ چيم ته هنن رڍن اڳيان

رباب وڄائڻ ۽ انڌن آڏو آرسي رکڻ مان ڇا فائدو. هتي رڳو بي فائدي ڇاڙي هٽڻي آهي، پر واعظ جو ڏکهو موضوع ڇڙيل هو. قرآن شريف جي آيت:

وَنَحنُ اَقرَبُ اِلَیہِ مِن حَبلِ الوَرِید

(۽ اسان توهان کي ساهہ جي رڳن کان بہ ويجها آهيون)

پڙهي، مطلب پئي سمجهايم، ڏاڍي درديلي ۽ سريلي آواز سان فارسي بيت پئي پڙهيم، جن جو مطلب هيءُ هو تہ: اسان جو دوست اسان کي بلکل ويجهو، پر اسان کوهين پري پيا پيچون. اسان جي حال تي افسوس آهي، جو "هوت تنهنجي هنج ۾، پڇين کوهہ پري". ۽ چيم:

ساهہ کان اوڏا سپرين، لوچي تان نہ لهين.

واعظ هلندي هکڙو واٽهڙو اتان واعظ جي مجلس وٽان اچي لنگهيو، ان تي منهنجن اکرن جو اثر ٿي ويو، ان کان رڙ نکري وئي. نعره تکبير بلند ڪيائين. تڏهن واعظ ۾ ويٺل جماعت جوشيلي آواز سان چيو: الله اکبر. سيني جو توجهہ واعظ ڏانهن ٿي ويو. ماڻهن تي اثر ٿي رهيو هو. دل ۾ چيم: سبحان الله، اي الله! تنهنجي قدرت، جو پريان لنگهندڙ تي اثر ٿيو ۽ واعظ ۾ ويٺل، واڱڻ وانگر ويٺا هئا. ڪنڌيءَ سُڪائين ڪانهن. پاهر پيلا ٻوڙين ۽ سمجهيم تہ ٻڌندڙن جي سمجهہ پوري ساري هوندي،تہ واعظ ڪندڙ جي نصيحت ڪهڙو اثر ڪندي.

## ڪانهي ويل ويهڻ جي

حج جي سفر ڪندي، مکي شريف کان ٿورو پري تک ۾ اهڙو چڪناچور ٿي پيس ۽ اوجاڳي اهڙو ساٿو ڪري وڌو، جو اٺ تان لهي پاسو ڪوڙي سمهي پيس. اٺ واري کي چيم تہ: مون کي متان اٿارين. اڳتي هلڻ جي مون ۾ طاقت ناهي. ڪجهہ ساهي پٽي پوءِ تا هلون. جنهن پنڌ ۾ اٺ ئي ٿڪجي تا پون، آئون تہ انسان آهيان.

جت چيو: اي ادا! حرم شريف اجهو آڏو آهي ۽ پٺيان حرامي ڦورن جون ڪارروايون بہ سجهن ٿيون. ڪجهہ همت ڪندين تہ سلامتيءَ سان حرم ۾ پهچي وڃبو ۽ هت بيابان ۾ سمهي پوندين تہ مرندين. اهڙو سمهڻ ڪهڙي ڪم جو، جنهن سان سِر وڃي. هن ڪليل

ميدان ۾ تڏڙي هير، واقعي ننڊ ڏياري تي ۽ وٺي تي، پر پوءِ سِر ساهه کان موڪلائڻو پوندو.

(ياد رهي ته اها ڳالهه ان دور جي آهي جڏهن حجاز ۾ ڦريون، ڌاڙا، قتل وغيره جام ٿيندا هئا.)

## صبر ۽ شڪر

هڪڙي درويش کي ڏٺم، درياءَ جي ڪناري تي ويٺو هو، اهڙو ٻليءَ ڳڙ نڪتو هوس، جو ڪنهن به دوا اثر نه پئي ڪيو. ڪيترا ڏينهن مرض ۾ مبتلا رهيو. ان هوندي به هميشه الله تعاليٰ جا شڪر پيو ڪندو هو. ڪنهن ماڻهوءَ ڪانئس پڇيو ته: شڪر ته ڪنهن نعمت جو ڪبو آهي، توهان شڪر ڇو ٿا ڪريو؟ درويش وراڻيو: شڪر هن لاءِ ڪريان ٿو جو الله ڪنهن جسماني مصيبت ۾ گرفتار ڪيو ۽ ڪنهن گناهه جو عادتي نه ڪيائين.

منهنجو محبوب دوست ڪاتي ڪٽي مونکي کڻي، ته به آئون ائين نه چوندس ته: مون کي ساهه جو غم آهي، اجا به هيءُ ويچار دل ۾ رهندو ته هن مسڪين کان ڪهڙي خطا ٿي جو محبوب رنج ٿيو؟

جي هو پائي ڪان ڪمان ۾ ته نئي ڏج سينو،
... نه ڪينو وجي در دوستن جي.

الله جي پيارن ٻانهن، هميشه معصيت (گناهه) جي پيٽ ۾ مصيبت کي پسند ڪيو آهي. اهو نه ٻڌو اٿو ته حضرت يوسف عليه السلام ڇا چيو هو.

قَالَ رَبِّ السِّجنُ اَحَبُّ اِلَيَّ مِمَّا يَدعُونَنِي اِلَيه

اي منهنجا رب! جنهن ڪم لاءِ مصر جون هيءُ عورتون سڏين ٿيون، ان کان مون کي جيل وڃڻ پسند آهي.

## دوستن جو در ڀار

هڪڙي فقير جي ڳالهه ڪندا آهن ته ان کي ڪا لوڙ پئجي وئي. پنهنجي گهاٽي دوست جي گهر مان هڪڙي رلهي چورايائين ۽ کپائي وڃي مهل ڪيائين. پوءِ چوريءَ جي ڳالهه کلي پئي. حاڪم حڪم ڏنو

تہ: ان فقير جو هٿ ڪاٽيو وڃي. پر رلهيءَ جي مالڪ اٽي سفارش ڪئي تہ: مون رلهيءَ جي پچر ڇڏي، هن کي معاف ڪيم. هٿ نہ ڪپيوس. اهو ٻڌي حاڪم چيو تہ: تنهنجي معاف ڪرڻ سان چوريءَ واري سزا معاف ڪانہ ٿيندي. پاڻئي وراڻيو: توهان سچ ٿا چئو، پر شريعت جو اصول آهي تہ: وقف جي مال مان چوري ڪرڻ سان هٿ ڪپڻ لازم نہ ٿيندو. آئون پاڻ بہ فقير آهيان، اسان جا سڀ سامان فقيرن لاءِ وقف آهن. ان ڪري منهنجي هن دوست جو هٿ نہ ڪپيو.

حاڪم معافي ڏئي ڇڏي، پر رلهي چورائيندڙ فقير کي ملامت ڪرڻ لڳو تہ: ٻيو جهان گٽو هو، جو ههڙي پڳ مٽ يار جي وڃي چوري ڪيئي. فقير وراڻيو تہ: سائين! سياڻن جو قول تو شايد نہ ٻڌو آهي؟ چوندا آهن تہ:(خانہ ء دوستانہ بروب، درِ دشمنان م ڪوب) دوستن جو گهر ٻهاري ڪٽي وڃجي، پر دشمنن جي در جو ڪڙو بہ نہ ڪڙڪائجي. وقت اچڻ تي دشمن جي کل لاهبي، پر دوستن جي رڳو قميص ڪڍبي.

## الله جو يادگيرو

هڪڙي بادشاهہ ڪنهن بزرگ کان پڇيو تہ: اي درويش! اسان کي بہ ڪڏهن ياد ڪندا آهيو؟ بزرگ وراڻيو تہ: هائو سائين! جڏهن الله کي وساريندو آهيان، تڏهن توهان ياد ايندا آهيو.

خدا جنهنکي، تڙي در کان، رلي در در، گهمي گهر گهر،
سڏي جنهنکي، تڏي پنهنجي، رلائي ڪونہ ٻئي جي در.

## دل ۾ درويشي ڌار

هڪڙي نيڪ بزرگ خواب ۾ ڏٺو تہ: بادشاهہ بهشت ۾ هليو ويو آهي ۽ بزرگ دوزخ ۾ پهتو آهي. اتي پڇيائين تہ: هن بادشاهہ جي ان منزل تي رسڻ جو ۽ هن بزرگ جي هيٺ ڪِرڻ جو ڇا سبب آهي؟ ماڻهو تہ عام طرح ان جي ابتڙ سمجهندا آهن. غيبي آواز آيس تہ: بادشاهہ نيڪن صالحن جي خدمت ڪندو هو، منجهن چڱو اعتقاد رکندو هو، ان جي صدقي بهشت ۾ پهتو آهي ۽ هو بزرگ، بادشاهن جي

خوشنودي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو هو، ان ڪري دوزخ ۾ پيو آهي.

ڪنهن داناءَ چيو آهي ته: هيءُ گودڙي، هٿ ۾ ڏگهي تسبيح ۽ منارن ڇاپيل مصلو توکي ڪهڙي ڪم ايندا؟ اصل تون پاڻ کي برائين کان پري رک. توکي صوفين واري، چٽين مان ٺهيل فقيراڻي ٽوپيءَ پائڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي، تون درويشن واريون صفتون پاڻ ۾ پيدا ڪر، پوءِ ڀلي ته ترڪي ٽوپي پائي هل!

## قادر جي قدرت

هڪڙو ماڻهو جنهنجو متو به اگهاڙو ته پير به اگهاڙا هئس، ڪوفي شهر مان نڪتو ۽ حج تي ويندڙ، اسان جي قافلي سان اچي مليو. ڏٺومانس ته نڪو ٿمر سامان ساڻ هوس، نڪو پئسو پنجڙ پاڻ سان کنيو هئائين. قافلي وارن سان ڊوڙندو ۽ ڪڏندو پئي هليو. ڪجهه فارسي بيت پڙهي رهيو هو، جن جو مطلب هيءُ آهي:

نه ڪنهن اٺ تي سوار آهيان ۽ نه ڪنهن سامان کي ڪٽي، پاڻ اٺ بڻيو آهيان، نه ڪنهن جو سردار آهيان، نڪو مون تي ڪنهن جي بادشاهي، نه هوندي جي پريشاني اٿم، نڪو اڻ هوند جي ڳڻتي. سک جو ساهه کڻان ٿو. بي غم حياتي پيو گذاريان.

قافلي مان هڪڙي اٺ سوار حاجيءَ ان ماڻهوءَ کي چيو: اي درويش! ڪاڏي ٿو وڃين؟ ماڻڙي ڪري موٽي وڃ، متان گرميءَ سرديءَ جي سختيءَ سبب مري وڃين؟ پر هن همراهه هڪ به نه ٻڌي، قدم بيابان ۾ وڌائيندو هليو. پنڌ ڪندي جڏهن نخلهِ محمود (محمود جي ڪجين) واري منزل وٽ پهتاسين، تڏهن هن شاهوڪار، اٺ سوار حاجيءَ جا ڏينهن اچي پنا ۽ وفات ڪري ويو. هيءُ پيادو درويش ميت جي مٿن کان آيو. چيائيس: اي ياءَ! آئون پنڌ ڪندي ڪونه مئس، تون اٺ تي چڙهئي به بچي ڪونه سگهئين؟

ڪنهن ٻڌايو ته: هڪڙو ماڻهو سڄي رات ڪنهن بيمار ياتيءَ جي مٿن کان پئي رنو ۽ جڏهن صبح ٿيو، تڏهن روئڻ وارو گذاري ويو ۽

بيمار چگو ڀلو ٿي ويو.

سياڻن چيو آهي تہ: ڪڏهن تيز گهوڙي ڪان منڊو گڏهہ بازي کٽي ويندو آهي ۽ ڪڏهن چاڪ چگو ڀلو جوان ماڻهو، قبر ۾ وڃي پوندو آهي ۽ مرڻينگ مريض، جڏڙو جيءُ پيو جيئندو آهي.

## رياڪار درويش جي ڪهاڻي

هڪڙي درويش بزرگ جي مان ۾ وقت جي بادشاهہ دعوت ڏني. درويش خيال ڪيو تہ ڪا اهڙي دوا کاوان، جنهن سان ڪجهہ ٿولهہ جهڪي ٿئي. جيئن بادشاهہ جو ويساهہ مون ۾ وڌي. اهو خيال ڪري ڪا دوا کاڌائين. اتفاق سان اها دوا زهر هئي، سو کائڻ سان درويش مري ويو، اهو حال ڏسي چيم: مون تہ توکي پستي وانگر سچو مغز پئي سمجهيو، پر تون تہ بصر وانگر سچو کَلَنِ جو تهيل هئين. جنهن درويش مخلوق ڏي منهن ڪيو، ان جڻ قبلي کي پٺي ڏئي نماز پڙهي ۽ جيڪو پنهنجي پالڻهار سان تعلق رکندو، اهو خدا کان سواءِ ٻين کي ڪجهہ نہ ڄاڻندو.

## نالائق کي نصيحت

ماڻهن جو ڪو قافلو يونان ملڪ ۾ سفر ڪري رهيو هو تہ مسافرن کي ڌاڙو لڳو. ماڻهن گهڻئي رنو ۽ ڌاڙيلن کي منٿون آزيون ڪيائون، الله ۽ رسول جا واسطا وڌائون، پر سڀ بي فائدي ٿيا. ڌاڙيلن تي ڪوبہ اثر نہ ٿيو. انڌي جي آڏو روئڻ، اکين جو زيان.

ان قافلي ۾ لقمان حڪيم بہ هو. هڪڙي ماڻهوءَ ان کي چيو تہ: سائين! هنن ڌاڙيلن کي ڪو درديلو واعظ ڪر. جيئن سمورو مال نہ تہ بہ ڪجهہ تہ موٽائي ڏين. سڀ ڪجهہ ڦرجي ٿو وڃي تہ اندر ٿو ڪامي. لقمان حڪيم وراڻيو تہ: هنن بگهڙن کي نصيحت جا اکر چوڻ، نصيحت جو زيان آهي. مون کي اهڙو زيان ڪرڻ، ڦر ڪان بہ وڏيڪ ڏکيو ٿو لڳي.

جنهن لوهہ کي اندر سوڏو ڪٽ ڪائي وڃي، تہ اهو روات سان صاف ڪيئن ٿيندو؟ ۽ هھڙن ظالمن آڏو نصيحت ڪرڻ، پٿر ۾ ڪلي

ٺوڪڻ برابر آهي. آئون ويتر توهان کي نصيحت ٿو ڪريان تہ: سک ۽ سلامتيءَ وقت محتاجن جي سارسنڀال لهجي. ڪو غريب سوال ڪري، ڪجهہ گهري تہ ڏئي ڇڏجيس، نہ تہ وقت اچڻ تي ظالم ماڻهو زوريءَ بہ کسي وٺندا.

## ڳائڻي جي ڪرامت

مونکي منهنجو بزرگ استاد، شيخ ابن جوزي رحمة الله عليه، راڳن روپن جي محفلن ۾ وڃڻ کان منع پيو ڪندو هو. اڪيلي رهڻ جو تاڪيد ڪندو هو، پر آئون جوانيءَ جي نشي ۾ مست ۽ انڌ جي گهوڙي تي چڙهيل هوس. سو پاڻ پلي نہ سگهندو هوس، استاد جي نصيحت جي ابتڙ، راڳ جي ڪچهرين ۾ پيو ويندو هوس ۽ جڏهن بہ استاد جي نصيحت ياد پوندي هئم، تڏهن چوندو هوس تہ: استاد کي راڳ جي رمزن ۽ مزن جي ڪهڙي خبر. هڪ دفعو پاڻ راڳ ٻڌي ڏسي، تہ اهو ئي پاڻ پلي نہ سگهندو، پر پٺ ويٺو ٿو وعظ ڪري.

نيٺ هڪ رات ڪٿي راڳ جي محفل ٿيٺي هئي، آئون اتي وڃي سهڙيس، معلوم ٿيو تہ هڪ وڏو ڳائڻو (گويو) پهتو آهي، پر اهڙو بي سُرو ڳائڻ هوس، جو راڳ نٿي ڳايائين پر پنهنجي مئل پيءُ تي ڄڻ پار پئي ڪڍيائين. ويٺل شوقين هن جي راڳ مان اهڙو بيزار ٿيا، جو ڪِن ڪنن ۾ آڱريون وجهي ڇڏيون، تہ ڪن پنهنجي وات تي هٿ رکي اشارو ڪندي پئي چيو تہ: يٽارا! يلائي ڪري هاڻي ڪٿي بس ڪر. ڪن دوستن هڪ عربي بيت پئي پڙهيو، جنهن جو مطلب هي هئو تہ: ٻين جي ڳائڻ سان دل خوش ٿيندي آهي، پر تنهنجي ماٺ ڪرڻ سان دل خوش ٿيندي. ڪن جو روئڻ بہ راحت تہ ڪن جو کلڻ بہ خواري. ڪنهن ٻئي چيو تہ: ڏس تہ ڳائي ٿو، ڪين سڪرات جو ڪونگهرو لڳو اٿس.

راڳ ڪرائيندڙن اوطاق جو ٻاهريون دروازو بند ڪري ڇڏيو هو، جيئن ماڻهو هر هر اٿي ٻاهر نہ وڃن، جو اها راڳ جي توهين آهي. آئون بہ مجبور ٿي اٿيس ۽ اوطاق جي مالڪ، راڳ ڪرائيندڙ وٽ ويس، چيومانس تہ: يلائي ڪري ڪپهہ هٿ ڪري منهنجن ڪنن ۾ گدي وجهہ يا تہ در کول تہ آئون ٻاهر وڃان.

مطلب تہ اها رات سنگت سان اتي گذارڻي پئجي وئي. بي سُرو راڳ ڪتي بہ ڪونہ پيو، نيٺ فجر جي بانگ آئي. اسان ڪان ڪو پڇي تہ اها رات ڪيڏي ڏکي ٿي هئي. سڄي رات اک ھوٽڻ نصيب نہ ٿي هئي.

صبح جو ڇا ڪيم، جو پنهنجي پڳ مٿي تان لاهي، ڪجھ پئسا کيسي مان ڪڍي، پٽڪو ۽ پئسا وچي ڳائڻي جي آڏو رکيم. ان کي پيرين پئي ڀاڪر پائي مليس. ڏاڍو شڪريو ادا ڪيومانس. منهنجن دوستن کي منهنجي ان روش تي عجب پئي لڳو. ڪي تہ ڪلن پيا، تہ شايد آئون چريو ٿي پيو آهيان. نيٺ هڪڙي سنگتيءَ چئي ڏنو: اي سعدي! حيف هجئي، تو جهڙي داناءَ ماڻهوءَ اهو ڇا ڪيو؟ فقيراڻي پڳ جي تو بي عزتي ڪري، لکن جي پڳ هڪڙي ٽڪي جي ڳائڻي آڏو ڪٽي اڇلائي آهي. هن عمر ۾ ڏهين جو نوٽ ڪونہ ڏٺو هوندو ۽ تو هيترا پئسا ڏئي ڇڏيس. هن سڄي رات نڙي پنهنجي پئي ڦاڙي ۽ ڪرڙي، تہ مٿو اسان جو پئي کاڏائين. اسان تہ چئون پيا: شال ان گويي جو ڪتي منهن بہ نہ ڏسون ۽ تو ان کي ايترا انعام اڪرام ڏنا.

مون چيو: اي دوست! ڪجھ ٻئي جي بہ ٻڌندين، ڪي رڳو تون پيو ملامت ڪندين؟ چيائين: چوءُ ڀلا، ڇا ٿو چوين؟ چيم: ادا! مون هن ڳائڻي جي هڪڙي وڏي ڪرامت ڏٺي. دوست چيو: چڱو ٻڌاءِ ڪرامت، تہ مان بہ تو وانگر سخا ڪريان ۽ جيڪو توکي ڳالهايم، ان گستاخيءَ جي معافي وٺان. مون چيو: ڏس تہ! حضرت استاد سائين ڪيڏي نصيحت ڪندو آهي تہ: راڳ تي وڃڻ ڇڏي ڏيان، پر آئون ميڃيندو ئي ڪونہ هوس. مون تي اثر ئي ڪونہ ٿيندو هو ۽ اڄ رات منهنجو اهڙو بخت جاڳيو آهي، هن ڳائڻي اهڙو سبق سيکاريو آهي، جو عمر لاءِ توبھ ڪري ڇڏيم. وري زندگيءَ ۾ ڪنهن بہ راڳ جي محفل ۾ اصل نہ ويندس. اهڙي سنگت جي پچر ئي ڇڏيم. سريلا آواز ٻڌي دل کي گهٽي ڏينهن خوش ڪيم. اڄ هن بي سري ڳائڻي، استاد سائين جي نصيحت تي عمل ڪرائي ڇڏيو.

## لقمان حڪيم جي نصيحت

حضرت لقمان حڪيم کان ماڻهن پڇيو تہ: ادب ڪنهن کان سکيا آهيو؟ چيائين: بي ادبن وٽان. جا شيءِ انهن کان ناپسند نظر ايندي آهي، تہ ان جي ويجهو نہ ويندو آهيان.

داناءَ جو ڪم آهي تہ ٻار جي وات مان ڪو چڱو اکر ٻڌي، تہ بہ ان مان نصيحت پرائي ۽ نادان ماڻهو ڪيترين بہ حڪمتون ٻڌندو، تہ ان کي ٻاراڻي ڳالهہ سمجهندو.

## ڪاڏو گهٽ ڪائجي

هڪڙي عبادت گذار ماڻهوءَ جي ڳالهہ ڪندا آهن تہ: اهو رات جو ڏهہ سير ڪاڏو ڪائيندو هو ۽ سڄي رات جاڳي، اسر تائين قرآن پاڪ جو ختم پورو ڪندو هو. ڪنهن الهہ لوڪ بزرگ اها خبر ٻڌي، سو چوڻ لڳو تہ: اهو ماڻهو اڌ مانيءَ جو ڪائي ۽ رات جو سمهي پوي تہ بهتر ٿيئس ها.

ڪنهن سياڻي ماڻهوءَ چيو آهي تہ: اندر ڪاڏي کان خالي رک، جيئن معرفت جو نور اُن ۾ ماپي سگهي. جڏهن اندر نڪ تائين ڪاڏي سان ڀريل ٿيو، تہ ان ۾ معرفت جو نور ڪٿان وجي؟

## ماڻهن جون ملامتون

هڪڙو هو گنهگار ماڻهو. هدايت کان پري ڀٽڪيل هو. نيٺ الله تعاليٰ ان کي گهريو، توبهہ جي توفيق ملي ويس، سڌري نيڪ ٿي پيو. چڱن جي صحبت ۾ اچي ويو. ان تي چڱي صحبت جو اثر آهستي آهستي ٿيندو ويو ۽ نهايت سلڇڻو ۽ بااخلاق ٿي پيو. جن ماڻهن هن جا اڳيان ڪارناما ڏٺا هئا، اهي هاڻي بہ انکي طعنا تنڪا پيا ڏيندا هئا. هن جي نيڪيءَ تي اعتبار ئي نہ ڪندا هئا، چوندا هئس تہ ڀلي ست ڪٽا ڪائي، هلي حج تي.

مطلب تہ هو توبهہ سبب، الله جي ڏمر کان بچي چڪو هو، پر ماڻهن جي طعنن کان بچي نٿي سگهيو ۽ جڏهن ماڻهن جي ٽوڪن کان

گھڻو تنگ ٿيو، تڏهن پنهنجي مرشد وٽ اهڙي دانهن ڏنائين ته: سائين! لوڪ جي ٽوڪن کان تنگ ٿيو آهيان، هاڻي ڇا ڪريان؟ مرشد چيس ته: الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪر، جو جيئن ماڻهو سمجهن ٿا، تون ان کان گهڻو ڀلو آهين. اي فلاڻا! ماڻهن جي ٽوڪن ۽ طعنن کي ڇا ڪبو. انهن جي ڪيتري شڪايت ڪندين؟ ماڻهو ته ڪڏهن وڙهڻ لاءِ به تيار ٿي ويندا ۽ ڪڏهن گار گند ڪندا. تون چڱو هجين ۽ ماڻهو توکي بڇڙو چون. اهو بهتر آهي، هن کان جو تون بڇڙو هجين ۽ ماڻهو توکي نيڪ سمجهن.

پيارا مريد! رحم ۽ همدرديءَ جي لائق ته آئون آهيان، جو ماڻهن مون کي پڌائي ڪٿي آسمان تي پهچايو آهي، حالانڪه آئون ڪوڏي به ڪونه لهان. منهنجي ظاهرءَ باطن کي الله ٿي ڄاڻي ٿو. عام ماڻهن کي ڪهڙي خبر ته منهنجو اندر ڪيئن آهي؟

## گلا کان بچڻ جو علاج

هڪڙي وڏي بزرگ وٽ دانهن ڏنم ته: فلاڻو شخص منهنجي گلا ڪندو ٿو وتي. هن چيو ته: اُن سان نيڪي ڪري شرمسار ڪرينس. ٻيو ته تون هروقت چڱو ٿي رهه ۽ چڱائي ڪندو رهه. پوءِ وس ڪري ماڻهو تنهنجي شڪايت نه ڪندا. ڏس ته جڏهن يڪتاري جي تار سڌي هوندي ته ڳاڻو هرويرو ڪليءَ کي مهڻو ڪونه ڏيندو آهي.

## تصوف جي حقيقت

ڪنهن بزرگ کان پڇيائون ته: تصوف جي حقيقت ڇا آهي؟ بزرگ فرمايو. اڳي ڀلارا ماڻهو هوندا هئا، جن جو ظاهر سادو سودو هو، پر اندر جا اڇا اجرا، دل جا صاف،اعليٰ اخلاق وارا هوندا هئا ۽ هاڻي اهڙا ماڻهو آهن، جن جو ظاهري ڏيک سٺو آهي، پر اندر ڪاڏل اٿن ۽ تصوف جو سڄو دارومدار آهي دل تي. جيڪڏهن دل ۾ هن دنيا جي محبت ويٺل آهي، ته پوءِ اڪيلائپ ۾ به دل جي صفائي نه لهي سگهندين ۽ جيڪڏهن تون واپار، پوک يا ٻئي ڌنڌي سان مشغول آهين ۽ دل جو تعلق الله سان ڳنڍيل آهي، ته تون اهو ئي اڪيلائپ ۾ آهين.

## مالڪ جي محبت ۾ مستان

مون کي ياد آهي تہ هڪڙي ڀيري ڪنهن قافلي سان هلي رهيو هوس. سڄي رات پنڌ ڪري، اسر مهل ڪنهن جهنگ جي ڀرسان سمهي پيس. هڪڙو عاشق مست بہ ان سفر ۾ اسان سان گڏ ساٿي هو. ان ٻاک ڦٽيءَ مهل الله اڪبر جو نعرو هنيو ۽ بيابان ڏانهن هليو ويو. هڪڙي گهڙي بہ آرام ڪونہ ڪيائين. جڏهن ڏينهن ٿيو، مون چيومانس: اي درويش! توکي اسر ڇا ٿي ويو هو؟ هن وراڻيو: مون ڏٺو تہ پکي وڻن ۾ ٻيا ٻوليون ڪن. جبلن ۾ مور ۽ ڍيلون ٻيا تنوارون ڪن. پاڻيءَ ۾ ڏيڏر ٻيا ٽان ٽان ڪن. جهنگلي جانورن بہ پنهنجي رڙيون ۽ آواز ڪيا. تڏهن مون سوچيو تہ: هي سڀ جيت جڻيا ٻيا پنهنجي پروردگار کي ياد ڪن ۽ آئون غافل ٿي سمهي پوان، اهو ڪيئن مناسب ٿيندو؟

ائين هڪ دفعي ڪنهن دوست سان گڏ ويٺو هوس تہ هڪ پکيءَ ٻولي ڪئي، منهنجي ٻت مان سيسراٽي نڪري وئي ۽ چيم: هاءِ هاءِ! منهنجو اهو حال ڏسي دوست چيو: مون نہ ٿي سمجهيو تہ پکيءَ جي ٻوليءَ سان ايترو بي قرار ٿي ويندين؟ مون چيو اها بہ ڪا انسانيت آهي؟ جو پکي پکڻ الله جو ذڪر ٻيا ڪن ۽ اسان اشرف المخلوقات انسان غفلت جي ننڊ ۾ الوٽ هجئون.

## حيران هزارين مان نہ رڳو

هڪڙي ڀيري حج جي سفر تي وڃي رهيو هوس. ڪيترا نيڪ نوجوان سفر جا ساٿي هئا. واٽ سان ڪڏهن سريلا غزل ٻڌائيندا پئي هليا، تہ ڪڏهن عارفانہ ڪلام پئي آلاپيائون ۽ ماڻهن کي وجد ۾ آڻي ٿي ڇڏيائون. اسان سان هڪڙو اهڙو خشڪ عابد بہ گڏ هئو. جيڪو سريلي آواز تي مست ٿيندڙ ۽ وجد ۾ ايندڙن جي حال کي اصل نہ مڃيندو هو. هو دل وارن جي درد کان صفا بي خبر هو.

سفر ڪندي جڏهن بني هلال جي ڪجين واري منزل تي پهتاسين، تڏهن ڳوٺ مان هڪ سانورو عرب ڇوڪرو ٻاهر نڪتو ۽ اسان کي اهڙو سريلو ڪلام ٻڌايائين جو اڏامندڙ پکي بہ بيهاري پئي ڇڏيائين. الله

جي قدرت جو هن عابد جو اُٿ، راڳ جي ميٺاج تي مست ٿي پيو، موج ۾ اچي نچڻ ٽپڻ لڳو، عابد کي ڪيرائي، رڻ پٽ ڏانهن وٺي ڀڳو. اتي مون عابد کي چيو: اي پيلارا! مٺڙو سريلو آواز حيوانن ۾ اثر ڪري ٿو، پر توتي ڪو اثر نٿو ڪري؟ توکي خبر آهي ته بلبل ٻوليون ڪندي مون کي ٻڌائيندي آهي ته: اهو انسان ئي ڪهڙو. جيڪو عشق کان بي خبر هجي. عرب ڇوڪري جي سريلي غزل سان اٺ تي به اثر ٿي ويو، پر تون اٺ کان پري آهين. سچ آهي ته هوا لڳڻ وقت نرم نازڪ ٽاريون لڏي پونديون آهن ۽ پٿرن کي ڪجهه نه ٿيندو آهي. جهان جي هر شيءِ الله جي ذڪر ۾ مست آهي، پر پروڙيندو ڪو فڪر وارو. هيئن نه سمجهه ته گل وٽ ويٺل بلبل ئي الله جو ذڪر ٿي ڪري، پر ڪنڊا به ذڪر ۾ محو آهن.

## فقير بادشاهه جي ڳالهه

هڪڙي بادشاهه جي حياتي جا ڏينهن اچي پورا ٿيا. ان کي ڪو به ولي عهد ڪونه هو. هن وصيت ڪئي ته: سڀاڻي صبح جو جيڪو ماڻهو سڀ کان پهريائين شهر جي دروازي مان اندر اچي، ان جي مٿي تي بادشاهي تاج رکجو، تخت تي ويهاري بادشاهي ان جي حوالي ڪجو.

اتفاق اهڙو ٿيو جو سڀ کان اول هڪڙي گداگر فقير شهر ۾ پير پاتو. جنهن سڄي عمر ٽڪر ٽڪر لاءِ پنڪي گذر ڪيو هو ۽ ڪپڙن کي چتيون هڻي وقت پاس ڪيو هو. ملڪ جي اميرن ۽ وزيرن، بادشاهه جي وصيت موجب بادشاهي ان جي حوالي ڪئي. سيني قلعن ۽ خزانن جون چاٻيون ان کي ڏنائون. ڪجهه وقت حڪومت پئي هلي، نيٺ ڪن اميرن اطاعت کان انڪار ڪيو. ڀرپاسي جي بادشاهن به موقعي جو فائدو وٺي، ملڪ تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ رعيت به حڪومت جي خلاف ٿي پئي. ان ڪري ملڪ جا ڪيترائي علائقا هن جي هٿ مان هليا ويا. هن فقير بادشاهه کي ڏاڍو صدمو رسيو. انهن ڏينهن ۾ سندس هڪڙو جهونو دوست، جيڪو پراڻي وقت ۾ ساڻس گڏ گذاريندو هو، سفر تان موٽيو هو. جڏهن پنهنجي پراڻي ساٿيءَ کي ان عهدي تي ڏٺائين، تڏهن

وٽس مبارڪ ڏيڻ ويو. چيائينس: دوست! توتي الله جا احسان ٿيا. جو تنهن جا ڏک، سکن سان مٽجي ويا. تنهنجو ڀاڳ ڀلو ۽ بخت بالا ٿيو. جو ان منزل کي وڃي پهتين. اِنّ مَعَ العُسرِ يُسراً ڏکن پٺيان سک آهن. مکڙي ڪڏهن مرجهايل ته ڪڏهن ٽڙيل. وڻ جا پن ڪنهن مند ۾ ڇڻيو پون ته ڪڏهن ڇهچ ساوا ٿي پون.

اهو ٻڌي بادشاهه چيو: اي دوست! مون کي مبارڪون نه ڏي، مون سان جيڪر عذر خواهي ڪر! اڳ ۾ جڏهن تو ڏٺو هو،تڏهن هڪ نان (ماني) جو فڪر هوندو هو ۽ اڄ جهان جو. اڳي پيٽ پالڻ جو ۽ اڄ ملڪ سنڀالڻ جو. اي يار! جيڪڏهن دنيا ناهي ته به ڏجهو آهي ۽ جي آهي ته وڏو ڏچو آهي. هي جهان رڳو آهي ڳڻتيون. ڪجهه آهي ته به پريشاني ۽ جي ناهي ته به ڳڻتي.

مطلب ته قناعت ڪفايت جهڙي ٻي دولت ڪانهي. ڪنهن امير کي ڏسين جو پئسن سان تنهن جو جهول ڀري ڇڏي، ته ان جي ثواب ڏي نظر نه ڪجانءِ،ڇو ته ڪنهن بزرگ چيو آهي ته: فقير جو صبر، شاهوڪار جي سخا کان بهتر آهي. ڪو بادشاهه ڇيلو ڀڃائي ڪباب ڪري ته ان کان اهو ذرڙو بهتر آهي، جيڪو ڪوِلِي ڪفايت لاءِ ڪٽي ٿي وڃي.

## شال م ملان هوت

حضرت ابوهريره رضي الله عنه، هر روز رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ ايندو هو. هڪ ڏينهن حضور جن فرمايو: يا اباهريره زُرْنِي غِبًا تزدد حُباً، اي ابوهريره! دير دير سان ايندو ڪر، جيئن محبت وڌي. ڪنهن داناءَ چيو آهي ته: سج ۾ ڪيڏي چمڪ ۽ سونهن آهي، پر اڄ تائين ان تي ڪوبه عاشق نه ٿيو. ڇو ته سج روز ٿو متان اڃي. البت سياري ۾ ٿورو وقت ٿو نڪري ته پيارو ٿو لڳي. صبح جو، ان جي نڪرڻ جو انتظار ٿوڪجي. سياڻن چيو آهي ته ڪنهن دوست جي ديدار لاءِ وڃڻ ۾ ڪو عيب ڪونهي، پر ايترو نه وڃجي جو هو بس چوي. پنهنجو پاڻ پلڻ ڀلو آهي، اڳلي جي جهلڻ کان.

## لطيفو

ڪنهن درويش کي پيٽ ۾ باديءَ جو وڪڙ پيو. واءَ کي گهڻئي روڪيائين، پر روڪي نہ سگهيو. واءُ ڏيڻ کان پوءِ ويٺل ساٿين کي چيائين: آئون بي وس ٿي پيس، اميد تہ اهو گناهہ منهنجي ڪاتي نہ لکبو ۽ توهان بہ دل ۾ نہ ڪجو. منهنجو پيٽ ٽريو ۽ توهان بہ معاف ڪريو.

سياڻن چيو آهي تہ: پيٽ، واءُ جو قيدخانو آهي، ڪنهن سياڻي جو ڪم نہ آهي، جو واءُ کي قيد ڪري. واءُ پيٽ ۾ ڦاٿو، تہ بار دل تي ٿيندو.

## سنگت کان رُسڻ جو نتيجو

دمشق ۾ سنگت سان رهندو هوس. ڪنهن سبب ڪري دوستن کان دل کٽي ٿي پيم. پوءِ تہ بيت المقدس جي بيابان جو منهن ڪٽي ڪيم. اتي جهنگ جي جانورن سان ورونهن ڪندي، وقت پٽي گذاريم. ڪجهہ وقت کان پوءِ اتي فرنگي سپاهي اچي پهتا، اهي مون کي پڪڙي طرابلس وٺي آيا ۽ يهودي قيدين سان گڏ هڪ ڪاهي کوٽڻ جي ڪم ۾ لڳائي ڇڏيائون.

حلب شهر جو هڪڙو رئيس هو، جيڪو اڳ ۾ منهن جو واقف هو. اتفاقاً اهو اتان اچي لنگهيو ۽ مون کي سڃاتائين ۽ عجب وچان چيائين تہ: سعدي! هي ڇا آهي؟ هتي ڪيئن اچي مٽيءَ جي ڍلهن ۾ ڦاٿو آهين؟ چيومانس: ڳالهہ ئي نہ پڇ. مونِ دوستن کان رُسي بيابان جو منهن ڪيو، جيئن اڪيلائپ ۾ رڳو الله جي يادگيري ۾ محو هجان، ٻي ڪا وائي وات نہ هجي، پر اڄ هي حال ڏس! ڪٿي اچي ڦاٿو آهيان؟ هاڻي چوان ٿو تہ: سنگت سان گڏ زنجيرن ۾ ٻڌل، ڀلو آهيان پراون سان باغن باغيچن ۾ رهڻ کان.

رئيس کي مون تي رحم اچي ويو. پنهنجي کيسي مان ڏهہ دينار ڏئي فرنگين جي قيد مان آزاد ڪرائي پاڻ سان گڏ حلب وٺي آيو ۽ پنهنجي ڌيءُ جو مون سان نڪاح ڪيائين، مون هڪ سو دينار مهر ادا ڪيو. ڪجهہ ڏينهن مس گذريا، تہ زال مون سان جهيڙو جهٽو ۽ ڪٽ ڦٽ شروع ڪئي. اهڙي جهيڙيڪار هئي، جو زندگي زهر ڪري

ڇڏيائين. سياڻن چيو آهي تہ: ڪنهن نيڪ ماڻهوءَ وٽ ڏنگي زال جو هجڻ، دنيا ۾ ئي دوزخ مثال آهي. بدلجڻ سان اڙجڻ ۽ دوزخ ۾ پوڻ کان رب بچائي.

هڪ دفعي مون واري سياڳي زال اهڙو اچي مَتي، جو مهڻا ڏيڻ شروع ڪيائين. چيائين تہ: تون اهو ناهين؟ جنهن کي منهنجي پيءُ ڏهن دينارن ۾ قيد مان خريد ڪيو هو. مون چيومانس:هائو! مان اهو ئي آهيان. جنهن کي پٺين ڏهہ دينار ڏئي فرنگين جي قيد مان ڇڏائي، هڪ سو دينار وٺي، تنهنجي قيد ۾ اڙايو . منهنجو مثال اهڙو آهي، جيئن ڪنهن بزرگ هڪ گهيٽي کي بگهڙ کان ڇڏايو، پر رات جو ڪاتي ڪٽي ڪنائينس ٿي. تڏهن گهيٽي پيڪاٽ ڪندي چيس تہ: مون کي بگهڙ کان تہ ڇڏايئي، پر مون لاءِ تہ تون ئي بگهڙ بنجي بيٺين.

## عيال جو الڪو

هڪڙي بادشاهہ ڪنهن عيالدار بزرگ کان پڇيو تہ: توهان جو وقت ڪيئن ٿو گذري؟ بزرگ چيو تہ: سڄي رات عبادت ۾، اسر جو وقت دعائن ۾، ۽ سڄو ڏينهن آکهہ جي خرچ جي ڳڻتين ۾ ٿو گذري. بادشاهہ بزرگ جو غريبي حال معلوم ڪري ويو. حڪم ڏنائين تہ: هن لاءِ عيال جي پورت جيترو خرچ پڪو بيت المال مان مقرر ڪيو وڃي، جيئن بزرگ جي دل تان گذران جو بار لهي پوي. چو تہ جيڪو عيال جي فڪر ۾ ڦاٿو، اهو آزاديءَ جو خيال ئي نٿو ڪري سگهي. ڪاڏي ڪپڙي، خرچ پکي جي ڳڻتيءَ ۾ اهڙو مصروف ٿو رهي، جو سندس روح، ملڪوت جي سير کان ئي موٽيو اچي. جيتوڻيڪ اهو سڄو ڏينهن سوچيندو تہ اڄ رات الله ڏي پورو ڏيان ڏري عبادت ۾ بيهندس. پر جڏهن رات جو نماز جي نيت ڪري بيهي ٿو، تڏهن سوچ هن پاسي هلي ٿي وڃيس، تہ صبح جو ٻچا ڇا کائيندا؟

## درويشيءَ جو زيور سادگي

هڪڙو عبادت گذار درويش، جهنگ ۾ رهندو هو ۽ وڻن جا پن کائي پيو گذر ڪندو هو. وقت جو بادشاهہ زيارت جي ارادي سان، درويش وٽ وڃي پهتو. چيائينس تہ: ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جو توهان لاءِ

شهر ۾ هڪ گهر ٺهرايان ۽ توهان اتي هلي رهو. اتي هتان کان وڌيڪ عبادت جي آساني ٿيندي ۽ ڪيترا ماڻهو توهان جي فيض مان فائدو وٺي سگهندا. توهان جي چڱي صحبت ۾ گهڻا ماڻهو سڌري نيڪ ٿي پوندا. اها ڳالهه درويش کي نه وڻي ۽ منهن ڪٽي ڦيرايائين، هلڻ کان انڪار ڪيائين.

بادشاهه جي هڪڙي وزير درويش کي چيو ته: بادشاهه جو راض پَيجڻ نه گهرجي. توهان شهر هلي ڏسو، اتي جاءِ جڳهه به ڏسو، ٻه چار ڏينهن رهي جائزو وٺو، پوءِ جيڪڏهن ماحول پسند نه اچي ۽ ماڻهن جي اچ وڃ سبب توهان تڪليف سمجهو، ته پوءِ به توهان مرضيءَ جا مالڪ ۽ راض جا راڻا آهيو. موٽي اچي ساڳيا وڻ وسائجو. درويش عرض قبول ڪيو ۽ شهر اچڻ لاءِ راضي ٿي ويو.

بادشاهه پنهنجي باغ وارو خاص بنگلو، درويش کي رهڻ لاءِ ڏنو. اها جاءِ نهايت آرام ده، پرڪشش ۽ بهشت وانگر وڻندڙ هئي. طرحين طرحين گل ٻوٽا، وڻ ۽ وليون منجهس موجود هئا. ڏسڻ سان روح کي راحت پئي آئي، نه رڳو اهو، پر بادشاهه هڪ خوبصورت، چنڊ جهڙي سهڻي ٻانهي درويش جي خدمت چاڪريءَ لاءِ مقرر ڪئي ۽ هڪ خوبصورت ڇوڪر تي به درويش جي خدمت جي ڊيوٽي رکيائين.

درويش تمام لذيذ ڪاڌا واپريا ۽ ميوا مٺايون ڪاڌائين. اعليٰ ۽ نفيس ڪپڙا تن تي پاتائين، سچو عطر عنبر سان واسجي ويو. ٻانهيءَ ۽ ڇوڪر جي سونهن کي چتائي ڏسڻ لڳو. دانائن چيو آهي ته: حسينن جو خوبصورت چهرو ۽ وڪوڙيل وار، انسان جي عقل لاءِ ڪوڙڪي آهن. جنهن ۾ سياڻو ماڻهو به اٽين ڦاسي سگهي ٿو، جيئن پکي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسي. مطلب ته درويش جون اکيون اهڙو آڙجي ويون، جو ٿوري ئي وقت ۾ ان جو حال ڊانوان ڊول ٿي ويو. هيءَ ته ويچارو درويش عبادتگذار هئو، پر ڪو وڏو پير، فقير، عالم، زاهد بزرگ، پوتيءَ پاڪ هجي ۽ دنيا ڏانهن ڌيان ڪري ته اهو به اٽين ڦاسي پوندو، جيئن ماکيءَ تي وينل مک ڦاسي پوي.

ڪجهه وقت کان پوءِ بادشاهه سلامت کي درويش جي ديدار جو شوق جاڳيو. اچي ڏٺائين ته هن جون اڳيون حال ساڳيو نه رهيو هو.

منهن ۾ ڳاڙهاڻ ۽ بدن ۾ تولهہ اچي وئي هئس، ريشمي طول وهاڻن کي ٽيڪ ڏئي ويٺو هو. سهڻو ڇوڪرو مورڇل جهليو مٿن کان بيٺو هو. بادشاهہ اهو حال ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. ڪڇهري ڪندي چيائين تہ: آئون عالمن ۽ زاهدن کي گهڻو پيائيندو آهيان. سندن وڏي عزت ڪندو آهيان.

ان وقت بادشاهہ سان تمام هوشيار ۽ داناءُ وزير گڏ هو. ان هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيو تہ: اي بادشاهہ سلامت! محبت ڪرڻ جو هي مطلب آهي تہ، توهان ٻنهي (عالمن توڙي زاهدن) سان خير خواهي ڪريو. سندن خير خواهي هي آهي تہ عالمن کي دولت گهڻي ڏيو،جيئن ٻين کي پڙهائڻ جو ڪم ڪن. طالبن تي خرچ ڪن ۽ زاهدن درويشن کي ڪجهہ نہ ڏيو، جيئن اهي زاهد رهي سگهن. سياڻن چيو آهي تہ: خوبصورت عورت کي ڇلن منڊين ۽ ڳهڻ جي ڪهڙي ضرورت؟ ائين درويش عبادتگذار کي هن عيش واري حياتيءَ جو ڪو ڪپ ڪونهي. سادگي ئي ان جو زيور آهي.

## ناڻي جي ڳوٿري

مٿئين واقعي وانگر ٻي آکاڻي بہ آهي. هڪڙو هو بادشاهہ، اهو ڪنهن مشڪل ۾ اچي ڦاٿو. پوءِ باس باسيائين تہ هن مشڪل مان جان ڇٽي تہ هيترا هزار درهم درويشن ۽ زاهدن ۾ ورهائيندس. جڏهن اها مشڪل معاف ٿي ويس، تڏهن نذر پوري ڪرڻ خاطر درهمن جي ڀريل ڳوٿري هڪڙي خاص خادم کي ڏنائين تہ وڃي درويشن ۽ بزرگن ۾ ورهائي اچي.

چون ٿا تہ اهو خادم وڏو داناءُ ۽ هوشيار هو. سڄو ڏينهن پئسن واري ڳوٿري گهمائي، شام جو ساڳي ڳوٿري باسلامت بادشاهہ وٽ واپس کڻي اچي پهتو. ڳوٿريءَ کي چمي ڏئي، بادشاهہ جي آڏو اچي رکيائين. عرض ڪيائين: جيئندا قبلا! سڄو ڏينهن چنگهون هنيم ڏاڍو ڳوليم،پر ڪوبہ درويش بزرگ نظر ئي نہ آيو، جنهن کي کڻي پئسا ڏيان. بادشاهہ چيو: ڳالهہ ٿو ڪرين ڪ يوڳ ٿو ڪرين؟ مون کي معلوم آهي تہ اسان جي ئي شهر ۾ چار سو کن بزرگ عابد زاهد رهن

ٿا. هن خادم وراڻيو تہ: سائين! جيڪي بزرگ آهن، اهي مون کان درهم وٺن ئي نٿا ۽ جيڪي وٺڻ لاءِ تيار آهن،اهي درويش آهن ئي ڪين.

اهو ٻڌي بادشاهہ کليو ۽ وزيرن کي چيائين تہ:درويشن ۾ جيترو منهن جو ويساهہ آهي، اوترو ھي خادم انهن جو مخالف آهي، پر جيڪا ڳالهہ ڪري ٿو، اها صحيح ڪري ٿو، تہ جيڪو بزرگ دولت ۾ هٿ وجهي،تہ ان کي ڇڏي ٻئي کي ڳولجي.

## خيراتي ماني وٺڻ

ڪنهن وڏي عالم کان مسئلو پڇيائون تہ: خيراتي مانيءَ بابت توهان جي ڪهڙي فتويٰ آهي؟ هن وراڻيو: عبادت جي آسانيءَ خاطر ماني وٺي تہ حلال اٿس ۽ جيڪڏهن مانين لاءِ عبادت ڪري تہ حرام اٿس. جيئن سياڻن چيو آهي: ڪاٺبو آهي جيئڻ ڪاڻ. ڪائڻ ڪاڻ ڪونہ جيئبو آهي. هت ائين سمجهڻ گهرجي.

## بکيو تاڙي ماني

هڪڙو هو فقير. اهو سفر ڪندو اهڙي جاءِ تي اچي پهتو، جتي مهمان خاني جو مالڪ سخي دل ۽ اوطاقي مڙس هو. ان وٽ ڪيترن عالمن ۽ سگهڙن جي ڪچهري قائم هئي. هرهڪ پنهنجي واري سان الله جي ڏني مان ڪجهہ نہ ڪجهہ ٻڌايو پئي. هي ويچارو فقير سفر جو ستيل،ٿڪل ٽٽل ڪچهريءَ ۾ اچي پهتو هو. تنهن کي بہ ماڻهن خوش طبعي ڪندي چيو تہ: پرديسي! توکي بہ ڪجهہ ٻڌائڻ گهرجي. فقير چيو تہ: ادا! آئون نڪو آهيان اديب ۽ نڪو سگهڙ. آئون آهيان اڻ پڙهيو. اڻ گهڙيو ڪاٺ. ان هوندي بہ توهان جو حڪم ڪونہ ٿو موٽايان. هڪڙو بيت ياد اٿم اهو ٻڌايان ٿو. ڪچهريءَ وارن چيس تہ ٺيڪ آهي، اهو ئي ٻڌاءِ. فقير فارسيءَ ۾ بيت پڙهيو، جنهن جو مطلب هو.

آئون بکيو تاڙيان ماني، جيئن ڇڙهو تڪي زناني.

ڪچهريءَ ۾ ويٺل سمجهي ويا تہ ويچارو فقير ڏاڍو بکايل آهي، سو جيڪو موجود هون، سو حال حاضر ڪڍي ڪيائون. فقير اڌو

دسترخوان کڻي وڇايائون. گهر ڌڻيءَ چيو تہ: اي يار! ٿوري گهڙي ترس. بورچي ڪوفتا پيو ٺو تيار ڪري. اهي بہ اچن تہ پوءِ ڪاڏو کاءِ. فقير ڪنڌ مٿي ڪڻي ڪليو ۽ چيائين: سائين! ڪوفتا هجن يا نہ هجن. بکئي لاءِ رکي روٽي ئي ڪوفتو آهي.

## قرض سان علاج

ڪنهن مريد پنهنجي مرشد وٽ دانهن ڏني، تہ ڇا ڪريان؟ جو آئون ماڻهن کان تنگ اچي چڪو آهيان. ماڻهن جي ايتري اچ وڃ آهي، جو ذڪر فڪر جو ٽائيم بہ زيان ٿيو وڃي. ان ڪري سڄو وقت پريشان ٿو رهان. مرشد چيس: جيڪي غريب اچن، تن کي قرض ڪٽاءِ، اڌارا پئسا ڏي ۽ جيڪي شاهوڪار اچن،انهن کان قرض وٺ. اڌارا پئسا گهر. ائين ڪندين تہ غريب قرض ادا ڪرڻ جي ڀوَ کان تو وٽ ڪونہ لڙندا ۽ امير وري قرض ڏيڻ جي خوف کان ڪونہ ايندا. ڪنهن جو قول آهي تہ: اسلامي لشڪر جي آڏو ڪو پينو فقير هلندو. تہ ڪافرن جو لشڪر ان جي پنڻ جي ڀَوُ کان ئي ڀاڄ کائي چين ملڪ وڃي پهچندو (نہ اسلامي لشڪر جي خوف کان).

## عالم ۽ عابد ۾ فرق

ڪنهن عقلمند نوجوان پنهنجي پيءُ کي چيو تہ: بابا سائين! واعظي مولوين جي تقرير منهنجي دل تي اثر ئي نہ ڪندي آهي. ڇو تہ جيئن اهي چون ٿا، تيئن ڪن ڪونہ ٿا. عوام آڏو واعظ ڪندا تہ دنيا کي ترڪ ڪريو ۽ پاڻ پئسن سان تجوڙيون پيا ڀريندا. جنهن عالم ۾ عمل ڪونهي، ان جو ڪوڪلو واعظ ڪيئن اثر ڪندو؟ هائو جيڪو پاڻ پلي، ٻين کي اهو ئي جهلي. قرآن شريف ۾ بہ آهي.

اَتَاْمُرُوْنَ النَّاسَ بِالْبِرِّ وَ تَنْسَوْنَ اَنْفُسَكُمْ

ڇا توهان ماڻهن کي نيڪي ڏسيو ٿا ۽ پنهنجو پاڻ وساري ٿا ويهو؟

سمجهہ ۾ آيو تہ جيڪو پاڻ پليل آهي، اهو ٻين جي رهبري ڪهڙي ڪندو؟

پيءُ چيو: اي پٽ! اهڙي ڪوڙي خيال سبب نصيحت ڪندڙن جي

نصيحت کان محروم رهڻ بلڪل غلط آهي. عالمن جا عيب ڪڍي، ڪنهن معصوم مولويءَ جي ڳولا ڪرڻ سان ماڻهو هدايت کان محروم ئي رهندو. ان جو مثال ائين آهي جيئن هڪڙو انڌو اونداهيءَ رات ۾ ڪنهن گپ ۾ ڦاسي پيو. اتان چيائين پئي ته: اي مسلمانو! مون لاءِ ڪا بتي ڪٽي اچو! اهي اکر ڪنهن پوڙهائڻ عورت پئي ٻڌا. تنهن چيو: تون ته ڏئي کي ئي ڏسي ڪونه سگهندين، ته ڏئي سان ڇا ڏسي سگهندين؟ وعظ جي محفل ڪنهن دڪان مثال آهي، ڪو ماڻهو جيسين پاڻ سان يقين ۽ ويساهه جي موڙي ڪٽي نه ويندو، تيسين دڪان تان ڇا وٺي سگهندو؟ ائين واعظ ۾ به جيڪڏهن سمجهڻ، سڌرڻ واري دل ڪٽي نه اچبو ته ڇا پرائبو؟

تون عالمن جو واعظ ڪن ڏئي ٻڌ، پوءِ هن ۾ عمل هجي يا نه هجي. ماڻهو چوندا آهن ته: سُتل کي ستل ڪيئن جاڳائي سگهندو، اهو سراسر دوکو آهي. صحيح انسان اهو آهي جيڪو پٽ تي لکيل نصيحت سان ئي سڌري پوي.

هڪڙي درويش کي ڏنم ته درگاهه ڇڏي، بزرگن جي صحبت ڦٽي ڪري، اچي مدرسي ۾ داخل ٿيو. مون پڇيومانس ته: اي فقير! عالم ۽ عابد ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ جو نيڪ صحبت ڇڏي، علم پڙهڻ اچي پهتو آهين؟ جواب ڏنائين ته: فقير عبادتگذار رڳو پاڻ کي ٻڏڻ کان بچائي ۽ عالم ٻين ٻڏلن کي تار مان تاري ٿو.

## ڪنهن کي حقارت سان نه ڏس

هڪڙو نشئي ماڻهو نشي ۾ الوٽ، رستي جي وچ تي پيو هو. اتان هڪڙو بزرگ اچي لنگهيو، نشئيءَ کي حقارت سان ڏٺائين ۽ کي نفرت جهڙا اکر به ڳالهايائين. نشئيءَ ڪجهه هوش سنڀاليو ۽ آيت پڙهيائين.

وَاِذَا مَرُّوْا بِاللَّغْوِ مَرُّوْا كِرَامًا

(شريف ماڻهوءَ جو ڪم آهي ته برائيءَ وٽان لنگهندي پنهنجي شرافت جو خيال رکي، پاسو ڪري هليو وڃي). ۽ چيائين: اي بزرگ! ڪنهن گنهگار کي نه ڌڪارجي، نه ان کي حقارت جي نظر سان ڏسجي،

آئون ڪٿي ڪَسو آهيان، پر تون تہ چڱو آهين، توکي اهو خيال ضرور ڪرڻو هو.

## مرڻ کان اڳ نفس مارجي

ڪو بزرگ غندن جي ٽوليءَ جي ور چڙهي ويو. ان کي ڏاڍي مارڪٽ ڪيائون ۽ گهڻ وڏ ڳالهايائونس. بزرگ ويچارو پهچي نہ سگهيو ۽ پنهنجو هيٺو حال مرشد وٽ وڃي بيان ڪيائين تہ: مون سان هي معاملو ٿيو آهي. مرشد چيس: اي پٽ! درويشيءَ وارو لباس سهپ سيکاري ٿو. جيڪو ڏک ۽ ڏجها سهي نہ ٿو سگهي، اهو درويشيءَ جي دعويٰ ڪوڙي ٿو ڪري ۽ پنهنجي فقيراڻي لوئي ٿو لڄائي.

ڪشادي درياءَ کي ڀر تي پٿر ميرو ڪري نہ سگهندا. ائين جيڪو درويش، ماٺهن طرفان مليل تڪليف نٿو سهي، اهو درياءَ دل نہ چئبو، پر اهو ننڍو ڏٻو چئبو. جيئن سهپ ڏاريندين، تيئن تنهنجا گناهہ معاف ٿيندا.

اي پٽ! مرڻ کان پوءِ سيڪو مٽيءَ ۾ پوندو ۽ مٽي ٿيندو، پر سچو ڀانهو اهو آهي، جيڪو جيئري ئي مٽيءَ وانگر بنجي وڃي.

## پردي ۽ جهنڊي جو مناظرو

ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪڙي ڀيري بغداد جي شهر ۾ پردي ۽ جهنڊي جي وچ ۾ جهيڙو ٿي پيو. جهنڊو پري واري سفر تان موٽيو هو، ان ڪري دز ۽ غبار ۾ ميرو لڳو پيو هو. تنهن ڏوراپو ڏيندي دروازي تي ٽنگيل صاف پردي کي چيو تہ: تون ۽ آئون ٻئي ڄڻا ٽهيل بہ ڪپڙي مان آهيون ۽ ٻئي ڄڻا بادشاهہ سلامت جا خادم آهيون، پر آئون سدائين سفر جي سختين ۾ پيو هلان. اڃ هيڏانهن جنگ جي ميدان ۾ ويس تہ سياٽي هوڏانهن. سک جو ساهہ پنڻ نصيب ئي ڪونهي ۽ تون سدائين سک ۾، دروازي تي ٻُوٽ ڪوڙيو پيو آهين، آرام پيو ڪرين، نہ ڪنهن طوفان جو مقابلو ڪرين،نہ مقابلن جو منجهائيندڙ منظر ئي ڏسين، پوءِ کهڙو سبب آهي، جو محنت گهڻيءَ ڪريان. عزت ۽ قرب توکي گهڻو

حاصل هجي. گهڙيءَ گهڙيءَ توکي نازڪ ۽ نرم هٿڙا پيا لڳن. اهڙا مزا پيو ماڻين ۽ آئون رنگ روڻ جوانن جي هٿن ۾ جيڪي هيڏي هوڏي پيا ڦيرائين ۽ ڪڏهن هيٺ ته ڪڏهن مٿي پيا ڪن. ان جو ڇا سبب آهي؟

پردي جواب ڏنو: مون ۾ نئڙت ۽ نماڻائپ آهي جو سدائين چائٺ پيو چمان ۽ ٻهاريان ۽ تون آڪڙ ڪري هرهر تو ڳاٽ مٿي ڪرين. ٻڌو هوندئي ته،

مَن تَواضعَ لله رَفَعه الله

جيڪو الله خاطر نئڙت ڪندو، الله ان جي عزت بلند ڪندو(۽ وڏائيءَ واري جي وڏائي ڀڃندو آهي)

## پهلواني سهپ کي چئبو آهي

ڪنهن بزرگ هڪڙي پهلوان کي ڏٺو. جيڪو اهڙو ڪاوڙيو بيٺو هو،جو وات مان ڱِفَ پئي وهيس. بزرگ پڇا ڪئي ته: هن کي ڇا ٿيو آهي؟ ماڻهن ٻڌايو ته:فلاڻي ماڻهوءَ هن کي گاريون ڏنيون آهن، تنهن تي اچي مٿيو آهي. تڏهن بزرگ چيو ته: هيءُ ڪميڻو ڳرو پٿر پيري ڪٽي ويندو آهي ۽ هت هڪ اکر سهڻ جي منجهس طاقت نه آهي (حضور جن فرمايو آهي ته :" پهلوان اهو آهي جيڪو ڪاوڙ ڪائي وڃي) ۽ هيءُ اجايو پهلوانيءَ جي ٻٽاڪ هڻندو آهي. پهلواني ٻئي جي پٺي پٽ لڳائڻ ۾ نه آهي، پر صبر سان سهپ ڏارڻ ۾ ئي پهلواني آهي. ماڻهو ٿهيو ئي مٽيءَ مان آهي، هاڻي جنهن ۾ مٽي واري نرمي ۽ سهپ ناهي، اهو ماڻهو ئي ناهي.

## ڇنڻ ۽ ڳنڍڻ الله خاطر

ڪنهن بزرگ کان پڇيم ته: صاف دل ۽ سچن صوفين جون ڪهڙيون خصلتون هجڻ گهرجن؟ چيائين: گهٽ ۾ گهٽ هيءَ خصلت ضرور هجي ته دوستن جي ڪم ڪي پنهنجي غرض ۽ مطلب کان وڌيڪ مٿو رکي. سياڻن جو چوڻ آهي ته: جيڪو ماڻهو خود غرض ۽ مطلب پرست آهي، اهو نه ڪنهن جو ڀاءُ آهي ۽ نه ڪنهن جو مائٽ آهي. ان کي ته پنهنجو مطلب ئي پيارو هوندو آهي. مون چيو ته: بلڪل سچ

آهي. تيار ماني ڇڏي ڏجي،پر سنگت نہ ڇڏجي ۽ جنهنجي دل تو سان نہ لڳي، تنهن سان دل نہ لائجي ۽ جنهن مائٽ ۾ ديانتداري ۽ پرهيزگاري نہ هجي، تہ ڀائپي ڳنڍڻ وارو خيال ڇڏي، ان کان ناتو ڇنڻ بهتر آهي.

تنهن ڏينهن هڪڙي ماڻهوءَ مون تي اعتراض ڪيو. چوڻ لڳو تہ: قرآن شريف ۾ متن سان ڇنڻ جي منع آهي. مائٽن سان ڳنڍڻ جو تاڪيد آهي ۽ تون وري ڪهڙا تو ڏس ڏين؟ مون چيومانس: قرآن شريف ۾ هيءَ آيت پڙهي اٿئي.

وَاِن جَاهَدَاکَ عَلىٰ اَن تُشرِکَ بِي مَالَيسَ لَکَ بِہ علم فَلا تُطِعهُمَاَ

۽ جيڪڏهن پيءُ ماءُ جهڙو پيارو عزيز مائٽ توکي شرڪ جو ڏس ڏئي، تہ ان جو چيو متان مڃين؟ الله کان پري ٿيل هزار مائٽ هجن، تہ اهي ان ڌارئي تان گهوري ڇڏجن، جيڪو الله سائين سان ڳانڍاپيل هجي.

## عادت نہ ڇڏي عادتي

بغداد شهر ۾ هڪڙي پيرسن ماڻهوءَ پنهنجي ڌيءُ جو نڪاح هڪڙي موچيءَ سان ڪري ڏنو. بيرحم موچيءَ ڇوڪريءَ جي چپن کي اهڙو چوسيو ۽ چڪيو، جو ان جي چپن مان رت پئي ٽميو. صبح جو جڏهن پوڙهي جي نظر نياڻيءَ جي چپن تي پئي، تڏهن پنهنجي ڄاٽي موچيءَ وٽ ويو ۽ چيائينس تہ: تو سڄي عمر چمڙي جا ٽڪر پئي چڪيا ۽ ڇباڙيا آهن، تو منهنجي ڇوڪريءَ جي چپن کي بہ چمڙو سمجهيو ڇا؟

(سياڻا چوندا آهن تہ عادت نہ ڇڏي عادتي، عضوو نہ ڇڏي جاءِ، ڪتي کي تخت تي ويهار تہ بہ چڪيءَ چٽڻ هارڪو) تون بہ پنهنجي عادت کان مجبور هئين.

## ڪوجهي زال جو قصو

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: ڪنهن داناءَ ماڻهوءَ کي نهايت ڪوجهي بدشڪل ڌيءُ هئي، ان جي سامائجڻ کان پوءِ گهڻن ڏاجن آڇڻ جي باوجود، ڇوڪريءَ جو رشتو ڪنهن بہ قبول نہ ٿي ڪيو. ڪوجهيءَ ڪنوار تي ڳهہ ڳٽا ۽ پٽ پٽيهر بہ نٿا ٺهن. نيٺ ان داناءَ مجبور تي

ڪنهن انڌي کي ڏيءُ پرڻائي ڏني.

چون ٿا ته:انهن ڏينهن ۾ سريلنڪا جو هڪ هوشيار ڊاڪٽر اتي پهتو هو، اکين جي علاج جو وڏو ماهر هو. انڌن کي سڄو پئي ڪيائين. ماڻهن ان داناءَ کي چيو ته: تون پنهنجي ڄاٽي کي وٺي ڊاڪٽر کي ڇو نه ٿو ڏيکارين؟ سندس اکيون ڇو صحيح نه ٿو ڪرائين؟ چيائين ته:مون کي هي ڊپ آهي ته متان سڄو ٿي پوي ۽ منهنجي ڌيءُ کي طلاق ڏئي ڇڏي. بدشڪل مائيءَ لاءِ مڙس انڌو ئي ڀلو آهي.

## بادشاهي ۽ فقيريءَ ۾ فرق

هڪڙي بادشاهه درويشن ۽ فقيرن جي هڪ جماعت کي حقارت سان ڏٺو. ڪنهن درويش اها ڳالهه محسوس ڪئي ۽ عقل سان سمجهي ويو. بادشاهه کي منهن تي چئي ڏنائين ته: اي بادشاهه! اسان هن فقيريءَ ۾ به توکان گهڻو خوش آهيون، تو وٽ لشڪر گهڻا آهن، باقي مرڻ ۾ هڪجهڙا آهيون ۽ قيامت ڏينهن، الله ۾ اميد آهي ته، انشاءَ الله توکان بهتر حال ۾ هونداسين.

اي بادشاهه سلامت! جيڪڏهن حاڪم وٽ اڻ ميا خزانا آهن ۽ فقير ٽڪر کاڻ محتاج آهي ته ڇا ٿي پيو. جڏهن ٻئي ڇڏا هيءُ جهان ڇڏيندا، تڏهن به چار وال ڪفن کان سواءِ ڪجهه به ڪٽي نه ويندا، پوءِ جڏهن بادشاهي هڪ ڏينهن ڪسجي ويندي، ته ان کان فقيري ڀلي چئبي.

## اصلي طريقت

طريقت ظاهر ۾ صوفين واري پوشاڪ ۽ سادگي يا مٽي ڪوڙائڻ کي سمجهيو وڃي ٿو، پر حقيقت ۾ طريقت ان جو نالو آهي ته دل زنده هجي ۽ نفس مئل هجي. اهو ماڻهو درويشيءَ جي دال کان واقف ناهي، جيڪو توري گهٽي تي هِن هُن سان اٽڪي پوي. چوندا آهن ته سچو صوفي اهو آهي، جيڪو جبل جي ڀاڙ ۾ ويٺو هجي ۽ متان ڇپ ڪرندي ڏسي ته به ان جي راهه کان پري نه ٿئي.

طريقت واري درويش ۾ هي خوبيون هجڻ گهرجن. شڪر، خلق

جي خدمت، الله جي اطاعت، قرباني، قناعت، توحيد، توڪل، نئڙت ۽ سهپ. جنهن ۾ اهي خصلتون آهن، اهو سچو درويش آهي، پوءِ ڀلي قيمتي پوشاڪ پايو وتي.

پر جيڪو بي نمازي، رولاڪ، نفس پرست، رات ڏينهن خواهشن جو مريد هجي، جو زبان تي اچيس سو ڳالهائي، بڪواس پيو ڪري، غفلت جي ننڊ ۾ ستل هجي، ڪاڏي ۾ جيڪي ڏسي سو سڀ رهڙي وڃي ته اهو درويش ئي ناهي، توڙي درويشن واري پوشاڪ پايو وتي.

اي فقير! جيڪڏهن تنهنجو اندر تقويٰ کان خالي آهي ته مڪر جو لباس ڇو پاتو اٿئي؟ جيڪڏهن تنهن جو اندر اگهڙيون آهي، ته پوءِ ڏيکاءَ واري اڇي پوتي ڇو ٿو پائين؟ اندر ويهاري ڪانءَ ٻاهر ٻولي هنج جي ڇو ٿو ڪرين؟ اٿين ته فقيريءَ واري لباس کي ٿو لڄائين.

## گلن ۽ گاهه جي سنگت

هڪڙي ڀيري تازن ۽ رنگارنگي گلن جو هڪ گلدستو ڪنهن جاءِ تي ڏٺم. گلن جي پاسن کان گاهه ۽ ٻُن جون تارڙيون به هيون. مون چيو: هي گاهه گلن سان ڇو اچي گڏيو آهي. اهو ٻڌي ويچاري گاهه روئي ڏنو ۽ چوڻ لڳو ته: اي سعدي! وڏيڪ متان ڪجهه ڪڇين؟ اها گلن جي مهرباني آهي، جن پنهنجي سونهن ۽ سرهاڻ وساري منهن جي پراڻي سنگت کي برقرار رکيو آهي. مون ۾ برابر نڪو سونهن ۽ رنگ آهي، نڪو سرهاڻ. پر آئون به ڇائو نپنو ان باغ ۾ ئي آهيان، جنهن ۾ هي گل ٽڙيا آهن. آءٌ ڪوجهوئي سهي پر هنن گلن جو ساٿي رهيو آهيان.

اهو ٻڌي مون چيو ته: آئون ٻانهون ٻاجهاري الله جو آهيان، ان مالڪ جي نعمتن ۾ پلجي وڏو ٿيو آهيان. مون ۾ به ڪو هنر ۽ ڪمال ڪونهي، ڪو عقل ڪونهي. پر ڪريم جي ڪرم جي آسري تي آهيان، نه عبادت ڪيم، نه آخرت لاءِ ڪوسمر ئي تيار ڪيم. مون بي ڪس ۽ بي وس ٻانهي جو واهر وسيلو الله ئي آهي. ڏسندو آهيان ته ماڻهو پوڙهي پورهيت سان گهڻي محنت جو ليڪو نه ڪندا آهن، ان تي رحم ڪندا

آهن، اي منهنجا الله! هن پوڙهي سعديءَ کي ڪٽي معاف ڪر!

سعدي! تون بہ ڪجھ سمجھ ڏار، الله واري واٽ وٺ. الله جي در ڪان سواءِ ٻين آڏو نرڙ نہ جهڪاءِ! (پاٺهئي ايندم هوت، ڪجھ آئون بہ اڳيري ٿيان).

## شجاعت ۽ سخاوت

ڪنهن سياڻي کان پڇيائون تہ: سخاوت وڌيڪ يا شجاعت (پهلواني)؟ هن وراڻيو تہ: جيڪو سخاوت ڪندو، ان کي پهلوانيءَ جي ضرورت ئي نہ پوندي. ايران جي حاڪم بهرام گورجي قبر تي هڪ فارسي بيت لکيل هو، ان جو مطلب هو تہ شجاعت کان سخاوت وڌيڪ آهي.

ڪنهن داناءَ چيو آهي تہ: حاتم طائي ڪونہ رهيو، پر ان جو نيڪ نالو اڄ بہ زندہ آهي. اي انسان! تون بہ ملڪيت جي زڪوات ڏي ۽ سخا ڪر، وڻ کي جيئن ڇانگبو، تيئن ڇهچ سائو ٿيندو.



ٽيون باب

# قناعت جي فضيلت ۾

## قناعت ۽ سخا

حلب شهر جي ڪپڙي بزار ۾ هڪڙو فقير پنڻ آيو. اتي هيئن پئي چيائين: اي شاهوڪارو! جيڪڏهن توهان ۾ انصاف هجي ۽ اسان فقيرن ۾ قناعت هجي، ته جيڪر دنيا مان پنڻ جو رواج ئي ختم ٿي وڃي. جيئن لقمان حڪيم، صبر واري واٽ ورتي ته حڪيم ٿيو. تيئن ڪو غريب قناعت جي واٽ وٺي، ته هوند امير ٿي وڃي.

## فرعون ۽ هامان جو ورثو

مصر ملڪ ۾ هڪڙا ٻه ڀائر هوندا هئا. هڪڙو وڃي علم پڙهيو ۽ عالم ٿيو. ٻئي دولت ڪمائي گڏ ڪئي ۽ مصر جو وزير ٿيو. هڪ ڏينهن دولت مند ڀاءُ پنهنجي غريب عالم ڀاءُ ڏي حقارت سان ڏسندي چيو: ڏس ته آئون ڪيئن نه حاڪم ٿي ويس ۽ تون اڃا سُڃائيءَ ۾ پيو لوڙين. اهي اکر ٻڌي غريب ۽ عالم ڀاءُ چيو: اي ادا! آئون هن حال تي الله جا لکين احسان ٿو سمجهان، جو منهنجي حصي ۾ پنهنجن پيارن پيغمبرن وارو ورثو، علم ڏنائين ۽ تو وٽ فرعون ۽ هامان جهڙن ڪمبختن جو ورثو پهتو آهي. آئون ڪول وانگر ڪمزور ئي سهي، پر الله جو اهو احسان جو مونکي ڏنگيندڙ ڏينيو نه بنايائين.

## پلي بڪ پرم جي

هڪڙي درويش جي ڳالهه پڌم ته اهو بکن ۾ پاهه پئي ٿيو ۽ ڪپڙن کي چتين مٿان چتيون ٿي هنيائين ۽ پنهنجي دل کي دلاسا ڏيندي پئي چيائين: اي نفس! سڪل ٽڪر ۽ ٽڳڙين لڳل گودڙي ڀلي اٿئي، ڪنهن تونگر جي احسان کڻڻ کان.

ڪنهن ماڻهوءَ ان درويش کي چيو ته: هت ويٺو ڇا ٿو ڪرين؟ شهر ۾ هن پاسي فلاڻو امير اهڙو سخي دل آهي، جو سندس سخا عام پئي هلي. فقيرن جي خدمت لاءِ هو پيرن پر، ايو بيٺو آهي. جيڪڏهن تون اتي هلي ويندين. ته هو تنهن جو احسان ڄاڻندو، جو تنهن جو حال ئي اهڙو آهي. درويش وراڻيو: مهربان! ماٺ ڀلي اٿئي، آئون ڪنهنجي آڏو هٿ وجي ٽنگيان. ان کان مون کي موت مٺو آهي. سياڻن چيو آهي ته: اميرن جي دروازي تي ڪپڙن لاءِ چٺيون لکڻ کان ڀلو آهي ته چتيون چتين تي هڻي صبر سان وقت گذارجي. پاڙيسريءَ جي پيرن سان پنڌ ڪري جنت ۾ وڃڻ کان دوزخ جو عذاب ڀلو آهي.

## ٿوري کائڻ ۾ تندرستي آهي

ڪنهن ملڪ جي بادشاهه هڪڙي هوشيار حڪيم کي حضرت محمد ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر رهڻ لاءِ موڪليو. ڪجهه سال اتي عربستان ۾ رهيو، پر ڪوبه مريض وٽس علاج لاءِ نه آيو. حڪيم حضور ﷺ جن وٽ آيو. شڪايت ڪيائين ته مون کي بادشاهه توهان جي صحابن سڳورن جي علاج لاءِ موڪليو آهي پر هيتري عرصي ۾ ڪو دوا داروءَ لاءِ لڙيو ئي ڪونهي، مون کي خدمت جو موقعو ملي نه سگهيو آهي. اهو ڇا جي ڪري؟

حضور ﷺ جن فرمايس: اسان جي جماعت جو دستور آهي ته جڏهن ڏاڍي بک لڳندي آهي، تڏهن ڪاڌو کائيندا آهيون ۽ اڃا چند گرهن جي گهرج هوندي آهي ته ڪاڌي مان هٿ ڪڍي ڇڏيندا آهيون. حڪيم چيو: بس تندرستيءَ جو راز به اهو آهي. پوءِ حڪيم صاحب باادب حضور ﷺ جن کان موڪلايو ۽ پنهنجي وطن واپس وريو.

سياڻن چيو آهي تہ: داناءَ ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ، سخن ان وقت ڳالهائي جڏهن ڏسي تہ، نہ ڳالهائڻ سبب ڪو نقصان ٿيندو ۽ کاڌو تڏهن کائي،جڏهن ڏسي تہ، نہ کائيندس تہ مرندس. جڏهن ڪو ايتري رک ڪندو،تڏهن سندس هر گفتو حڪمت ڀريو هوندو ۽ سندس کاڌو تندرستيءَ جو سبب هوندو.

## کائڻ آهي جيئڻ لاءِ

اردشير نالي هڪڙي بادشاهہ ڪنهن عرب حڪيم کان پڇيو تہ: هڪ ڏينهن ۾ هڪ ماڻهوءَ کي ڪيترو کاڌو کائڻ گهرجي؟ حڪيم چيو تہ: ڏيڍ پاءُ کن ڪوڙآهي. بادشاهہ چيو تہ ايترڙو کاڌو جان کي ڪهڙي قوت ڏيندو؟ حڪيم وراڻيو: تہ ايترو کاڌو توکي ٽڪڻ لاءِ ڪافي آهي. ان کان وڌيڪ کائيندين، تہ جان تي بار ٿي پوندو. کائبو آهي جيئڻ لاءِ ۽ کائڻ لاءِ نہ جيئبو آهي.

## ڏٻري ۽ ٿلهي جي ڳالهہ

ڳالهہ ٿا ڪن تہ خراسان جا هڪڙا ٻہ فقير هئا، جيڪي سدائين گڏ سفر ڪندا هئا. انهن مان هڪڙو ايرو هو، جنهن هڪ نہ ٻئي ڏينهن کاڌي کائڻ تي پاڻ کي هيرائي ڇڏيو هو ۽ ٻيو ٿلهو متارو هو، جيڪو ڏينهن ۾ ٽي ڀيرا کاڌو کائيندو هو. ٻئي ڄڻا سير سفر ڪندا ڪنهن شهر ۾ پهتا. اتي جاسوسيءَ جي الزام ۾ پڪڙجي پيا. ٻنهي کي ڪنهن بند ڪوٺيءَ ۾ ڪٽي قيد ڪيائون، ٻن هفتن تائين ڪنهن بہ سندن سارسنڀال نہ لڌي. پوءِ وچي پتو پين تہ هي بي ڏوهي آهن. جڏهن ڪوٺيءَ جو دروازو کوليائون،تڏهن ڏٺائون تہ ٿلهو فقير مئو پيو آهي ۽ ڏٻرو صحيح سلامت آهي. ماڻهن کي ڏاڍو عجب پئي لڳو، پر اتي هڪڙو حڪيم هئو، ان چيو تہ عجب تڏهن ٿئي ها جڏهن ان جي ابتڙ ٿئي ها. ڇو تہ هي ٿلهو متارو فقير هرهر کائڻ جو هيراڪ هو. بک سهڻ جي منجهس طاقت ئي نہ هئي. تڏهن مري پيو ۽ ڏٻري فقير جو پاڻ پليل هو. بک کائڻ جي اڳ ۾ ئي عادت هئس، تڏهن بچي ويو. ڏکن

جي هيراڪ لاءِ جتي ڪتي آساني آهي ۽ عيش آرام ۾ پليل بک ڏک سهي نہ سگهندو، مورڳو موڪلائي ويندو.

## ٿورو کائجي

ڪنهن داناءَ پنهنجي پٽ کي گهڻي کائڻ کان جهليندي چيو تہ: گهڻي کائڻ سان تڪليف ٿي پهچي ۽ ماڻهو بيمار ٿي پوندو. پٽ وراڻيو تہ: ابا! بک بڇڙو ٽول،دانا بہ ديوانا ڪري ۽ ڪيترن جي واتان ٻڌو اٿم تہ:بک ۾ مرڻ کان ڍاپي مرڻ ڀلو آهي. پيءُ چيو: پٽ! هن آيت تي نظر ڪر!

ڪُلُوا وَاشرَبُوا وَلاَ تُسرِفُوا

کائو پيئو پر حد کان نہ وڌو،اسراف نہ ڪريو!

منهن جي چوڻ جو مطلب آهي تہ: ايترو نہ کائجي جو اوڳرائيءَ سان گرهہ نڪري اچي ۽ ايتري پاڻ کي بک نہ ڏجي،جو مري پوي يا ڳرندو وڃي.

کائڻ واقعي وڻي ٿو، پر گهڻو کائڻ نقصان بہ رسائي ٿو. بک لڳڻ سان کائبو،تہ رکو ٽڪر بہ لذيذ لڳندو ۽ ڍَو ۾ گلقند بہ نہ وڻندو.

## تندرستي هزار نعمت

هڪ بيمار کان پڇيائون تہ: ڪنهن شيءِ کائڻ تي دل چوئي ٿي؟ هن چيو تہ دل ڪجهہ نہ ٿي چاهي. جڏهن نيڪائي ناهي تہ ڪا شيءِ نہ وڻي ٿي ۽ نہ هضم ٿئي ٿي. تندرستي هزار نعمت آهي.

## قرض وڏو مرض

واسط جي شهر ۾ ڪنهن دڪاندار کان،ڪن فقيرن ڪنڌو ڪنيو هو. دڪاندار روزانہ فقيرن وٽ وڃي،پئسن جي گهر ڪندو هو ۽ ڪين گهٽ وڌ ڳالهائي بہ ويندو هو. فقيرن کي اها ڳالهہ ڏاڍي ڏکي لڳندي هئي، پر هاڻي سيڪجهہ سهڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ئي نہ هونِ. فقيرن ۾ هڪڙو صاف دل بزرگ بہ هئو، ان چيو تہ: يارو! هن دڪاندار کي

ٻئسن جا دلاسا ڏيڻ کان بهتر هو تہ پنهنجي نفس کي دلاسا ڏئي ترسائجي ها.

جنهن در تي، دربان جي سهاپن ۽ ڏکن تاہن کان پوءِ گهٽو دان ملندو هجي، تہ اهڙي خير کي ئي کڏ ۾ هڻجي. کاسائيءَ جي ڇڙٻن کان ڀلو آهي تہ گوشت جي سڌ ۽ سِک ۾ مري ساهہ ڏجي.

## ڀِن جي دوا کان موت ڀلو

هڪڙو جوان مڙس تاتارين جي جنگ ۾ زخمي ٿي پيو. کنهن چيس تہ: فلاڻي واپاريءَ وٽ زخمن جي دوا آهي، توهان گهرندؤس تہ شايد دوا ڏئي ڇڏي. حالانڪ اهو واپاري مکي چوس موذي هوندو هو. ان جي کنجو سائپ جڳ ۾ مشهور هئي. ماڻهو چوندا هئا تہ: ان واپاريءَ وٽ دسترخواني تي مانيءَ بدران سج رکيل هجي ها، تہ بہ قيامت تائين کنهن کي ڏسڻ کونہ ڏئي ها.

زخمي جوان مڙس چيو: آئون هن کان دوا گهران، پوءِ بہ خبر ناهي تہ ڏئي يا نہ ڏئي؟ جي کٽي ڏئي، تہ بہ فائدو کري يا نہ کري؟ اهڙي سوال کان ڦٿکي مرڻ ڀلو آهي. کنهن کان منٿ سان ماني وٺي بدن کي تاتڻ سولو کم آهي، پر ائين کرڻ ۾ ضمير جو موريڪو ئي موت آهي.

سياڻن چيو آهي تہ: جيکڏهن کٽي آبرو کپائي آب حيات وٺو پوي، تہ داناءَ کڏهن بہ اهڙو آب حيات نہ وٺندو، ڇو تہ ذلت جي زندگيءَ کان، عزت جو موت ڀلو آهي. خوش خلق ۽ کلمک دوست جي هٿان ڌوهہ وٺي کائڻ، بخيل ۽ بداخلاق کان حلوو وٺي کائڻ کان ڀلو آهي.

## غريبيءَ جي شڪايت ماڻهن آڏو نہ کجي

هڪڙو هو عالم، جنهن جا کائڻ وارا ڀاتي گهڻا هئا، يعني کٽنب وڏو هوس ۽ آمدني تمام گهٽ هئس. هن پنهنجي معتقدن مان هڪڙي امير ماڻهوءَ سان اميد ساري پنهنجو مسکيني حال اوريو. ان سيٺ ٻوٿ کٽي ٻئي پاسي کيو. پوءِ تہ عالم ڏاڍو پڇتايو تہ، مون اجايو اهڙي

ڳالهہ ڪيڏي.

سياڻن چيو آهي تہ: ڪنهن سچڻ وٽ سرجهايل منهن سان نہ وڃجي. متان هن جو سک بہ ڦٽي پوي. ڪنهن بہ ڪم لاءِ ڪٿي وڃجي تہ مرڪندڙ منهن سان وڃڻ بهتر آهي

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: ان شاهوڪار، عالم سڳوري جي حال اورڻ کان پوءِ سندس مقرر ٿيل پگهار ۾ ڪجهہ واڌارو ڪيو، پر اعتقاد گهٽو هٽائي ويو. عالم سڳوري جڏهن شاهوڪار جي بي رخي ڏٺي، تڏهن چيائين: پلي بک پرم جي، شال نہ وڃي شان.

## ڏٺو پير پَني مراد

ڪنهن درويش کي ڪا ضرورت پئجي وئي. هڪڙي ماڻهوءَ چيس تہ: فلاڻي وٽ دولت بہ جججهي آهي ۽ اهڙو ئي دل جو سخي بہ آهي. هن کي تنهنجي هيٺي حال جي خبر پوندي،تہ يقيناً تنهنجي ڪم ڪرڻ ۾ دير ئي نہ ڪندو. درويش چيو تہ: آئون ڪيس سڃاڻان ئي ڪونہ. هن ماڻهوءَ چيو تہ: آئون ٿو توکي ڏيکاريان. ائين چئي درويش کي ان شخص جي جاءِ تي وٺي وڃي ڀهتو. درويش اندر ويو، ڏٺائين تہ هڪ ماڻهو چپ لاڙيو، منهن سڄايو ويٺو آهي. هن حالي حوالي ٿيڻ کان سواءِ ئي پويان پير ڪيا. ٻاهر ڪنهن ماڻهوءَ پڇيس تہ: خير وٺڻ کان سواءِ ئي سڪٿو موٽي آئين؟ درويش چيو تہ: ان جو ديدار ئي ڪوڙ آهي، جنهن جي منهن ۾ مرڪ جي سخا ناهي، ان کان ٻي ڪهڙي سخا جي اميد رکبي؟ڏٺو پير پني مراد.

## ڪدڙي جي سخا

هڪڙي ڀيري اسڪندريہ ۾ اڃي ڏڪار پيو. ويچارن غريبن جي سهپ کان ڳالهہ ٻاهر وڃي پهتي. آسمان مان بارش وسڻ بند ٿي چڪي هئي ۽ ماڻهن مينهن وسڻ لاءِ هٿ کڻي دعائون پئي گهريون. ماڻهو تہ ماڻهو، پر جيئن جانورن پکين پرندن جي دانهن بہ آسمان ڏانهن پئي وئي. اجا مخلوق جي دلين جو دونهون شايد ايترو گڏ نہ ٿيو هو، جو

آسمان مٿن ڪجهه ڳوڙها ڪٽي ڳاڙي ۽ ڪجهه بوندون برسائي.

اهڙي ڏکرواري وقت ۾ اتي هڪڙو ڪدڙو رهندو هو. جنهن جي وصف دوستن اڳيان ٻڌائڻ بي ادبي آهي ۽ ڪجهه نه ٻڌائڻ به نامناسب ٿيندو. ان ڪري ڪدڙي جي وصف ۾ ڪ اکر ٻڌائي ٿو ڇڏيان. جيئن آن جي لَبَ مان جنس جي خبر پئجي ويندي آهي، تيئن هتي ٻن، ٽن اکرن مان به توهان سمجهي ويندؤ.

ڪدڙو اهڙو منحوس هو، جو ڪو ڪافر ان کي ڪهي وڃي ها، ته قصاص ڻي نه پويس ها. هن جي پٽ بغداد جي پل وانگر هئي، جنهن جي هيٺان پاڻي پئي هليو ته مٿان هرڪو پئي لنگهيو.

ان ڪدڙي وٽ پئسو ڏوڪڙ جام هو. هن جو ننگر جاري هو. مسڪينن ۽ مسافرن کي ڪاڏو پيو ڪارائيندو هو. غريبن جي مالي مدد به ڪندو هو. فقيرن جي هڪڙي ٽولي هئي، جيڪا بک ۾ پاهه پئي ٿي. تن ارادو ڪيو ته وڃي ڪدڙي وٽ مهمان ٿيون، ڍؤ تي ڪاڏو ڪائي اچون. فقيرن مون کي به صلاح ڪئي، مون هلڻ کان انڪار ڪيو. چيم: شينهن بک مري، پر ڍڳ نه چري. ڪريل ڪدڙي وٽ هلي وڃڻ کان، بکن وگهي مرڻ ڀلو آهي. اهو ڪدڙو فريدون وانگر بادشاهه بنجي پوي، پر مون وٽ ان لاءِ ٽڪو به عزت نه آهي، ڪچيءَ ڀت جي گاري تي گلڪاري ۽ چٽ تي ريشمي لباس هڪ ڳالهه آهي. هن وٽ پئسو ٿيو ته پرواهه نه آهي؛ آئون اوڏانهن اصل نه هلندس.

## حاتم کان وڏيڪ همت وارو

حاتم طائي سخاوت ۾ مشهور آهي. ان کان ڪنهن پڇيو ته: جهان ۾ پاڻ کان وڏيڪ به ڪو همت وارو ماڻهو ڏٺئي يا ٻڌئي؟ هن وراڻيو؛ هائو. مون هڪ ڏينهن چاليهه اُٺ خيرات ڪرڻ لاءِ ڪٺا هئا. چڱا ڀلا، ڏسٽا وائسٽا ماڻهو به اچي خيرات تي پهتا هئا. هيڏانهن خيرات هلي رهي هئي ته آئون ڪنهن ڪم سانگي شهر کان ٻاهر ميدان ڏانهن ويس. اتي هڪڙو ڪانير ڏٺم. ان ڪاٺين جي ڀري گڏ ڪئي هئي. مون چيومانس: هوڏي خيرات تي نٿو وڃين؟ جو اتي راڄ اچي گڏ

ٿيا آهن، گوشت پيا ٿا ورهائجن.

ڪاٺير وراڻيو: جيڪو پنهنجي هٿن جو پورهيو ڪري پيٽ پالي سگهي ٿو، اهو حاتم جو ٿورو ڇو کڻي، ان جي در ڇو لڙي؟

حاتم طائيءَ چيو ته: مون ان ڪاٺير کي شاباس ڏني، جس ڇئي ۽ دل ۾ هُن کي پاڻ کان وڏيڪ همت وارو سمجهيم.

## رب سڄاڻي سڳ ٿو ڏئي

ٻڌائيندا ٿا ڪن ته: حضرت موسيٰ عليه السلام هڪڙي فقير کي ڏٺو، بدن تي ڪپڙو ئي ڪونه هوس. واري ورائي اگهڙ ڏکيو ويٺو هو. هن جي نظر جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام تي پئي، تڏهن عرض ڪيائين ته: الله تعاليٰ کان مون لاءِ دعا گهرو! ته مون کي رزق ڪشادو عطا ڪري، مسڪينيءَ کان ڏاڍو تنگ ٿي پيو آهيان. حضرت موسيٰ عليه السلام دعا گهري ۽ پاڻ ويندو رهيو. ڪجهه ڏينهن گذرڻ بعد اتان اچي لنگهيو جتي مسڪين کي دعا ڪئي هئائين. ڇا ڏسي ته ماڻهن جو ميڙ گڏ ٿيل آهي، ويجهو وڃي ڏٺائين ته: اهو ساڳيو ماڻهو پڪڙيو پيو آهي، جنهن لاءِ ڪجهه ڏينهن اڳ دعا گهري ويو هو.

حضرت موسيٰ عليه السلام پڇا ڪئي ته: ڇا آهي؟ هن ويچاري کي ڇو پڪڙيو اٿن؟ ماڻهن ٻڌايو ته: انهيءَ شراب پي، ڪنهن سان جهيڙو ڪيو، هڪ ماڻهو اڦٽ ماري وڌائين. هاڻي هن کي قصاص ۾ قتل ٿا ڪن.

سياڻن چيو آهي ته: ٻليءَ کي پر هجن ها ته جهرڪين جو ٻڻ بنياد ئي ختم ڪري ڇڏي ها ۽ جيڪڏهن گڏهه کي سڱ هجن ها ته ڪنهن کي به پنهنجي ويجهو اچڻ نه ڏئي ها.

اهو شال سدائين ڪمزور هجي، جنهن کي طاقت ملي ته ڪمزورن کي ايذائي. قرآن شريف ۾ آهي:

وَلَوْ بَسَطَ اللهُ الرِّزْقَ لِعِبَادِهٖ لَبَغَوْا فِي الْاَرْضِ

جيڪڏهن الله تعاليٰ سڀني ٻانهن کي ڪشادو رزق ڏئي ها ته ڌرتيءَ تي بغاوت ڪن ها ۽ ڏاڍيا فساد ڪري وجهن ها.

دانائن چيو آهي تہ: ڪميڻي ڪي شل دولت هٿ نہ اچي، پوءِ ڏؤ جهلي نہ سگهندو، پنهنجو مٿو ڦاڙائي وجهندو. حڪيم افلاطون جو قول آهي تہ: ڪِولِ بنا پرن جي ئي چڱي آهي.

## حڪمت

بيءُ وٽ ماڪي گهڻيئي هجي، پر جنهن پٽ ڪي ماڪي چڱي نہ هوندي، ان کي ذري چکڻ لاءِ بہ نہ ڏيندو. ساڳي طرح الله وٽ خزانا پڙيل آهن، پر توکي جيڪڏهن شاهوڪار نہ ٿو ڪري، تہ تو لاءِ شايد اها شيءِ فائديمند نہ آهي. جو تہ ٻانهن جي طبيعتن کي اهو مالڪ ئي ڄاڻي ٿو، اسان کي ڪا ڄاڻ نہ آهي.

## بڪ ۾ موتي کهڙي ڪم جا

هڪڙي ماڻهوءَ کي ڏٺم، جيڪو شهر بصري ۾ سونارن جي ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو. اتي هن ريت احوال پئي ڪيائين تہ: هڪڙي ڀيري، ڪنهن ويران بيابان ۾ رستو ڀلجي ويس. ڪاڌي پيتي جي ڪا شيءِ مون وٽ ڪانہ هئي. حياتيءَ تان آسرو لاهي ويٺو هوس، ايتري ۾ هڪڙي ڳوٿري پڙيل تي نظر پيم. مون کي ايڏي خوشي پهتي جو ڳالهہ ڪري نٿو سگهان، جو سمجهيم تہ ان ۾ ڪڻڪ ڙڪايل هوندي، پر جڏهن کولي ڏٺم تہ سڄي ڳوٿري سچن موتين جي پڙيل هئي. پوءِ اهڙو ڏک پهتو جو حد کان ٻاهر. ڀلا اهڙي رڻ پٽ ۾ هڪ اڃايل، بکايل کي موتي کهڙي ڪم ايندا. جڏهن ماڻهو مرڻ هارکو ٿيو، تہ ان لاءِ جهڙو سون تهڙيون ٺڪريون.

## اڃايل جي آس

هڪڙي ويران بيابان ۾ هڪڙو عرب اڃ ۾ تڙپڻ لڳو. ان وقت هو چئي رهيو هو: ڪاش جيڪر مرڻ کان اڳ دل جي هيءَ آس پوري ٿئي، جو ڪنهن نهر جي ڪپ تي پهچي پنهنجي اڃ اجهايان، پوءِ ڀلي مران.

## چانديءَ کان هڪ گوگڙو ڀلو

مٿين ڳالهه وانگر هڪ ٻيو واقعو به آهي. هڪڙو فقير ڪنهن رڻ پٽ بيابان ۾ رستو وڃائي ويٺو. ساٿس نڪو کاڌو پيتو هو ۽ نڪو گهٽي پنڌ ڪرڻ جي منجهس ڪا طاقت ئي هئي، ٻه چار رپيا وٽس هئا. گهڻو ئي هيڏي هوڏي ڊوڙيو، پر ساهه بچائڻ جي ڪا واهه نظر نه آيس. نيٺ اڃ ۾ ماندو ٿي مري پيو. ڪجهه وقت ڪان پوءِ ڪي ماڻهو ان وٽان اچي لنگهيا. ڏٺائون ته سامهون روپيا پيا اٿس ۽ مٿيءَ تي هڪ بيت لکي ڇڏيو اٿس، جنهن جو مطلب هي هو ته:

ڪنهن وٽ ڀلي خالص سون هجي، پر اڃايل جي اڃ نه اجهائي سگهندو. ٿڌڙي بيابان ۾ بکئي ماڻهوءَ لاءِ چانديءَ جي ٽڪر ڪان، هڪڙو گوگڙو ڪم جو آهي.

## مليل نعمت تي شڪر ڪجي

مون ڪڏهن به زماني جي شڪايت نه ڪئي ۽ نه ڪڏهن مصيبت وقت منهن گهنجايم، مگر هڪڙي ڏينهن عجيب اتفاق ٿيو. منهنجا پير اگهاڙا هئا، جتيءَ وٺڻ جي طاقت نه هئم. ڪوفي جي جامع مسجد ۾ پهتس. منهنجي دل ۾ ويچار پيدا ٿيو ته، اي سعدي! تو سيجي ڪي نه بُوٽ نه جوراڀا! ايتري ۾ اهڙي ماڻهوءَ تي نظر پيم، جنهن جا پير ئي ڪپيل هئا. پوءِ ته الله جا شڪر ڪيم، جو پيرن جي نعمت نصيب هئي. جُتي نه هجڻ تي ڪٿي صبر ڪيم. چوندا آهن: ڍاول ماڻهوءَ لاءِ تتر، ساڳ ڪان به گهٽ آهي، پر بيوس بکئي ماڻهوءَ لاءِ ته گوگڙو به ڀڳل تتر مثل آهي.

## ميرياڻي مان لهان

هڪڙو هو بادشاهه. پنهنجي خاص وزيرن سان گڏ، سياري جي موسم ۾ شڪار ڪرڻ نڪتو، هلندي هلندي محلات ڪان گهڻو پري نڪري ويا. مٿان رات ٿي وئي. اتي ڪنهن ڳوناٺي جو گهر ڏٺائون. بادشاهه چيو ته: اڄوڪي رات ڳوناٺي وٽ گذارجي، ائين سياري جي سيءَ ڪان به بچاءُ ٿي پوندو. هڪڙي وزير چيو: جيئندا قبلا! ٿڌڙي

ڪڪائين گهر ۾ رهڻ ۽ رهائش لاءِ سوال ڪرڻ، توهان جي شاهاڻي شان لاءِ مناسب نہ آهي: هتي ئي ڪٽي ٽا تنبو هڻون ۽ ٻاهہ جو مچ ٻاريون. اها خبر ڳوٺاڻي کي پئي، سو پنهنجي گهر جي سامان کي ٺيڪ ٺاڪ ڪري، جيڪو حال هوس اهو تيار ڪري، بادشاهہ وٽ اچي پهتو. هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيائين تہ: سائين! مون مسڪين جي غريباڻي گهر ۾ چار قدم ٻيري اچڻ سان سائين جن جو شان گهٽجي ڪونہ پوي ها، پر وزيرن کي اها ڳالهہ نہ وڻي تہ هن مسڪين کي اهڙو شرف حاصل ٿئي ۽ اها عزت ان کي نصيب ٿئي. بادشاهہ کي ڳوٺاڻي جا اهي اکر ڏاڍا وڻيا. پوءِ تہ رات وٽس وڃي ٽڪيو. صبح جو هلڻ مهل ڳوٺاڻي کي انعام ۽ اڪرام ڏنائين. بادشاهہ جڏهن گهوڙي تي چڙهي هليو، تڏهن چند قدم هو بہ ٻاهر گڏجي هليو ۽ چئي رهيو هو:

هن مسڪين جي ڪڪائين گهر ۾ اچڻ سان بادشاهہ جي عزت، شان شوڪت ۽ مان ذرڙو بہ نہ گهٽيو. البت سندس قدمن گهمائڻ سان منهن جي عزت وڃي آسمان تي پهتي.

## جهڙا روح تهڙا ختما

هڪڙو هو پينو فقير، جنهن وٽ پِن جي دولت گهڻي اچي گڏ ٿي. هڪ دفعي بادشاهہ ان فقير کي چيو تہ: اسان کي خبر پئي آهي تہ تو وٽ پئسا جام آهن. مون کي سخت لوڙ پئي آهي. مون سان هن وقت پئسن جو تعاون ڪندين، تہ اڌاري جي ماءُ ڪانہ مئي آهي. ڏلن جي وصوليءَ وقت،تنهنجي رقم توکي واپس ڪندس ۽ تنهنجو احسان بہ مڃيندس.

فقير وراڻيو: اي بادشاهہ سلامت! توهان جي اعليٰ مرتبي لاءِ مناسب ئي نہ آهي، جو مون جهڙي پينوءَ جي پِن وارن پئسن سان پنهنجا هٿ پليد ڪريو. ڇو تہ مون پائي پائي پني دولت گڏ ڪئي آهي.

بادشاهہ چيو: ڪو پرواهہ ڪونهي. پئسا ڪنهن منحوس ڪافر کي ڏيڻا آهن. قرآن شريف ۾ آهي:

اَلْخَبِيثَاتُ لِلْخَبِيثِينَ

پليت عورتون پليت مردن لاءِ آهن. جهڙا روح تهڙا ختما. پليت

پاڻيءَ سان يهوديءَ جو لاش وهنجاريو ويو ته ڇا ٿي پيو؟ پليت پئسا پليت ڪافر کي ڏيندس.

چون ٿا ته: فقير بادشاهه جو چوڻ نه مڃيو. آڏا ابتا جواب ڏيڻ لڳو. پوءِ بادشاهه حڪم ڏنو ته: هن کان زوريءَ دولت ڦريو! هي منٿ مان ڇا ڇاڻي. ڪتو ڇا ڄاڻي ڪٽڪ جي مانيءَ مان. جنهن کي پاڻ تي رحم نٿو اچي، ان تي ٻيو ڪير رحم ڪندو؟ پوءِ ته فقير کان دولت ڦري، ڪيائونس ميدان.

•

## حريص جو پيٽ قبر ڀري

هڪڙي واپاريءَ کي ڏٺم، ڏيڍ سؤ اٺن جي ڪٺڻ جيترو سامان هوس. چاليهارو کن نوڪر چاڪر هئس. هڪڙي رات مون کي پنهنجي ڪمري ۾ گهرايائين. سڄي رات ننڊ نه آيس ۽ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون پئي ڪيائين. مون کي ٻڌائي پيو ته: منهنجو فلاڻو سامان ترڪيءَ ۾ پيو آهي ۽ ٻيو سامان هندوستان ۾ آهي ۽ اجهو هي دستاويز فلاڻي زمين جو اٿئي. اها به مون خريد ڪئي آهي. فلاڻي شيءِ هن کي ڏنم-ان جو ضامن فلاڻو ورتم. ڪڏهن چئي رهيو هو ته: اسڪندريه ڏانهن وڃڻ جو ڏاڍو شوق اٿم، اتي جي آبهوا واهه جي آهي. اها ڳالهه ڪري وري چيائين: ڇڏ اسڪندريه جي پچر، وچ تي فلاڻو خطرناڪ سمنڊ آهي. ڪير تو اٽانگو سفر ڪري؟

اي سعدي! هڪڙي سفر جو سوچيو اٿم. اهو ڪري اچان پوءِ حياتيءَ جا باقي ڏينهن پاسائتو رهي، ڪفايت ۽ قناعت سان وقت پيو گذاريندس. مون چيومانس: ڪهڙو سفر سٿيو اٿئي؟ چيائين: ايران جو گندرف، چين ڏانهن کڻي ويندس. ٻڌان ٿو ته اتي وڏو اگهه اٿس ۽ چين مان چينيءَ جا ٿانوَ خريد ڪري، روم کڻي ويندس ۽ روم مان ريشمي ڪپڙو خريد ڪري هندوستان آڻيندس ۽ هندوستاني رڪ خريد ڪري حلب ڏانهن ۽ حلب جون آرسيون يمن ۽ يمن جون چادرون ايران آڻيندس. پوءِ بس سفر جي پچر ڦٽي ڪري، هڪڙو دڪان کولي ويهي رهندس. مطلب ته ايتري بڪ هنيائين، جو مٿو ٽڪجي پيس. ٻئي

ڳالهائڻ جي طاقت ئي نہ رهيس. پوءِ مون کي چيائين: اي سعدي! تون بہ ڪجهہ ڳالهاءِ. جهان ۾ ڇا ڏٺئي ڇا ٻڌئي؟ مون چيو: اها ڳالهہ ٻڌي اٿئي تہ غور جي رڻ پٽ ۾ هڪڙي سوداگر جو سامان سواريءَ تان ڪري پيو. ان وقت چيائين تہ: دنيادار جي لالچ وارين اکين کي يا قناعت ڍؤ ڪرائي يا قبر جي مٽي.

## مکي چوس موذيءَ جي ڳالهہ

هڪڙو هو شاهوڪار، ڪنجو سائيءَ ۾ ائين مشهور هو، جيئن سخا ۾ حاتم طائي. هن جو ظاهري ڏيک وڏو هو، باقي اندر مڙيو ئي اڱڙيون هوس. اهڙو مکي چوس هو، جو سندس هٿ کان ڪنهن ساهہ واري کي ڀڳيو نصيب نہ ٿيندو هو. حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي ٻلي آڏو اچيس ها، تہ ٽڪر بہ نہ ڏئيس ها ۽ اصحاب ڪهف جو ڪتو اچي آڏو بيهيس، تہ چوسيل هڏي بہ ان آڏو نہ اڇلي ها، مطلب تہ ان جي گهر جو دروازو سدائين بند هوندو هو ۽ ڪنهن انسان جي اک، ان جو دستر خوانو وڇايل نہ ڏٺو هو. چون ٿا تہ:ان وٽان ڪنهن گداگر فقير کي ڪاڌي جي خوشبوءِ ڪان سواءِ ڪجهہ نہ ملي سگهندو هو ۽ سندس مانيءَ جا بچيل ڀور،ڪنهن پکيءَ کي بہ نصيب نہ ٿي سگهندا هئا.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: اهو شاهوڪار مغربي درياءَ جي رستي مصر ڏانهن اچي رهيو هو. دماغ ۾ فرعوني خيال هئس. اوچتو ٻيڙيءَ کي طوفان اچي وڪوڙيو. بلڪل فرعون جي ٻڏڻ وارو نظارو سامهون هو، ان وقت هٿ کڻي دعا پيو گهري. سچي حياتي ڪنهن تي رحم نہ آيس، هاٿي پاڻ لاءِ رحم جي دعا گهري رهيو هو. چڻ مکي جي مشرڪن واري ڪار پيو ڪري. جيئن قرآن شريف ۾ آهي:

فَاِذَا رَكِبُوا فِي الْفُلْكِ دَعَوُا اللهَ مُخْلِصِينَ لَہُ الدِّينَ

جڏهن ٻيڙيءَ تي چڙهن ٿا، تڏهن اڪيلي الله کي ٻاڏائين ٿا(۽ ٻاهر شرڪ جي ٻيائيءَ واري ٻولي اٿن)

هن بہ فقيرن مسڪينن کي الله جي نانءَ تي گهرڻ وقت ڪجهہ نہ ڏنو هو. تہ هاڻي الله هن کي ڇا ڏئي؟ چوندا آهن تہ:جيڪڏهن هميشہ

هن دنيا ۾ رهڻو هجي، ته پوءِ ڀلي دولت گڏ ڪجي ۽ سون جون ماڙيون ڪٽي اڏجن. پر جڏهن جهان عارضي آهي، ته پوءِ ايڏي دولت ڪهڙي ڪم جي؟

ڳالهه ٿا ڪن ته: ان شاهوڪار جا مصر ۾ مائٽ هئا، جيڪي بنهه مسڪين هئا. جڏهن شاهوڪار ٻڏي مئو، تڏهن هن جي ملڪيت مان اهي شاهوڪار ٿي پيا. هن جي مرڻ ڪان پوءِ پراڻا ڪپڙا لاهي ڦٽا ڪيائون، نوان ريشمي ڪپڙا ڪٽي پاتائون. انهن مان هڪڙي کي ته مون به ڏٺو، جو ڀلي گهوڙي تي چڙهيو پئي ويو، ۽ نوڪر به ساڻ هئس.

هاڻي جيڪر اهو مردو موٽي اچي ۽ پنهنجي ملڪيت جي ورهاست ڏسي، ته ڪيڏي نه تڪليف محسوس ڪري. جڏهن ته هي غريب مائٽ شاهوڪار جي مرڻ تي خوشيون پيا ڪن. هن گهوڙي تي چڙهي ويندڙ سان منهنجي ڪجهه واقفيت هئي، سو ٻانهن ڪان جهلي چيومانس: اي دوست! تنهنجو بخت بالا ٿيو، هاڻي پيو کاءُ پيءُ ۽ مزا ماڻ! هن ڪمبخت گڏ ڪئي، ان مان نفعو نه ورتائين. نفعو وري تون ٿو وٺين.

## جنهنجي پڇي ايندي، موت ان تي ايندو

هڪڙي ڪمزور ملاح مڇي ڦاسائڻ لاءِ درياءَ ۾ ڄار وڌو. ان ۾ ايڏي وڏي مڇي اچي ڦاٿي، جو ملاح ان کي پڪڙي نه سگهيو. ويتر مڇيءَ زور لڳايو ۽ ملاح وارو ڄار ٽي پاڻ سان کڻيو وئي. ملاح روزانه مڇي ماريندو هو، پر اڄ پاڻ شڪار ٿي ويو. چوندا آهن ته وئي سگ وٺڻ، پر ڪن ڪپائي موٽي. سدائين هڪ جهڙا ڏينهن نه آهن. ڪڏهن ڏونگهو ڏر ۾ ته ڪڏهن ڪپو ڪڇ ۾.

اها خبر ٻين ملاحن کي پئي، تڏهن مورڳو ورائي ويس، ته اهڙو شڪار هٿان وڃايو اٿئي، پاڻ سنڀالي نه سگهئين؟ ڪمزور ملاح وراڻيو: آئون ڇا ڪريان، اها مڇي منهنجي روزيءَ ۾ لکيل نه هئي ۽ مڇيءَ جي روزي اڃا لکيل هئي. مڇيءَ مارڻ وارا روزانو پيا مڇيون مارين، پر جنهن مڇيءَ جي پڇي ايندي، اها ئي مرندي.

## موت کان ڪاڏي ڀڄبو؟

ڳالهه ٿا ڪن ته: هڪڙي لولي لنگڙي ماڻهوءَ سؤ پيري (جيت) کي ماري وڌو. ڪنهن درويش اهو لقاءُ پئي ڏٺو، چيائين ته:سبحان الله! اي الله! تنهنجي قدرت. جڏهن سو پيرن واري جا ڏينهن اچي ڪتا، تڏهن ايترن پيرن هوندي،لولي لنگڙي ڪان ڀڄي نه سگهيو. جڏهن ڪنهن جي موت جو وقت پرجي ايندو ۽ دشمن اچي مٿان ڪڙڪندس، تڏهن هن جا مضبوط هٿيار به بي ڪار بنجي پوندا.

## ظاهري ڏيک

هڪڙي بيوقوف کي ڏٺم، بدن ۾ ٿلهو متارو ۽ قداور هو. نهايت قيمتي ڪپڙا پاتل هئس، بوسڪيءَ جو پٽڪو ٻڌل، ڀلي گهوڙي تي چڙهيو ٿي ويو. ڪنهن دوست اهو لقاءُ ڏسي، مون کي چيو ته: اي سعدي! ڪيئن ٿو ڀانئين؟ هن ڀور، اهڙا قيمتي ڪپڙا ڪٿي پاتا آهن.

مون چيو: ڪو ڀؤ ناهي، هن جو جسم رڳو ماڻهن جهڙو آهي، هي ائين آهي جيئن سامريءَ جو جوڙيل گابو، ڀيو رنڀ ڪري. چوندا آهن ته: سهڻي صورت کان سهڻي سيرت بهتر آهي، پر هت رنگ ئي ٻيو آهي. هڪ شريف ۽ قابل انسان، ڪمزور ٿي پوي ته ڪو فڪر ناهي. ڇو ته ان جو مان مرتبو ساڳي طرح بلند آهي ۽ جيڪڏهن ڪو يهودي دولت سان راند پيو ڪري ۽ گهر جي دروازن تي سونا پٽ چاڙهي ڇڏي، ته به يهودي اهو ئي يهودي. سندس عزت وڌي ڪانه پوندي.

اهڙي ڀور کي انسان ڪيئن چئبو، جنهنکي رڳو ماڻهن وارا ڪپڙا پهريل هجن، جيڪڏهن ان جا ٽپڙ تاڙيون جاچي ڏسجن ته سندس خون ڪان سواءِ ٻي ڪابه شيءِ حلال نظر نه ايندي.

## چوريءَ ڪان پنڻ چڱو

هڪڙي چور ڪنهن پينو فقير کي چيو: توکي شرم نٿو اچي،جو هر ڪنجوس آڏو پئسي ٽڪي لاءِ پيو ٿو هٿ ڊگهو ڪرين؟ فقير وراڻيو ته: پئسي لاءِ هٿ ٽنگڻ ان ڪان آسان ۽ چڱو آهي جو، پئسن جي

ڪري هٿ ڪيجيم. (يعني وجي چوري ڪريان، پوءِ هٿ ڪپرايان).

## سجي پهلوان جو سفر

هڪڙو هو پهلوان نوجوان. اهو زماني جي گردش سبب مسڪينيءَ ۾ وقت گذاريندي ڏاڍو تنگ ٿي پيو. پنهنجي پيءُ وٽ حاضر ٿيو، پنهنجو هيٺو حال ٻڌائي، اجازت گهريائين ته سفر تي وڃڻ جي موڪل ڏيوم، جيئن پرديس ۾ هن طاقت ۽ هٿن جي پورهئي سان ڪشادو روزگار حاصل ڪري سگهان، ڇو ته سياڻا چوندا آهن ته: جيسين اگربتيءَ کي نه دکائبو، تيسين سرهاڻ نه ڪندي. پنهنجي هنر يا طاقت جو مظاهرو نه ڪبو، ته ڪجهه نه ورندو.

پيءُ وراڻيو: اي پٽ! اهڙا نه ٿيڻ جهڙا خيال دماغ مان ڪڍي ڇڏ، هٿ ئي ڪفايت قناعت سان پيو وقت گذار. سياڻا چوندا آهن ته: ڪوشش سان دولت هٿ اچڻي ناهي، نه وري جوش جذبي سان ئي دولت هٿ ايندي. پهلوانيءَ جو دولت سان ڪهڙو واسطو. جيئن انڌي جي اک ۾ ڏيپ وجهڻ بي فائدي آهي، تيئن بخت ۽ ڀاڳ ڪان سواءِ عقل ۽ اٽڪل سان دولت جي طلب به بي فائدي آهي. اي پٽ! توکي سوين هنر هجن پر بخت کان سواءِ سڀ بيڪار سمجهه. توکي ته رڳو جسماني طاقت آهي. ان سان ڇا حاصل ڪري سگهندين؟

پٽ چيو: اي ابا! سفر مان گهڻائي فائدا آهن. دلي راحت، روزگار جا مواقع ۽ عجيب شين جا ديدار هڪ پاسي ته، شهرن جو سير، نون ماڻهن سان واقفيت، عزت آبرو حاصل ڪرڻ ٻئي پاسي ۽ پئسي ڪمائڻ ۽ نوان تجربا حاصل ڪرڻ جهڙا نفعا ته اڻلڀ آهن.

سياڻن چيو آهي ته: جيسين گهر ۾ هڪ جاءِ تي مڇو بنيو ويٺو هوندين، تيسين تون تجربيڪار انسان بنجي نه سگهندين. مرڻ کان اڳ ۾ جهان ۾ ڪجهه گهمي ڦري وٺجي.

پيءُ وراڻيو: اي پٽ! سفر مان نفعا جيڪي تو ٻڌايا، اهي ته آهن ۽ اجا به وڌيڪ آهن، پر اهي نفعا پنجن قسمن جا ماڻهو حاصل ڪري سگهن ٿا.

هڪ واپاري ماڻهو، جيڪو واپار سانگي ملڪ گهمي، دولت گهڻي هجيس، نوڪر چاڪر گڏ هجنس، پوءِ اهو سنگت ساٿ سميت هڪڙي شهر مان ٻئي شهر پيو ويندو، ڏينهن جو هڪڙي شهر ۾ ته رات ڪنهن ٻئي شهر ۾ گذاريندو، دنياوي نعمتن مان نفعا ماڻي سگهندو ۽ دل پيو وندرائيندو. اهڙي ماڻهوءَ کي کهڙي پرواهه، ٽربر ۾ ان لاءِ وَسئَن آهي، جتي پهچندو، تنبو طولان لڳي ويندا، منڊل مچي ويندا. اهڙو ماڻهو پرديس ۾ به مسافر ناهي ۽ جنهن وٽ اهڙو ڀاڳ ناهي، اهو پنهنجي ملڪ ۾ ئي مسافر بنيل آهي.

ٻيو وڏي علم وارو عالم سڄورو، جنهن جي ٻولن ۾ مِٺاج هجي. سندس علمي ڪچهري موهيندڙ هجي. اهو جتي به ويندو، اتي ماڻهو سندس عزت ڪندا. اهڙو عالم سچي سون وانگر آهي، جنهن ملڪ ۾ ويندو، اتي سندس قيمت آهي. بي علم، بي عقل، کوٽي سکي وانگر آهي، ان ڏي ڪير نهارڻ لاءِ به تيار نه آهي.

ٽيون خوبصورت ۽ حسين ماڻهو، جنهن جي سونهن سوڀيا من موهيندڙ هجي. سندس ڏسڻ ۽ ديدار مان ڍؤ ئي نه ٿئي. ڪن ته هيئن به چيو آهي ته: خوبصورتي گهڻي دولت کان وڌيڪ آهي، جو ته سهڻن جو ديدار زخمي دل لاءِ مرهم آهي ۽ طبيعت جي مونجهاري کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪنجي آهي. ان ڪري سهڻو ماڻهو جتي ويندو، اتي جيءَ ۾ جايون لهندو. پلي ان کي سندس ماءُ پيءُ لوڏي ڪڍن، پر هن کي ٽڪاڻا وارا ڪيترائي ملندا.

مور جو ڪنڀ اهو ئي ڪنڀ آهي، پر سونهن اٿس ته قرآن شريف جي ورقن وچ ۾ پيو هوندو آهي. ته خوبصورت انسان به ائين سمجهه، ان کي به جتي ڪٿي مان ملندو.

چوٿون ماڻهو سريلو ڳائڻو، جنهن جو آواز داءُودي ۽ مٺڙو هجي، جيڪو پنهنجي سُر سان وهندڙ پاڻي بيهاري سگهي، پکي پکڻ موهت ڪري وجهي، پوءِ اهڙو ماڻهو پرديس ۾ به ڪيترن مشتاقن جو من موهي وجهندو، گهڻن جون دليون ڏتاري سگهندو ۽ ماڻهو ان جي خدمت ڪرڻ ۾ سعادت پيا سمجهندا. چون ٿا ته: سريلو آواز حسن کان به

وڏيڪ آهي، منڙو آواز،ڏسندڙ توڙي نه ڏسندڙ کي مست ڪري سگهي ٿو.

پنجون ماڻهو آهي هنرمند، جيڪو جتي به ويندو ته بازن جو پورهيو ڪري پيٽ پالي سگهندو ۽ هرويرو ٻين اڳيان مانيءَ لاءِ هٿ ٽنگڻو نه پوندس. چوندا آهن ته: بي هنر بادشاهه به پرديس ۾ بک مري سگهي ٿو ۽ هنرمند گهٽو ڪري ڏکيو ڏينهن نه ڏسندو.

اي پٽ! هي صفتون جيڪي بيان ڪيم، اهي سفر ۾ سهولت جو سبب آهن، سکئي وقت گذارڻ جو ذريعو آهن ۽ جنهن ۾ انهن خوبين مان ڪا خوبي موجود نه هجي، پوءِ به مسافريءَ لاءِ نڪرندو ۽ پرديس ۾ قدم رکندو ته، ان ڏي ڪير نهاريندو ئي ڪونه ۽ نه ڪير سندس دانهن تي ڪن ئي ڌريندو. ان جو مثال اهڙو آهي، جيئن ڪو ڪبوتر پنهنجو غريباڻو آکيرو ڇڏي، داڻن چڳڻ جي لالچ ۾ ٻاهر نڪري، ڪوڙڪيءَ ۾ وڃي ڦاسندو آهي.

پٽ وراڻيو: اي ابا! آئون دانائن جي قول جي مخالفت ڪيئن ڪريان؟ جن چيو آهي ته: رزق جيتوڻيڪ رب طرفان ورهايل آهي، پر اسباب ڳولڻ، حيلا هلائڻ ۽ لوچڻ نهايت ضروري آهي. جيئن مقدر ۾ مقرر ٿيل مصيبت هجي، پر ان کان بچڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ واجب آهي. جيتوڻيڪ موت ڏينهن پُني اچڻو آهي، پر نانگ جي منڍيءَ تي پير رکڻ جي موڪل ڪانه آهي.

مون کي جڏهن ته قدرت واري اها طاقت بخشي آهي،جو هاٿيءَ تي حملو ڪري سگهان ٿو، شينهن جي ڄاڙي ڦاڙي سگهان ٿو، تڏهن آئون چڱائي ان ۾ ٿو ڏسان،ته سفر ڪريان، ڇو ته سڃائيءَ جي سهڻ جي وڌيڪ مون ۾ طاقت نه آهي.

ابا! جنهن ماڻهوءَ پنهنجو گهر ڇڏيو، ان کي ڪهڙي پرواهه؟ سڄي دنيا ان جو گهر آهي. شاهوڪار ماڻهو اها ڳڻتي ڪري سگهي ٿو ته رات وڃي گهر ۾ سکيو ٿيان، پر مسڪين کي جتي رات پئي،اتي سندس گهر سمجهه! اهو چئي، پٽ پيءُ کان موڪلائي، دعا گهري روانو ٿيو ۽ پنهنجي منهن چوندو ٿي ويو: ڪنهن هنرمند جو جيڪڏهن بخت ياڳ ڦتل هجي، ته اهو اهڙي جاءِ تي وڃي رهي جتي ڪوبه نه سڃاڻيس.

پهلوان هلندي اهڙي نهر جي ڪناري تي اچي پهتو، جنهن جي پاڻيءَ جي تکي وهڪري سبب پٿر به لڙهي پئي ويا ۽ پاڻيءَ جي وهڪري جو گوڙ ٻن ٽن ميلن تائين پري پئي ٻڌو، اتي پاڻيءَ وارن پکين کي به ترڻ جي طاقت نه هئي ۽ نهر جي ڇولين، ڪنارن تي پيل پٿر جي ڳرين ڇپن کي پئي لوڏيو.

نهر جي ڪپ تي ڪجهه ماڻهن کي ڏٺائين، جيڪي ڪرايو (ڀاڙو) ڏئي نهر جي هن پار وڃڻ لاءِ پنهنجو سامان سڙو ٻيڙيءَ ۾ چاڙهي، پاڻ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي رهيا هئا. هن پهلوان وٽ پئسو پائي ڪجهه ئي ڪونه هو. ان ڪري هو ميربحر جي ڪوڙي خوشامد ڪرڻ ۽ منٿ ميڙ ڪرڻ لڳو، جيئن اهو هن کي مفت ۾ ٻيڙيءَ تي ڪٽي هلي، پر ملاح هڪ به نه ٻڌس، ويتر پهلوان تي ٺوڪون ۽ ٺٺوليون ڪندي چويس پيو: پئسو ليئي ڪونه، رڳو سوال تي سندرو. ڪيسا خالي،ماڻهن ليکي ملڪ جو والي. انڌو منڍو هجي ته به ڀليو. هيءَ ڏنڍو مستنڊو ۽ ٻيڙيءَ ۾ مفت ۾ چڙهندو. ماڻهن کي شرم ئي ڪونهي.

مطلب ته ميربحر هن نوجوان تي کلون مسخريون ڪندو، ٻيڙي ڇوڙي، ونجهه سنڀالي روانو ٿيو. پهلوان کي ميربحر جي طعنن تنڪن سبب ڏاڍي ڪاوڙ لڳي هئي، هن جو اندر جلي رهيو هو. هو پلاند ڪرڻ ۽ ملاح کي سيکت ڏيڻ جو سوچي رهيو هو. ٻيڙي هلي چڪي هئي. پهلوان وڏي واڪي ملاح کي سڏ ڪري چيو ته: هي جسم تي پاتل چادر ڪرايي ۾ وٺ ۽ مون کي به ڪنيو هل! ملاح کي ڀاڙي جي لالچ ٿي، چادر جو ٻڌي دل هرکي پيس، هو ٻيڙيءَ کي موٽائي آيو، ڪناري تي اچي پڳهه هنيائين. چوندا آهن ته: جتي لوڀي هجن، اتي ٺوڳي بک نه مرن. هٿ به ائين ٿيو.

جڏهن ٻيڙيءَ وارو ملاح ويجهو آيو ۽ ڪناري تي بيٺل پهلوان کان چادر وٺڻ لاءِ هٿ ڊگهو ڪيائين، تڏهن پهلوان ملاح جي ڳلي ۾ هٿ وجهي، ڇڪي ٻيڙيءَ مان هيٺ لاٿو ۽ زمين تي لتن ۽ مڪن سان چڱي ٿيهه ڏنائينس. چئي رهيو هوس: توکي ڪنهن جو هٿ نه لڳو آهي، وٺ ڪرايو ته خبر پوي؟ ملاح جا ساٿي به ٻيڙيءَ کان ٻاهر آيا،

پر هن فيل مست پهلوان جي هڪ هڪل سان ڀاڙيا ٿي پيا. ساٿس پڇڻ جو ست نہ ساري. ”جتي پڇڻ ناهي پهہ،اتي پڇڻ ڪم ورِيامن جو“. ڀاڪي تي عمل ڪيائون، نيٺ ڇڱائي ان ۾ ڏٺائون تہ، پهلوان کي بنا ڪرائي جي ٻيڙيءَ ۾ ڪٽي هلن. سياڻن سچ چيو آهي تہ: جهيڙي وقت بردباريءَ کان ڪم وٺجي. ڳالهائڻ منو ۽ نرم هوندو تہ هاٿيءَ جهڙي جانور کي، وار جهڙي سنهي ڌاڳي ۾ ٻڌي سگهجي ٿو ۽ نرميءَ سان اهو ڪجهہ حاصل ڪري سگهجي ٿو، جيڪو سختيءَ سان حاصل نٿو ڪري سگهجي.

پوءِ تہ ميربحر ۽ سندس ساٿي، پهلوان جي پيرن تي ڪري پيا، معافي وٺڻ لڳا. دل ۾ خار ڏاڍي هئن،پر مجبوراً ظاهري طرح پهلوان جا هٿ چمڻ لڳا ۽ هن کي مفت ۾ ٻيڙيءَ تي چاڙهي روانا ٿيا.

ٻيڙي هلندي هلندي جڏهن هڪ ٿنڀي وٽ پهتي، جيڪو يوناني حڪومت طرفان، نهر جي وچ ۾ نشان طور ٺهرايو ويو هو، تڏهن ملاح کي شرارت سُجهي آئي، اوچتو رڙ ڪري چيائين تہ: ٻيڙيءَ ۾ خرابي ٿي پئي آهي، سوار ٿيلن مان ڪو طاقت وارو جوان مڙس هجي، جيڪو هن ٿنڀي تي چڙهي وڃي ۽ ٻيڙيءَ جي رسي کي ڇڪي جهلي، جيئن اسين ٻيڙيءَ جي مرمت ڪري وٺان، پوءِ اڳتي هلجي.

هن نوجوان پهلوان کي پنهنجي طاقت تي اڳ ۾ ئي غرور هئو ۽ مٿي ۾ وڏائيءَ جو واءُ ڀريل هوس. هن دل ڏکويل دشمن جو ڪو خيال ئي نہ ڪيو ۽ ٽپ ڏئي اٿيو. حالانڪہ داناءَ چوندا آهن تہ: جنهن ماڻهوءَ جي هڪ دفعو دل ايذائي هجي ۽ پوءِ ڪٽي ان سان سوين ڇڱايون ڪيون هجن، تہ بہ هن جي هڪ رنجش واري انتقام کان بي خوف نہ ٿجي. ڀلي ان جا ٻاهريان زخم، مرهم سان ڇٽي ويا هجن، پر ان جي دل جو زخم اڃا تازو هوندو. چوندا آهن تہ: من ۽ موتي ڀڳا تان نہ جُڙن.

چون ٿا تہ: خوارزم جي بادشاهہ بڪتاش هڪڙي ڪمانڊر خيلتاش کي چيو هو تہ: دشمن کي ايذائي پوءِ تون بي خوف نٿو رهي سگهين. پٿر جي پٽ تي هنيل پٿر، ڪڏهن موٽي پاڻ کي لڳندو آهي. هٿ بہ ائين سمجهہ.

پهلوان ٻيڙيءَ جو رسو ٻانهن کي وکوڙي، مٿي ٿنڀي تي چڙهي ويو. هيڏانهن ميربحر آهستي آهستي ڪري، اهو رسو ڪپي، ٻيڙيءَ کي ڪاهي اڳتي هليو ۽ پهلوان ويچارو درياءَ جي وچ ۾ ٿنڀي تي چنبڙيو پيو هو. چوڌاري پاڻي تار هو. ڪيڏانهن چرڻ پرڻ جي واهه نه ڏسي، حيران ۽ پريشان ٿنڀي تي ويٺو رهيو. ٻه ڏينهن سانده ان حال ۾ گذريس، پيٽ ۾ بک ۽ اڃ، اکين ۾ اوجاڳو. آخر هو به انسان هو. وڏيڪ اوجاڳي سهڻ جي هن ۾ طاقت نه رهي هئي، ننڊ جو ڍڪر اچي ويس، ڏواچي درياءَ ۾ ڪريو. آٿ پهر پاڻيءَ ۾ پئي ٽلڪيو ۽ ڦتڪيو. حياتي اڃا هئس، سو لهرن جي لوڏن ۽ هٿن پيرن هڻڻ سبب.نيٺ ڪناري تي اچي پهتو. صفا ساڻو ۽ اڌ مئو ٿي پيو هو. ٻيو ڪجهه نه ڏسي وڻن جا پن ۽ سائو گاهه کائي،ڪجهه پيٽ قوت پئي ڪيائين. جڏهن رڄهڻ جهڙو ٿيو، تڏهن اٿ پٺين بيابان ۾ اڳتي هلڻ لڳو. ڪجهه پنڌ ڪيائين ته اڃ ۾ ماندو ٿي پيو، نيٺ هڪڙي کوهه تائين پهچي ويو. اهو کوهه صفا سڄ ۾ هئو، ان ڪري پاڻي پئسن سان وڪامي رهيو هو ۽ هن پهلوان وٽ پائي ڪانه هئي، سو کوهه جي مالڪن کي منٿون آزيون ڪري، پاڻيءَ پيارڻ لاءِ چئي رهيو هو، پر هو به اهڙا منحوس هئا، جو اصل رحم نه آين ۽ پاڻي نه ڏنائونس.

پهلوان هت به طاقت جو مظاهرو ڪيو، هن کي ٺونشو، هن کي مُڪ، هن کي ڏکو ڏئي، ڪيترن کي ڪيرائي، زوريءَ پاڻي پيئڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر هو همراهه هئا گهڻا. تن پهلوان کي دسي ڏاڍي مار ڪيدي ۽ ڦٽي وڌائونس. مڇر گهڻا گڏ ٿيا،ته نمرود ڪان ڏاڍا ٿي ويا. نندڙا پکي گهڻا گڏ ٿيا، ته هاٿين واري لشڪر کي ماري ڀڄايائون. هت به اهو لقاء هو.

ايتري ۾ هڪڙو قافلو اتان اچي لنگهيو. هي به انهن جي پٺيان لڳي پيو. رات جي وقت اهو قافلو اهڙي جاءِ تان لنگهي رهيو هو، جتي خطرناڪ چورن جو گهڻو خوف هو. سڀ قافلي وارا ڏڪندي ۽ ڊڄندي هلي رهيا هئا. سيني جو ساهه مٺ ۾ هو، اتي هن پهلوان ڳالهايو. چيائين ته: اي ساٿيو! ڪو پوءُ نه ڪريو. پنجاهه چورن سان مقابلو آئون اڪيلو

ڪري سگهان ٿو ۽ توهان مان ڪجهه نوجوان مون سان ساٿ ڏيندا، ته پوءِ چورن ڪي ڪهڙي طاقت آهي جو قافلي وارن جو نالو وٺي سگهن. توهان بلڪل بي ڊپا ٿي هلو. چورن سان آئون پاڻهي منهن ڏيندس.

پهلوان جي ٻڌاڪ سان قافلي وارن جي دل کي ڏڍ مليو ۽ هڙئي فيل مست پهلوان جي ساٿي ٿي هلڻ تي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ پاڻ سان ڪنيل پاڻي ۽ کاڌي مان هن جي خاصي خدمت ڪيائون. هي اڳ ۾ ئي بکن ۾ بيحال ۽ اڃ جو اوساڻيل هئو، سو کاڌو جام کاڌائين ۽ پاڻي به گهٽو پيتائين، ڪائي بي ڏندڻ ۾ ٿي سمهي پيو.

قافلي ۾ هڪڙو تجربيڪار پير مرد موجود هو، ان پنهنجن ساٿين کي چيو ته: اي دوستو! هي جيڪو محافظ توهان پاڻ سان ڪنيو آهي، آئون سمجهان ٿو ته اهو توهان لاءِ چورن کان به وڌيڪ خطرناڪ آهي. وڏڙا ڳالهه ڪندا آهن ته: هڪڙي مسڪين ماڻهوءَ کي ڪجهه پئسا هٿ آيا، هن کي پئسن جي ڳڻتي سبب گهر ۾ ننڊ ڪانه ٿي آئي، ته متان چور اچن ۽ مون کان پئسا ڦري وڃن. اهو سوچي هڪڙي دوست کي پاڻ وٽ اچي ٽڪايائين، جيئن اڪيلائپ ختم ٿئي ۽ اهو دوست وَسُونءَ ڪري.

ڪجهه راتين رهڻ کان پوءِ، دوست کي پئسن جو پتو پئجي ويو ۽ اهو دوست ئي پئسا کڻي رمندو رهيو. صبح جو ماڻهن ڏٺو ته هو مسڪين روئي رڙي رهيو هو. منهن مٿو پيو پٽي. ڪنهن چيس: شايد ڪو چور تنهنجا پئسا کڻي ويو؟ مسڪين وراڻيو: نه ادا! چور نه پر چوڪيدار کڻي ويو. جيسين مون کي دوست جي عادتن جي پوري پرک نه پئي هئي، تيسين مون کي ان کان خيال ڪرڻ کپندو هو، جيڪو زبان سان دوستيءَ جي دعويٰ ڪري، اندر ۾ ڪري دشمني، ته ان جهڙو خطرناڪ دشمن ٻيو ڪير ٿيندو؟

پير مرد چيو: اي سفر جا ساٿيو! هن پهلوان کي اسان مان ڪوبه ڪونه سڃاڻي. ڪهڙي خبر ته هيءُ همراهه هجي ئي چورن جو چاڙتو ۽ اٽڪل ڪري، سڃاڻپ وارو ويس ڍڪي، اچي اسان سان گڏيو هجي ۽ اسان جي جاسوسي ڪري وڃي ساٿين کي ٻڌائي! پوءِ مصيبت متان ڪاهي اچي. تنهنڪري منهنجي سهڻي صلاح وٺو ته هن کي ائين ننڊ ۾

ستل ڇڏي، سامان سنڀالي قافلو ڪاهي،راتو واھ هليا هلو . پيرسن جي صلاح سيني کي پسند آئي ۽ سيئي مسافر هن پهلوان کان دل ۾ ڊڄڻ لڳا، آهستگيءَ سان سامان سڙو کڻي سفر لاءِ روانا ٿي ويا. پهلوان کي ننڊ ۾ ستل ڇڏي ويا ۽ هن کي تڏهن سجاڳي ٿي، جڏهن سج مٿي چڙهي آيو، تڙڪو منهن کي تکو لڳس. ڏٺائين ته ڪاريءَ وارا ڪک آهن، هت ڪُڪڙوڪو لڳي پئي آهي. قافلي وارا سڀ وڃي چڪا آهن. پوءِ ته هيڏي هوڏي گهڻو ئي ڏٺائين. ڊوڙون پاتائين. انهن جون راهون ۽ رند ڳوليائين، پر قافلي وارن جي گس جو ڪو پتو ڪونه پيس. بک به اچي پاسا ورتس، پيو ڪو چارو نه ڏسي، ساھ تان آسرو لاهي، منهن مٽيءَ تي رکي،مرڻ جي انتظار ۾ سمهي پيو. آهستي آهستي چئي رهيو هو: آهي ڪو جيڪو منهنجي هن مجبوريءَ ۾ سار لهي ۽ ڪجھ آٿت ڏئي.

هي ويچارو ان پريشانيءَ ۾ مايوس ستو پيو هو ته، ايتري ۾ هڪ شهزادو اتي اچي نڪتو ۽ هن جي مٿان اچي بيٺو، جيڪو شڪار ڪندي ساٿين کان ڇڄي هت اچي نڪتو هو. پهلوان جا اکر ٻڌي هن جي مايوسي ۽ مجبوري ڏسي پڇيائينس: ڪٿان جو آهين؟ هتي ڪيئن پهتو آهين؟ پهلوان پنهنجو احوال مختصر ڪري ٻڌايو. شهزادي کي مٿس رحم اچي ويو. ڪجھ انعام اڪرام ڏنائينس ۽ ڪنهن سياڻي سيبتي معتبر سپاهيءَ کي حڪم ڏنائين ته: هن ويچاري کي سندس ڳوٺ پهچائي اچ. پهلوان جڏهن ڳوٺ پهتو، تڏهن پيرسن پيءُ، پٽ کي صحيح سلامت پاڻ وٽ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ الله جا شڪر ادا ڪرڻ لڳو.

جڏهن رات ٿي تڏهن پهلوان پٽ سفر جا سربستا احوال پيءُ کي ٻڌايا. ته ٻيڙيءَ وارن ڪيئن جٺ ڪئي؟ کوھ وارن ڪيئن ڦيھ ڏني ۽ قافلي وارن ڪيئن دوکو ڪيو؟ پيءُ پٽ جا هيٺا حال ٻڌي، چئي رهيو هو ته: پٽ! مون ته توکي سفر تي وڃڻ کان اڳ ۾ ئي چيو هو ته: ابا! پرديس ۾ هٿين خالي انسان جون مضبوط ٻانهون به پڳل سمجھ ۽ سڀ طاقت بي فائدي ڄاڻ. ڪنهن پهلوان جا اکر ياد اٿم، جو چيائين پئي ته: پرديس ۾ مڻ جو پٽر پيچري کڻڻ کان هڪ ماسو سون جو کڻڻ بهتر آهي. هوڏانهن پهلوان پٽ وري به پنهنجي سرسي سمجهي رهيو هو

۽ چوي پيو: بابا!، واقعي سچ آهي ته جيسين ڏک نه ڏسبا، تيسين سک نه ملندا. جيسين لڙائيءَ ۾ سر جو سودو نه ڪبو، تيسين سوڀ حاصل نه ٿيندي، جيسين ٻج نه ڇٽبو، تيسين اناج هٿ نه ايندو. توهان ڏسو ٿا ته مون ٿوري گهڻي تڪليف سا ڏني آهي. ته هاڻي ڪيڏي نه راحت مليم ۽ مکن جا ڏنگ سٺم، ته تجربن جي ماکي حاصل ڪري ورتي اٿم ۽ اهي انعام جا مليل پئسا پاڻ سان آندا اٿم.

سچ آهي ته رزق قسمت سان آهي، رزق رب طرفان ورهايل آهي، پر حيلو هلائڻ حق آهي. جيڪڏهن ڪو ٽوٻو سمنڊ جي واڳن ڪان ڊڄندو، ته اهو موتي ميڙي نه سگهندو. ڏسو ته جنڊ جو هيٺيون پڙ جيڪڏهن چري نٿو ته ڪيڏو بار ڪٽڻو ٿو پويس. ان جي مٿان داڻا ٿا ڏرجن. ائين ويني ته شينهن به بک مرندو آهي. گهر ويٺي رزق حاصل ڪرڻ چاهين، ته پوءِ ڪوريئڙي وانگر تيزيءَ سان هٿ پير هلائڻ سک!

پيءُ چيو: اي پٽ! اهو اتفاق سان تنهنجو ڀاڳ ڀلو ٿيو جو، اهڙو سخي دل شهزادو اتي اچي پهتو ۽ تنهنجي هيٺي حال تي رحم ڪري، توتي مهربان ٿي پيو. جو ڪجهه انعام ڪٽي ڏنائين. اهو اتفاقي حادثو چئبو. ان سان ڪو دليل نٿو وٺي سگهجي. ائين شڪاري سدائين شڪار نه آڻيندو آهي، پر ڪڏهن پاڻ به شڪار ٿي پوندو آهي.

جيئن ڳالهه ڪندا آهن ته: ايران جي هڪڙي بادشاهه جي منڊيءَ ۾ تمام قيمتي ہڙو ڀيل هو. هڪڙي ڏينهن سير و تفريح ڪندي ساٿين سميت شيراز جي هڪ باغ ۾ آيو ۽ اها قيمتي منڊي مٿي قبي تي ڪٽي رکايائين. اعلان ڪرايائين ته: جنهن تير انداز تو بچيءَ جو تير،ان منڊيءَ جي گول مان ٽپي پار پوندو، اها منڊي ان کي انعام ۾ ملندي. ان وقت بادشاهه وٽ چار سؤ نشان باز ۽ هٿ جا سڌا موجود هئا. سڀني تير هنيا، پر ڪنهن هڪ جو تير به صحيح نشاني تي نه پهتو.

اتفاق سان ان وقت هڪڙو ڇوڪرو، پنهنجي گهر جي ڪوٺي تي چڙهي، تيرن سان راند ڪندي، هيڏي هوڏي تير ڇٽي رهيو هو،الله جي قدرت سان هواءِ جو موافق جهوٽو لڳو. ان نينگر جو ڪنهن پاسي اڇلايل تير، منڊيءَ مان پار ٿي ويو. پوءِ ته انعامن ۽ اڪرامن سان ڊائي

ڇڏيائونس. قيمتي منڊي ۾ ملبس. چون ٿا تہ: ان ڇوڪر اهي تير ڪمان هٿي ساڙي ڇڏيا. ماڻهن پڇيس تہ ائين ڇو ڪيئي؟ وراڻيائين تہ: هن ڪري جيئن ڀهريون رعب باقي بچي. (اڳتي جيڪڏهن نشان بازيءَ لاءِ سڏ ٿيو تہ چوندس:منهن جو هٿ جنهن تير ڪمان تي ٿهيل هئو، اهي سڙي ويا آهن). ڇو تہ متان ٻيهر اهڙو نشان نہ لڳي.

چوندا آهن تہ: ڪڏهن وڏي حڪيم کي بہ ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ايندي آهي ۽ ڪڏهن ڪنهن ٻي سمجهہ ٻار جو هنيل ڏکو،درست ٿي پوندو آهي. اي پٽ! توکي جيڪي چار پئسا شهزادي کان مليا،اهي بہ ائين سمجهہ! پنهنجا ڪمايل نہ سمجهہ.

## جنهنجو ڪائجي تنهنجو ڳائجي

هڪڙي درويش جي ڳالهہ هڏم، تہ اهو هڪڙي غار ۾ سيني ماڻهن کان پاسائتو پيو رهندو هو. ڪنهن بہ امير فقير يا بادشاهہ ۽ وزير کي وٽس وڃڻ جي هروڀرو جرئت ڪانہ ٿيندي هئي. سچ آهي تہ جيڪو ماڻهن کان سوال ڪندو رهندو. اهو مرڻ گهڙيءَ تائين محتاج ئي رهندو ۽ جيڪو طمع کي ترڪ ڪري،لالچ ڇڏي ڏيندو،تہ اهو بي تاج بادشاهہ آهي.

وقت جي بادشاهہ هڪ دفعي درويش کي چوائي موڪليو تہ: اسان کي توهان جي اعليٰ اخلاق ۽ رحمدل طبيعت ۾ اميد آهي تہ هڪ ڀيرو اسان جي دعوت قبولي،ٻچَ پاٽيءَ جو وٿو. اسان وٽ پيئڻ لاءِ تشريف فرمايو!

درويش دعوت قبول ڪئي، ڇو تہ دعوت قبولڻ پيغمبر جي سنت آهي. دعوت کان ٻئي ڏينهن بادشاهہ پاڻ درويش وٽ شڪرگذاري بجا آڻڻ لاءِ ان جي آستاني تي حاضر ٿيو. درويش پنهنجي جاءِ تان اٿيو ۽ ان جو وڏو آدرڀاءُ ڪري ڀاڪر پائي مليو. بادشاهہ جي وڃڻ کان پوءِ درويش جي هڪ دوست پڇيو تہ: سائين! توهان پنهنجي هميشہ واري عادت ۽ اصول جي ابتڙ بادشاهہ جي ايڏي آدر ڀاءُ ڪئي،سو ڇو؟ درويش جواب ڏنو تہ: فلاڻي بزرگ جو قول آهي تہ جنهن جو ڪائجي ان

جو ڳائجي. جنهن جي مانيءَ ان جي ڪاني. جنهن جي دستر خوان تي وېٺين ته ان جي آبروءَ لاءِ اٿڻ ضروري آهي. وڏيڪ چيائين:

اي دوست! هيئن ٿي سگهي ٿو، جو ڪو ماڻهو سڄي عمر ڪنن سان ڪوبه ساز سرود نه ٻڌي ۽ اکين کي به هيڏي هوڏي نهارڻ کان پلي سگهجي ٿو. وهاڻي ۽ بستري کان سواءِ، پٿر مٿي هيٺان رکي، پٽ تي سمهي ننڊ ڪري سگهجي ٿي. پر هي هچارو پيٽ ٿوري تي ۽ ڪفايت تي پرچڻ لاءِ تيار نٿو ٿي سگهي. يعني هن پٽئي پيٽ ۾ وڏل چئن گرهن، اٿڻ تي مجبور ڪيو.



باب چوٿون

# خاموش رهڻ جي فائدن جي بيان ۾

## دشمن جي نظر رڳو عيبن تي پوندي

هڪڙي دوست کي چيم ته: گهٽي ڳالهائڻ کي ڇڏي،ماٺ ۾ رهڻ هن ڪري اختيار ڪيو اٿم، جو زبان مان گهڻو ڪري چڱا توڙي برا اکر پيا نڪرن ۽ دشمن جي نظر رڳو برائيءَ تي ئي پوندي. هو چڱائيءَ کي ڏسندو ئي ناهي. هن دوست وراڻيو: اي ڀاءُ! ڀلو دشمن آهي ئي اهو جيڪو نيڪيءَ تي نگاهه ئي نه ڪري. جيڪو دشمن ٿيو، سو نيڪي ڪيئن ڏسندو؟ اهو ڪوڙا سچا عيب ئي ڪيندو. دشمن جي نظر ۾ هنر به عيب آهي ۽ گل به ان کي ڪنڊا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. سج جو مثال ئي ڏس،ته دنيا کي ان مان روشني ٿي ملي،پر چمڙي ڪان ڀچ ته سج کي ڪڏهن به چڱو نه چوندو.

## پنهنجي پريشاني دشمن آڏو ظاهر نه ڪر

هڪڙو هو واپاري. ان کي هڪ هزار دينار نقصان پيو. پوءِ پٽ کي سڏي چيائين ته: پٽ! اها ٽوٽ واري ڳالهه ڪنهن سان به نه ڪجانءِ. ڇوڪر وراڻيو: بابا! جيئن توهان جو حڪم آهي،ائين ئي ڪندس، ڪنهن سان ڳالهه نه ڪندس، پر ان ڳالهه لڪائڻ ۾ ڪهڙي مصلحت آهي؟ پيءُ وراڻيو: ٻچا! پوءِ هڪ مان ڦري ٻه مصيبتون ٿي پونديون. هڪ پئسي جو نقصان، ٻيو دشمن جون کلون. سياڻن چيو

آهي ته: پنهنجي پريشانيءَ جي ڳالهه دشمن آڏو نه ڪيجي. ڇو ته هو زبان سان لاحول ولاقوة الابالله پڙهندو، پر دل ۾ خوش ٿيندو.

## ماڻهو ڳالهائڻ مان ڦاسي ٿو

هڪڙو هو نوجوان، علم ۽ عقل ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو، پر ڏاڍو لڄارو هو. ڪنهن به ڪچهريءَ ۾ ويهندو هو، ته ماٺ ئي ماٺ ۾ رهندو هو. هڪ ڀيري پيءُ چيس ته: پٽ! تون به جيڪر الله جي عطا ڪيل علم مان ڪچهريءَ ۾ ڪجهه ٻڌائين، ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي؟ پٽ وراڻيو: ابا! ڊڄان ٿو ته متان ڪو اهڙو سوال ڪري، جيڪو آئون نه ڄاڻان، پوءِ شرمسار ٿيڻو پوي. اهڙي ڳالهائڻ ڪان جنهن سان لڄي ٿيڻو پوي، ماٺ ڀلي آهي.

هوءَ ڳالهه شايد توهان نه ٻڌي آهي؟ ته هڪڙي درويش پنهنجي جتيءَ ۾ به چار ڪوڪا پئي هنيا، اهو ڏسي سپاهي پڪڙي ويس ته توکي ڪوڪا هڻڻ اچن ٿا، سو هلي منهنجي گهوڙي کي نعل هڻ. هو ويچارو اچي ڦاٿو.

اهڙي طرح ماٺ واري ماڻهوءَ تي ڪا ميار ڪانهي، پر جيڪڏهن ڳالهائيو ته پوءِ هرڪو ماڻهو ڪيل ڳالهه جو دليل پڇندو ۽ ماڻهو ڦاسندو ويندو.

## جاهل جو جواب خاموشي

هڪڙو وڏو عالم هو. ان کي هڪڙي بي دين ملحد سان بحث ڪرڻو پئجي ويو، پر اهو عالم ملحد کي دليلن سان ميرائي نه سگهيو ۽ ماڻڙي ڪري اتان هليو ويو. ڪنهن ماڻهوءَ چيس ته: سائين! توهان کي هيڏو علم ۽ عقل آهي، پوءِ به هن بي دين آڏو توهان خاموش ٿي ويا؟ عالم سگوري وراڻيو: منهنجو علم آهي قرآن ۽ حديث مان ۽ سلف صالحين (بزرگن) جي فرمانن وارو. هو بي دين اهي سڀ ميڃي ئي ڪونه ٿو. پوءِ آئون اجايو هن جو ڪفر ڇو ويٺو ٻڌان؟ ان ڪري ماٺ ڪٺي ڪيم. جاهل جو جواب ماٺ سان ئي بهتر آهي.

## عالم ۽ چٽ جو قصو

جالينوس حڪيم ڏٺو ته هڪڙو اڻ گهڙيو چٽ ڪنهن داناءَ عالم جي گلي ڪان جهلي بيٺو آهي ۽ ان جي بي عزتي پيو ڪري. جالينوس اهڙو لقاءُ ڏسي چيو ته: جيڪڏهن اهو عالم داناءُ هجي ها، ته چٽ سان اهڙو وهنوار ئي نه رکي ها.

سياڻو ماڻهو ڪنهن به هلڪڙي ماڻهوءَ سان نه وڙهندو. جيڪڏهن اتفاق سان ڪنهن نادان هن کي ڳالهؤ ڏنوءِ ته هيءُ نرميءَ سان جواب ڏيندس. داناءُ ماڻهو هڪ وار پٽڻ جي جرئت به نه ڪندو، پر جيڪڏهن نادان وڙهندا،ته زنجيرون به ڇني ڇڏيندا.

چون ٿا ته: ڪنهن داناءَ کي ڪنهن بداخلاق گار ڏني، پر اهو داناءُ سڀ ڪجهه سهي ويو. ويتر چيائينس ته: اي منڙا پيارا! تون جيڪو ڪجهه چوين ٿو، آئون ان کان به خراب آهيان. جو ته پنهنجن عيبن کي آئون ئي ڄاڻان ٿو. انهن جي ته توکي خبر به نه آهي. (تون ته رڳو منهنجا ظاهري عيب ڏٺا آهن، انهن کان سواءِ ڪيترا لڪل عيب به اٿم).

## سحبان بن وائل جي فصاحت

سحبان بن وائل مشهور عربي اديب، فصيح ۽ بليغ ٿي گذريو آهي. ان لاءِ مشهور آهي ته ڪنهن ڪچهريءَ ۾ جيڪو اکر ڳالهائيندو هو، پوري سال تائين انهن ماڻهن آڏو ٻيهر ساڳيو اکر نه اچاريندو هو ۽ جيڪڏهن ڪنهن ضرورت سبب ساڳي ڳالهه ورجائڻي پوندي هئس،ته عبارت ۽ جملن جو نمونو ئي مٽي ويندو هو. اهو چوندو هو ته: ڳالهائڻ وڏي نعمت آهي، ان جو قدر ڪجي، هرهر ساڳيا اکر نه ورجائجن. جهڙي طرح ڪنهن لذيذ حلوي کي هرهر کائڻ سان ماڻهو ڪڪ ٿي سگهي ٿو، ته ڳالهايل جملن کي به ائين سمجهڻ گهرجي.

## وڏي چرياڻپ ڪهڙي آهي؟

هڪڙي سياڻي ۽ داناءَ کان پڇڻ جو هيئن پيو چوي: ڪو به انسان پاڻ کي بي عقل سمجهڻ لاءِ تيار ناهي، پر اهو ماڻهو پاڻ پنهنجي

چريائپ جو ڪلم ڪلا اقرار ٿو ڪري، جيڪو ٻئي جي هلندڙ ڳالهه جي وچ ۾ ڳالهائي. ان ڪري سياڻا چوندا آهن: ڪنهن جي ڳالهه ڪي وچ ۾ منديڻ ۽ وچ ۾ ڳالهائڻ عقل واري جو ڪم نه آهي.

## پرائو راز لڪائجي

سلطان محمود بادشاهه جي خادمن مان هڪڙو حسن ميمندي به هو. ان ڪان ٻين خادمن پڇيو ته: فلاڻي معاملي بابت بادشاهه اڄ توکي پنهنجي منهن ڇا ٻڌايو؟ حسن وراڻيو ته توهان ڪي به خبر هوندي. تنهن تي ٻين خادمن چيس ته: نه يار! جيڪي ڳالهيون تو سان ڪندو آهي، اهي اسان جهڙن سان ڪٿي ٿو ڪري؟ حسن چيو: سمجهبو ته محمود بادشاهه جو مون ۾ اعتماد آهي ته، آئون سندس ڳالهه ٻين ڪي نه ٻڌائيندس. تڏهن توهان ڪان ڳالهه لڪائي مون ڪي ٻڌائي ٿو. پوءِ توهان اهڙي ڳالهه ڪيڻ لاءِ مون ڪي ڪيئن ٿا چئي سگهو؟ جڏهن ڪنهن به ماڻهوءَ جي راز واري ڳالهه ظاهر ڪرڻ منع آهي ته پوءِ بادشاهه جو راز ظاهر ڪرڻ ڪيئن مناسب ٿيندو؟

## پاڙو پڇائي پوءِ ويهجي

مون ڪي رهائش لاءِ ڪا جڳهه خريد ڪرڻي هئي. ان جي تلاش پئي ڪيم. ايتري ۾ هڪڙو يهودي مون وٽ آيو، ان چيو ته آئون هن پاڙي جو پراڻو رهاڪو آهيان، هت فلاڻي جڳهه آهي، ڏاڍي سئي اٿئي، منهن جي پاڙي ۾ آهي. مون ڪي خبر آهي ته جاءِ ۾ ڪو عيب ڪونهي. مون چيو: ان ڪان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو عيب ٿيندو، جو تو جهڙو يهودي منهن جو پاڙيسري بنجي پوي. وڌيڪ چيومانس ته: جنهن گهر ڪي تو جهڙو بدڪردار پاڙيسري هجي، اها ڏهين رپئين به نه ڪپي ۽ جيڪڏهن تون اتان هليو وڃين، ته پوءِ هزارين رپيا ڀري به اها جاءِ وٺي سگهجي ٿي.

## شاعر ڪي سزا

هڪڙو هو شاعر (ان ڪي ڪٿيءَ ڪنيو جو) ڌاڙيلن جي سردار وٽ وڃي پهتو ۽ ان جي تعريف ۾ ڪجهه شعر پئي پڙهيائين، پر ڌاڙيل

ڪنهن ٻئي خيال ۾ هو. تنهن ٻين ڌاڙيلن کي حڪم ڏنو ته: هن شاعر جا ڪپڙا لهرائي، ناڻگو ڪري ٻاهر ڪڍوس. شاعر ويچارو اگهاڙو ٻاهر نڪتو، ته سياري جي موسم هئي، پارو ڇائو پيو هو. هيءُ ٿڙڪندو جيئن ئي اڳتي هليو، تيئن ڪتن جي لوڏ مٿس حملو ڪيو. شاعر ويچارو نوڙي پٿر کڻڻ لڳو، جيئن ڪتن کي هٽي، پر پٿر پٽجي نه سگهيو. چوڻ لڳو: هي ڪهڙا ڪميڻا ماڻهو آهن، جو ڪتن کي ڇوڙي ڇڏيو اٿن ۽ پٿرن کي ٻڌي ڇڏيو اٿن.

ڌاڙيلن جي سردار ڪتان شاعر جو اهو حال ڏٺو پئي. هن جا چيل اکر ٻڌي کلي ڏنائين ۽ اتان سڏ ڪري چيائينس: اي سياڻا! هيڏانهن موٽي اچ، جيڪي گهرڻو هجئي،اهو گهر! هن چيو: مون کي رڳو منهنجا ڪپڙا ڏيو. مون لاءِ اهو انعام ئي ڪافي آهي. ٻيو توهان جو ڪجهه نه گهرجي. وڌيڪ چيائين: آئون ڪنهن چڱائيءَ جي اميد رکي آيو هوس. چڱائي نٿا ڪريو، ته برائي ته نه ڪريو.

اهو ٻڌي ڌاڙيلن جي سردار کي رحم اچي ويو. حڪم ڪيائين ته، هن کي ڪپڙا ته واپس ڪريو، پر وڌيڪ وڳو به ڏيوس. پوءِ ٻيا به انعام ڏئي واپس ڪيائونس.

## نجوميءَ جا حال

هڪڙو هو نجومي. جيئن ئي پنهنجي گهر ۾ گهڙيو ته ڪنهن ڌاريئي کي پنهنجي زال سان گڏ ويٺل ڏٺائين. اهڙو لقاءُ ڏسي سڙي ويو. ان ماڻهوءَ سان وڙهي پيو. گاريون ڏنائينس ۽ هٿين پئجي ويا، جهيڙو وڏو ٿي ويو. ڪو بزرگ اتان اچي لنگهيو. ان نجوميءَ کي چيو ته: توکي جڏهن اها خبر به نٿي پوي،ته تنهنجي گهر ۾ ڇا ٿو وهي واپري؟ ۽ ڪير ٿو اچي؟ ته پوءِ توکي آسماني ڳجهه جيّ ڪهڙي خبر پوندي؟

## بي سرو مولوي

هڪڙو بي سُرو واعظي، وعظ ۾ سُرڙا ڪندو هو ۽ دل ۾ سمجهندو هو ته:آئون طوطيءَ لسان سريلو آهيان. هيڏن ڪٿي سمجهه ته

آواز ڪانءَ جي ڪان ڪان جھڙو هوس ۽ آيت اِنَّ اَنکَرَ الاَصواَتِ (۱) ڄڻ ان جي باري ۾ نازل ٿي هئي. ڳوٺ جا رهواسي ان مولويءَ جو ادب ڪري، واعظ نہ وٺڻ هوندي بہ خاموش رهندا هئا. ڪا ڳالھہ نہ ڪندا هئا، واھہ واھہ پيا ڪندا هئا. هڪ دفعي اهو مولوي ناچاڪ ٿي پيو. ٻئي شهر جو واعظي مولوي جيڪو اندروني طرح هن جو مخالف هو، وٽس طبيعت پڇڻ لاءِ آيو. ڳالهين ڪندي چيائينس: يار! توکي خواب ۾ ڏٺم. خدا شال خير ڪري. هن پڇيس ڀلا ڇا ڏٺئي؟ ٻڌايائينس تہ: مون ڏٺو تہ تنهن جو آواز سريلو ۽ وٽندڙ ٿي پيو آهي، اهڙو جو ٻڌندڙ توتي ساھہ پيا فدا ڪن. بي سري واعظيءَ چيو: جزاڪ الله (الله توکي سٺو بدلو ڏئي) تو اهڙو ڀلارو خواب ڏٺو آهي،جو مون کي پنهنجن عيبن تي خبردار ڪيو اٿئي. سمجهيم تہ منهنجو آواز سريلو نہ آهي ۽ ماڻهو منهنجي سُرڻن واري واعظ سان ايذائجن ٿا. اڄ ڪان واعدو ٿو ڪريان تہ اڳتي، سُر ڪرڻ ڪان سواءِ آهستي آواز سان واعظ ڪندس.

ڪنهن سياڻي چيو آهي: اهو دوست سجڻ نہ چئبو، جيڪو منهنجي بداخلاقيءَ کي اخلاق سڏي، منهنجي عيبن کي خوشامد ڪندي هنر سڏي ۽ منهنجي وچايل ڪندن کي گل چوي، اهڙي دوست ڪان اهو دشمن ڀلو، جيڪو مون کي منهنجي عيبن ڪان آگاھہ ڪري.

جيڪو دوست،دوست کي سندس عيب ڪان آگاھہ نہ ڪري، اهو اهڙو انڌو ڄاڻ ڄڻ چئبو، جنهن کي عيب ۽ هنر ۾ فرق ئي نظر نٿو اچي.

## بي سرو بانگو

ڪنهن مسجد ۾ هڪ بي سرو بانگو هوندو هو. اهڙي بي سري بانگ ڏيندو هو، جو ٻڌندڙن جي دل ۾ ويتر نفرت وڌندي هئي، ماڻهن جي دل ڀئي ڪرڙبي هئي. مسجد جو متولي هڪڙو نيڪ دل،خوش خلق امير ماڻهو هو. اهو بانگي کي ڪجھہ نہ چئي سگهندو هو. هن ڪري تہ متان هو دل ۾ ڏک ڪري. نيٺ هڪ ڏينهن ان بانگي کي چيائين: هن مسجد جا اڳيان بانگا،جيڪي هينئر رٽائر ٿيل آهن، انهن کي آئون هر

(۱) ان انکرالا صوات لصوت الحمير (سورة لقمان آيت ۱۹) بيشڪ بڇڙي ڪان بڇڙو آواز گڏھہ جو آهي.

مهيني پنجاهہ دينار پينشن جا ٻيري ڏيندو آهيان. جيڪڏهن توهان هن مسجد کي ڇڏي، ڪا ٻي مسجد وڃي آباد ڪندؤ، تہ آئون توهان کي ڏهن دينارن وارا ڏهہ نوٽ ڳٽي ڏيندس. ٻانگو ان تي راضي ٿي ويو. ڪجهہ عرصي گذرڻ کان پوء اهو ساڳيو ٻانگو، ساڳئي امير وٽ آيو. چيائينس: اي سائين! توهان مون تي وڏو ظلم ڪيو، جو ڏهن نوٽن عيوض مسجد مان ٻاهر ڪيو. جڏهن تہ هن وقت جنهن مسجد ۾ آهيان، اهي مون کي ويهہ نوٽ ڏيڻ لاء تيار آهن، جيڪڏهن آئون اها مسجد ڇڏي ٻي جاء تي هليو وڃان، پر آئون قبول ئي نٿو ڪريان. اهو ٻڌي امير کلي ڏنو ۽ ٻانگي کي چيائين تہ: اهي ويهہ نوٽ اصل نہ وٺجانء، ڪجهہ دير ڪندين تہ توکي پنجاهہ نوٽ يعني پنج سو دينار ڏيڻ لاء تيار ٿي ويندا. ڇو تہ تنهن جي ٻانگ ماڻهن جو اندرائين ٿي چلي، جيئن پٽر کي تيشي ڪرڙي.

## بي سرو قاري

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: هڪڙو ماڻهو خراب آواز سان وڏي واڪي قرآن پاڪ پڙهي رهيو هو. ان وقت ڪو بزرگ شخص ان وٽان اچي لنگهيو. ان بي سري ماڻهوء کي چيائين تہ: توکي هت ڪيتري پگهار ٿي رکيو اٿن؟ چيائين: ڪجهہ بہ نہ. بزرگ چيس تہ: پوء هيتري تڪليف پاڻ کي ڇو ٿو ڏين؟ جو نڙي ڦاڙي وڏي واڪي پيو قرآن پڙهين. هن وراڻيو: الله خاطر پيو پڙهان. بزرگ چيس تہ: الله خاطر اڳتي آهستي پڙهندو ڪر. تون جيڪڏهن ان طريقي سان قرآن شريف پڙهندين، تہ ماڻهو مسلمانيء کان ئي ڀڄائيندين.

باب پنجون

# عشق ۽ جوانيءَ بابت

## دل پسند لوڪ پسند

حسن ميمنديِ سلطان محمود غزنويءَ جو نهايت داناءُ وزير هوندو هو. ان ڪان ڪنهن پڇيو ته: محمود بادشاهه وٽ هيترا سهڻا سيبتا غلام آهن، پر هو اياز سان گهڻي محبت رکندو آهي. جيڪو اهڙو سهڻو به نٿو ڏسجي. ڇا سبب آهي؟ حسن وراڻيو ته: جيڪا شيءِ دل کي پسند اچي وئي، ته اکين کي به اهائي وڻندي. جن نفرت واري دل سان ڏٺو پئي، انهن کي يوسف عليه السلام جي جڳ مشهور سونهن به نٿي نظر آئي، پر جيڪڏهن ڪنهن جي دل ديوَ سان ٿي وڃي، ته اهو هن کي فرشتو نظر ايندو.

جيڪو بادشاهه کي وڻيل آهي، اهو کهڙو به ڪوجهو هجي، تون ان کي سهڻو سمجهه ۽ جيڪو بادشاهه جي نظرن ۾ ڪِري پوي، ان کي سندس گهر ڀاتي به پيا ڌڪاريندا، پوءِ ڪٿي هو ڪيڏو به سهڻو هجي.

## ڪبي جي گل سان گستاخي

ڳالهه ٿا ڪن ته: هڪڙي رئيس وٽ تمام سهڻو نوڪر هوندو هو. ان سان ڏاڍي دل ٿي وئي هئس. هڪ ڏينهن اهو رئيس پنهنجي ڪنهن دوست سان حال اوريندي چئي رهيو هو: وڏو ارمان اٿم، جو منهنجي فلاڻي خادم کي قدرت جهڙي سونهن سوڀيا عطا ڪئي آهي، ايترو ئي هو گهڻ ڳالهائو ۽ گستاخ آهي. جيڪر اهي اوڻايون نه هُجنس

تہ کھڙو نہ چڱو ٿئي؟

اهو ٻڌي دوست چيس: اي رئيس! جڏهن اَنَ سان تنهنجي دل قاسي وئي آهي ۽ ان سان محبت جو اقرار بہ ڪرين ٿو،تہ پوءِ هن جي خادميءَ ۽ غلاميءَ واري ڳالهہ نہ ڪڍ! ڇو تہ هاڻي محبت وارو تعلق ٿيو. خادم ۽ مخدوم وارو تعلق ختم ٿيل سمجهہ. هاڻي هن کي خادم نہ چؤ!

جنهن خادم سان رئيس جو محبت وارو رستو ٿي ويو، تہ پوءِ هو ڪنهن حڪم کي نخري سان نٽائي بہ ڇڏيندو. هاڻي رئيس کي اهڙا نخرا سَهڻا پوندا.

## ڦاٽي ڪان پوءِ ڦٽڪڻ ڪھڙو

هڪڙي نيڪ شخص کي ڏٺم،جو ڪنهن ماڻهوءَ جي عشق ۾ قاسي پيو. عجيب حال ٿي ويس، نڪو صبر ڪري سگهي،نہ وري ڪجهہ ڪڇي سگهي. ماڻهو گهڻئي ملامت ڪندا هئس، پر هو پاڻ نہ پيو پلي سگهي. ويتر چوندو وتي تہ: دلبر ڪاتيءَ سان ڪوري چم لاهي،تہ اهڙا زخم بہ قبول اٿم ۽ چئي رهيو هو تہ: ڇا ڪريان، ڪاڏي وڃان، ڦاٽي ڪان پوءِ ڦٽڪڻ ڪھڙو؟

هڪڙي ڀيري مون چيومانس تہ: فلاڻا! تنهنجي عقل کي ڇا ٿي ويو آهي؟جو تو ڪان ندورو نفس ڏاڍو ٿي ويو آهي. گهڙي ڪن سوچ ۾ پئجي ويو. پوءِ چيائين:ڪهڙي ٿا ڳالهہ ڪريو، جتي حضرت عشق ديرو دمايو، اتان تقويٰ ۽ طاقت موڪلايو. هاڻي تہ آئون ڳچيءَ تائين گپ ۾ گتل آهيان. سمجهہ ئي نٿي اچي، تہ اتان ڪيئن نڪران؟

## عشق نہ آهي راند

-هڪڙي ماڻهوءَ کي عشق جو مرض لڳي ويو. ذل قرائي ويٺو ۽ ساهہ تان هٿ کڻي ڇڏيو هئائين ۽ عشق بہ اهڙي جاءِ تي ٿيس،جو سر وڃڻ جو خطرو هوس. ڪو آسان لقمو نہ هو، جو هيءَ عاشق اهو وات ۾ کڻي وجهي، نہ وري ڪو جهڙو تهڙو پکي هو، جنهن کي ڪوڙڪي اڏي کڻي قاسائي اچي ۽ عاشق اهڙو بيحال هو، جو پنهنجو وجود ئي

وسري ويو هوس.

هڪڙي پيري ماڻهن نصيحت ڪندي عاشق کي سمجهايو ته: ان اڻ ٿيڻي خيالي عشق کان مڙي وڃ. پيچي پاسو ڪر! اهڙيون سڪڻيون سڌون، ٻيا به ڪيترا تو جهڙا ڪن پيا. اهو ٻڌي هن روئي ڏنو ۽ چيائين: جيڏيون! مونکي ڪين جهليو. آئون بلڪل بيوس آهيان. جيئن جنگي جوان ميدان ۾ دشمن کي قتل ڪندا آهن،آئون به ائين محبت جي ميدان ۾ مطلوب جو گهايل ٿي پيو آهيان. ان راهه ۾ سرُ ڏيڻو پيو،ته به مرڪندي ڏيو. عشق کان اهو ٻڇي،جيڪو سر کي پيارو رکي. مون جڏهن سر جو سانگو ڇڏيو لاهي، ته پوءِ مون کي ڇاهي؟ جي مليا ته ملندياس،نه ته گهوري جان جتن تان.

ماڻهن مٿس رحم ڪري قيد ۾ ڪٿي قابو ڪيس۽ نصيحت پيا ڪندا هئس. پر افسوس جو هن تي ڪوبه اثر نه پئي ٿيو. جيئن ٿڌ تيئن وڌ. مرض بڑھتا گيا جوں جوں دوا کي. عاشقن جي اهڙي حالت ڏسي ڪنهن ماڻهوءَ هڪڙي عاشق کي پئي چيو ته:جيڪڏهن پنهنجي جان سان پيار اٿئي،ته تون دوست جو قدر گهڙو ڪندين؟

ڳالهه ٿا ڪن ته: ان عاشق جو مطلوب هڪڙو شهزادو هو. ڪن ماڻهن ان شهزادي کي وڃي ڳالهه ڪئي ته: هڪڙو جوان تنهنجي عشق ۾ مبتلا ٿي پيو آهي. حالانڪه اهو وڏو اديب، سٺو ليکڪ ۽ ماهر انسان آهي. هو ڳالهائيندو آهي ته ڇڻ موتي پوئيندو ويندو آهي، پر هاڻي عشق ۾ مستانو ۽ ديوانو بنيو ڀٽڪندو وتي. شهزادي جڏهن معلوم ڪيو ته هن همراهه جو حال هيٺو ٿي ويو آهي، تڏهن سنجيل شاهي گهوڙي تي چڙهي،ان ڏانهن روانو ٿيو.

جڏهن عاشق کي اها خبر پئي ته شهزادو مون تي مهربان ٿيو آهي، مون ڏانهن پيو اچي، تڏهن چئي رهيو هو: جنهن مون کي ڪٺو آهي، اهو مون تي مهربان ٿيو آهي. (ڏس لَنڊيءَ جو لبيس،جو ڪاٺ ڪميٽيءَ ڪٺيو).

شهزادو عاشق وٽ پهتو ۽ نهايت نرميءَ سان ساڻس ڪچهري ڪرڻ لڳو. تون ڪير آهين؟ ڪٿان آيو آهين؟ نالو ڇا اٿئي؟ ڇا ڪندو

آهين؟ پر هو عاشق محبت جي سمنڊ ۾ اهڙو ٻڏل هو، جو ڳالهائڻ تہ ڳالهائڻ جي ماڳ، پر ساهہ بہ نٿي کڻي سگهيو. ڪنهن سياڻي جو چوڻ آهي تہ: علم جون سڀ سندون پلي حاصل ڪري، پر جڏهن عشق جي ميدان ۾ آيو تہ الف، بي جي ڄاڻ بہ نہ رهندس.

شهزادي وري بہ مهرباني ڪري پڇيس تہ: تون ڳالهائين ڇو نہ ٿو؟ آئون تو جهڙن درويشن جو خادم آهيان. تڏهن هن ٻڏل عاشق، محبت جي موجن مان مٿو مٿي ڪيو ۽ چيائين:

پيارا! تنهنجي وجود آڏو پاڻ کي موجود ڪيئن سمجهان؟ تنهنجي گفتگو دوران مونکي چپن چورڻ جي ڪهڙي طاقت آهي؟ اهي اکر چئي، هڪ آهہ ڪيائين، تڏو ساهہ ڪنيائين ۽ سندس دم پرواز ٿي ويو. محبوب مجازيءَ آڏو مري مات ٿيو ۽ محبت واري معاملي ۾ اها ڳالهہ عجب جهڙي بہ ناهي، پر عجيب تہ هيءَ ڳالهہ آهي جو محبت جي دعويٰ ڪري ۽ سٽين لڳين ستروَتر ٿيو پيو گهمي.

## اکين ۾ ٿي ويهہ

هڪڙو هو مڪتب جو شاگرد. جهڙو هو صورت جو سهڻو، تهڙو هو سيرت ۾ سباجهو. وري قدرت طرفان مٺڙي سُر ۽ لهجي جي ڏات بہ مليل هئس. انهن خوبين سبب استاد کي ڏاڍو وڻندو هو. ٻين شاگردن تي ڪڏهن مار موچڙو بہ ڪندو هو، پر هن ڇوڪر کي ڪجهہ نہ چوندو هو. تان تہ ڪو دڙڪو دهمان بہ نہ ڏيندو هوس. اِجا بہ جڏهن اڪيلائپ جو وقت ملندو هوس، تڏهن شاگرد کي چوندو هو: ٻچا! تو لاءِ منهنجي دل ۾ جاءِ آهي، دل چوندي اٿم تہ تون پلڪ بہ پري نہ ٿيئن، دل ۾ چڻ هيئن چوندو هو:

اکين ۾ ٿي ويهہ، تہ ڇپر واري ڍڪيان،
توکي ڏسي نہ ڏيهہ، آئون ڏسان نہ ڪو ٻيو.

هڪ ڏينهن ان شاگرد استاد کي چيو تہ: سائين! توهان منهنجي پڙهائيءَ تي خاص ڌيان ڏيو ٿا، ان لاءِ شڪرگذار آهيان، ان سان گڏ جيڪڏهن منهنجي اخلاق جي ڪا اوڻائي ڏسڻ ۾ اچي تہ، مونکي

خبردار ڪجو. جيئن آئون اهڙي عادت کي متائي ڇڏڻ جي ڪوشش ڪريان. استاد وراڻيو: اي پٽڙا! اهو ڪم ڪنهن ٻئي کي ڇڏ! ڇو تہ منهنجي نظرن تي تنهنجي لاءِ اهڙو جادو چڙهيل آهي،جو تنهنجي هر ادا سهڻي ٿي لڳيم. ڪنهن سياڻي جو چوڻ آهي تہ:

دشمن،جون شال اکيون نڪرن،جو ان جي نظر ۾ هر خوبي خرابي ٿي نظر اچي. پر جيڪڏهن ڪنهن ۾ هڪ خوبي هجي ستر خاميون هجن تہ سڄڻ جي نظر ان هڪ خوبيءَ تي ئي پوندي.

## جڏهن سڄڻ اچي اڱڻ

مون کي ياد آهي تہ هڪ رات منهنجو دل گهريو دوست منهنجي اڱڻ آيو. خوشيءَ ۾ ٽپ ڏئي اٿيس جو قميص جي ٻانهن سان ٻرندڙ ڏيو وسامي ويو. مون دوست جي خوش مرحبائي ڪئي، تہ دوست ڏوراپو ڏنو، چيائين: مونکي ڏٺئي تہ ڏيو ڪٿي وسايئي؟ چيم: اهو هن ڪري جو سمجهيم سج ايريو آهي، سو هاڻي ڏيو ڇا ڪندو؟ ٻيو تہ هڪ سياڻي جو قول ذهن تي تري آيو. جنهن چيو آهي تہ: ڏيئو ٻرندي جيڪڏهن ڪو اڻ وڻندڙ شخص اچي وڃي،تہ ڏيئو وسائي ڇڏ (جيئن ان جي صورت ئي نہ ڏسجي) ۽ جيڪڏهن تنهنجو محبوب اچي وڃي،تہ بہ ڏيئو وسائي ڇڏ! (جيئن توهان ٻنهي جي رهاڻ ۾ ڏيئو بہ شريڪ نہ رهي).

## متان ملڻ سان ماٺي ٿئي

ڪنهن ماڻهوءَ وٽ سندس دل گهريو دوست آيو. جيڪو ڪيترو وقت هن ڪان پري رهيو هو. ڏسڻ ۾ ئي نہ آيو هوس. دوست چيس: يار! ڪٿي آهين؟ آئون تنهنجي ملڻ لاءِ پيو سڪان. هن دوست وراڻيو: پوءِ تہ اها سڪ ڀلي ڇٽبي. جيئن شاعر چيو آهي:

لوچيان لوچيان مَلهان، شال مَ ملان هوت،
من اندر جا لوچ، محب ملڻ سان ماٺي ٿئي.

دل واري دوست جي ملاقات مان ڊؤ ڪرڻ ڪان، ان جي ملاقات

جي انتظار ۾ رهڻ سٺو آهي.

## لطيفو

اهو دل گهريو دوست جيڪو ڀين ساٿين کي ساڻ ڪري پاڻ وٽ اچي، اهو نسورو ناحق ٿو ڪري. دوست کي جهورڻ ۽ ان جي غيرت کي چئلينج ڪرڻ ٿو اچي. اهو دوست ملڻ نہ آيو آهي، پر لشڪر ڪاهي لڙائي ڪرڻ آيو آهي.

منهنجو دوست جڏهن ٻين سان گڏ ٿو نظر اچي، تہ غيرت مونکي کُهي ٿي ڇڏي، پر محبوب ڇڻ ورندي ٿو ڏئي تہ: اي سعدي! مان تہ محفل ۾ شمع آهيان، پروانو پاڻ کي پلي ساڙي ڇڏي، مون کي ڪهڙي پرواهہ؟

## آءُ ڏسان نہ ڪيو ٻيو

مون کي ياد آهي تہ جوانيءَ ۾ منهنجو هڪ گهاٽو دوست هوندو هو. اصل ائين ٻٽ رهندا هئاسين، جيئن ڪنهن باداميءَ ۾ ٻہ گورا گڏ هجن، پر اوچتو قسمت ڪئي جدائي. هو هڪ هنڌ رهيو، تہ آئون ٻئي هنڌ. جڏهن هو موٽي مون سان مليو، تڏهن ڏوراپو ڏئي چوڻ لڳو: اي سعدي! ڪو قاصد بہ ڪونہ موڪليئي؟ چيومانس:اها ڳالهہ مون کي منظور نہ هئي، جو قاصد تنهنجو درشن ديدار ڪري ۽ مان پاڻ محروم رهان؟ ڪنهن عاشق چيو آهي تہ: مونکي زبان سان توبهہ جي تلقين نہ ڪريو، تلوار جي زور تي بہ مان توبهہ ڪونہ ڪندم. اي محبوب! جڏهن ڪو ماٺهو توڏانهن يڪو وينو ڏسي، تہ مونکي ساڙ ٿو ٿئي، پر پوءِ سوچيان ٿو تہ تنهنجي ديدار مان ڍؤ تہ ڪنهن کي بہ ڪونہ ٿيندو.

## عشق دانا بہ ديوانا ڪري

هڪڙي سياڻي سيتي ماڻهوءَ کي ڏٺم تہ ڪنهن جي عشق ۾ ڦاسي پيو. مشڪ ۽ عشق لڪي نہ سگهن. سو هن جو عشق بہ وائکو ٿي پيو. هاڻي بيوس ٿي ماڻهن جون ٽوڪون، طعنا تنڪا پيو سهندو هو. هڪ ڏينهن مون کي ملي ويو، نهايت نرميءَ سان چيومانس: اي دوست! مون کي يقين آهي تہ تنهنجي محبت سچي ۽ پاڪ آهي، پر پوءِ

بہ تو جهڙي سياڻي لاءِ چڱو نٿو لڳي،جو جنهن ڪنهن جي آڏو هيڻن خوار ٿيڻن. لنڊيءَ ٻُتيءَ جا مهڻا پيو برداشت ڪرين. مون ڪي جواب ڏنائين: اي يار! مون کي مهڻن سان نہ مار. مون پاڻ ڪيترا دفعا ويهي ان تي ڪيو آهي ويچار، پر ڇا ڪريان؟ منهنجو حال اهڙو ٿي ويو آهي جو طعنا ۽ مهڻا سهڻ، آسان ٿا نظر اچن، پر پيار کان پاڻ پلڻ ڏکيو ٿو لڳي. سياڻن چيو آهي تہ: دل تي صدما سهڻ آسان آهن، اکين کي ديدار کان روڪڻ تمام ڏکيو آهي. آئون اهو بہ سمجهان ٿو تہ ڪنهن سان دل لائڻ،پنهنجي ڏاڙهي پرائي هٿ ۾ ڏيڻي آهي. اهو قاتل هرڻ مثال بنجي ٿو وڃي، جيڪو قاتي کان پوءِ ڪيڏانهن ڀڄي نہ سگهي. سو قاتي ڪانپوءِ ڦٿڪڻ ڪهڙو؟ آئون بہ هاڻي پرائي وس ٿي ويو آهيان. منهنجي مرضي هلي نٿي سگهي.

## محبت جي مند

منهنجي جواني هئي ۽ سيڪو سمجهي ٿو تہ جواني ديواني آهي. ان اند ۾ ڇا جو ڇا ٿي ٿو وڃي. هڪڙي ڀيرو ڇوڪراٽ سان منهنجي دل ٿي وئي. جهڙو هو صورت جو ملوڪ، تهڙو ئي هوس سريلو آواز. ان کي ڏسيو پيو ٽرندو هوس. اتفاق سان ان ڇوڪراٽ کان ڪا اهڙي غلطي ٿي، جيڪا مون کي اصل نہ وڻي ۽ آءٌ هن کان پاسيرو ٿي ويس. چيومانس: جيڏهون جو آهين، اوڏانهن هليو وڃ. اسان جو خيال نٿو ڪرين تہ وڃي پنهنجي خيال سان رهہ. ڇوڪراٽ ويندو رهيو ۽ چوندو پئي ويو: هي رٺو تہ ڇا ٿي پيو. سج کان چمڙو رٺل رهندو تہ ڪهڙو فرق پوندو؟ هو تہ ويندو رهيو،پر هن جي جواب سان آئون بہ پريشان ٿي پيس، پوءِ پڇتايم پئي تہ مون فراق واري مصيبت کان اڳ ۾، وصل واري راحت جو قدر نہ ڪيو. هاڻي ڇا ڪريان؟ پوءِ تہ منجهيل طبيعت سان وقت پيو گذاريندو هوس.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ اهو نينگر موٽي آيو، پر هاڻي هو گهٽو منجي چڪو هو. بالغ ٿيڻ سبب آواز بي سرو ٿي ويو هوس ۽ منهن تي وارن ڦٽڻ سبب هن جي اڳين سونهن بہ ختم ٿي وئي هئي. اول ساڻس

ملڻ جو ارادو ڪيم،پر ان جو ھي حال ڏسي، پري ٿي بيٺس ۽ چيم:

جڏھن تنھنجا اکر (زيرن زبرن کان سواءِ ٿي) لاجواب ھئا تہ ان وقت ڏسڻ ئي نہ پئي ڏنئي، ھاڻي جڏھن انھن تي زيرون زبرون پيش اچي ويا آھن تہ صلح لاءِ سَٽون ٿو ھڻين؟

تنھنجي بھار مٽان، ھاڻي خزان طاري ٿي وئي آھي. محبت جي ديڳ کي گرم ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪر، ڇو تہ اسان جي آگ وسامي چڪي آھي. ڇيومانس: جڏھن تنھنجي لئہ ھئي، تڏھن تو ڪنگھيو بہ ڪونہ ٿي. ھاڻي تنھنجي مند ختم ٿي وئي. ھاڻ جيڪو تنھنجو طلبگار ھجي،ان سان وڃي مل! "باغ ساوڪ سان ٺھي ٿو" اھا ڳالھہ اھوئي سوچي سگھي ٿو، جيڪو چوندو ھجي تہ سھڻن جي چھري تي ساوڪ عاشقن جي دل کي موھي ٿي وجھي (پر منھنجي راءِ ان جي ابتڙ آھي). اي محبوب! تنھنجي چھري تي ڏاڙھي، لوسڻ جي پوک مثل آھي، جيترو ڪٽيندين، وري ڦٽي ايندي. صبر ڪرين يا واويلا ڪرين. چھري تي وار آيا،تہ اھو حسن وارو دور ختم ٿيو. اي محبوب! جيئن منھنجي جان تنھنجي ھٿ ۾ آھي، (جيارين يا مارين) تيئن تنھنجي ڏاڙھي منھنجي ھٿ وس ھجي ھا،تہ ڦٽڻ ئي نہ ڏيانس ھا.

پوءِ نينگر کان پڇيم تہ: تنھنجي چنڊ جھڙي چھري تي ھي ماڪوڙيون (ڏاڙھي) ڇو اچي گڏ ٿيون آھن؟ جواب ڏنائين تہ:خبر نہ آھي تہ الائي چھري کي ڇا ٿي ويو آھي؟ شايد حُسن جي خاتمي تي ڪاڏيءَ غم ڪندي ڪارو لباس پاتو آھي.

## ياري باشي

ھڪڙي ماڻھوءَ کان پڇيم تہ: لاسڙاٽ ڇوڪرن بابت تون ڇا ٿو چوين؟ ھن چيو: لسن مان ڪا ڇڱائي ٿيڻي ناھي. جيسين لسو ھوندو، تيسين نخرا پيو ڪندو ۽ جڏھن اھو وقت ھليو ويس، تڏھن ھرھڪ سان سنگت ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو. تڏھن نرمي بہ ڪندو تہ نھٺائي ۽ نئڙت بہ ڪندو.

## ماڻهن جون ملامتون

ڪنهن عالم کان پڇيائون ته ڇا تو سمجهين؟ جيڪڏهن ڪو سهڻو ماڻهو ڪنهن اڪيلي جاءِ ۾ ملي وڃي. پاڙي جا سڀ ماڻهو ننڊ ۾ الوٽ هجن، ٻي ڪا جهل پل به نه هجيس. نفس جي طلب به هجي. جيئن چوندا آهن ته ڪتل جاڏنگ تيار هجن، ان تي ڪو واهرو به نه هجي. ته ڇا اهڙي وقت ۾ ڪو انسان پرهيزگاريءَ سبب بچي سگهي ٿو؟

عالم جواب ڏنو: هائو، ماڻهو بلڪل بچي سگهي ٿو. پر خلق جي ملامت کان نٿو بچي سگهي، ماڻهو ان ۾ بدگماني ضرور ڪندا.

## ڪانءَ ۽ طوطي جي ڳالهه

ڳالهه ٿا ڪن ته: هڪڙي طوطي کي ڪانءَ سان گڏ هڪ پڃري ۾ رکيائون. طوطي کي ڪانءَ کان ڪريه پئي ٿي، سو چون چون ڪري چوڻ لڳو: هيءَ ڪهڙي مصيبت آهي؟ ههڙو ڪارو ڪلوٽ ڪانءُ، ان جي شڪل ڏسي ڏپ پيو ٿئي. ٻولي ٻڌينس ته ٽان ٽان، نه سُرُ نه تار. اهڙي مقام جي ڪانءَ کان الله شل بچائي. دل ٿي چاهي ته هن ڪانءَ ڪميڻي کان ايترو پري هجان، جيترو اوڀر کان اولهه پري آهي، هن منحوس جو صبح سان جنهن منهن ڏٺو، ان جو سج ئي لٿو. ان جو سياڳو صبح به شام ٿي ويندس. هن ڪاري ڪانءَ سان گڏ ڪو ڪارو ڪانءُ ئي هجي ها. هيءُ منهنجي سنگت جي لائق نه آهي.

عجيب اتفاق ٿيو جو ڪانءُ پاڻ طوطي سان گڏ رهڻ کان تنگ هو. اهو پڻ دلي درد سان ڪان ڪان ڪري چئي رهيو هو: لاحول ولاقوة الابالله. هاءِ منهنجي ڦٽل قسمت، جو هت اچي،هن ميان مٺوءَ سان پڃري ۾ ڦاٿو آهيان. هاءِ جيڪر هڪجهڙن ڪانوَن سان گڏ ڪنهن باغ جي پٽ تي نخرا ڪندي پيو ٽلان ها ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها.

نيڪ ماڻهوءَ لاءِ اهو ئي جيل،آهي جو بڇڙن جي ڪچهريءَ ۾ وڃي ڦاسي. افسوس جا هٿ ملي پيو چوندو ته: مون ڪهڙو گناهه ڪيو جو زماني جي گردش مون کي ههڙن بي عقلن جي ڪچهريءَ ۾ اچي اڙايو آهي.

جنهن سان طبيعت نہ لڳي، ان سان گڏ رهڻ بہ وڏي مصيبت آهي. دل چوندي تہ جنهن پٽ تي هن جي تصوير ٽنگيل هجي. تہ ان پٽ جي ڀاڃي ۾ نہ ويهان ۽ جيڪڏهن اهو بهشت ۾ هجي. تہ هي ڪنهن دوزخ جي تلاش ڪندو، جتي مخالف موجود نہ هجي، اها ڳالهہ هن ڪري لکيم،جو سماج ۾ جهڙي طرح داناءَ کي نادان کان نفرت آهي، تيئن نادان کي بہ دانائن کان نفرت آهي.

چون ٿا تہ:موالين جي ڪچهريءَ ۾ هڪڙو درويش وڃي نڪتو. ملول منهن ڪيو ويٺو هو. ڪنهن مواليءَ چئي ڏنس: اجايو منهن نہ سڄاءِ. جيڪڏهن اسان جي ڪچهري تي وٺي، تہ اسان بہ تنهنجي هٿ رهڻ مان خوش ڪونہ آهيون. تون پاڻ کي گل سمجهندو هوندين ۽ اسان کي سڪل وڻ جون سڪل ٽاريون.تہ سڪل ڪاٺين ۾ هڪڙو گل وري ڪهڙو ٺهندو؟ وڃي ڪا پاڻ جهڙن جي ڪچهري ڳول.

## ڇڏ رسڻ جي ريت

هڪڙو هو منهنجو دوست. سالن جا سال ان سان گڏ رهيو هوس، ڪاڏي پيتي،ڏک سک ۽ سفر حضر ۾ هڪ ٻئي جا ساٿي ٿي رهيا هئاسين. هڪ دفعي ٿوري ڳالهہ تان منهنجي دل کي ڏکايائين. پوءِ تہ دوستي پوري ٿي وئي، جيتوڻيڪ ٻنهي کي دل ۾ هڪ ٻئي جي تانگهہ رهندي هئي. ٻڌڻ ۾ آيو تہ ڪنهن ڪچهريءَ ۾ هڪ ماڻهوءَ منهنجو ڪو بيت پڙهيو، جنهنجو مطلب هي هو:

جڏهن منهنجو محبوب ٺو مرڪي،تہ ويتر ڦٽن تي لوڻ ٿو ٻرڪي. ڪهڙو نہ ڀلو ٿئي ها،جو سندس زلف منهنجي هٿن ۾ هجن ها. جيئن سخين جا دامن،فقيرن جي هٿ ۾ هوندا آهن.

بيت پڙهجي بس ٿيو تہ ڪچهريءَ ۾ ويٺلن گڏجي "واهہ سعدي واهہ" چيو، منهنجي شاعريءَ تي داد تحسين ڏنائون. ٻين سان گڏ مون واري پراڻي دوست بہ واهہ واهہ ڪئي. ان ڏينهن هن کي دوستيءَ ٽٽڻ جو ويچار ٿي پيو ۽ پنهنجي غلطيءَ جو اقرار ڪيائين. مون کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن ان دوست ڏي هڪ بيت لکي موڪليم ۽ ساڻس

ٺاهه ڪيم. بيت جو هي مطلب هو:

پيارا! جهان مان توکي چوندي،تو سان ٺي ياري رکيم. مون کي خبر نہ هئي، تہ تون ائين بي وفائي ڪندين؟ اڃا بہ وقت ويو ناهي، دل چوئي تہ هليو اچ! مون وٽ اڳي ڪان بہ وڌيڪ مان لهندين.

## ويا مور مري

هڪڙي ماڻهوءَ جي سهڻي زال فوت ٿي وئي. پوڙهي سس اڃا ان جي گهر ۾ رهي پيئي هئي. شايد مهر وٺڻ لاءِ يڪو ٽڪيل هئي. حالانڪہ ان ماڻهوءَ کي سس جو گهر ۾ رهڻ پٽي تي ٺي نہ پيو پوي. ضرورت وقت سس سان مجبوراً ڳالهائڻو بہ پوندو هوس. ايتري ۾ ڪي دوست وٽس تعزيت ڪرڻ آيا. هڪڙي حُجائتي دوست چيس: ڀائو! پياري رفيقہ حيات جي جدائيءَ جو صدمو ڪيئن ٿو ڀائين؟ هن جواب ۾ چيو: ونيءَ جي وڃڻ جو ايترو ويچار ڪونهي، جيترو هن ڏائڻ جي ڏسڻ سان ڏکوئجان ٿو. گل پٽجي ويو، ڪنڊا رهجي ويا. خزانو لٽجي ويو، نانگ اڃا پيو ڦري. تيرن تلوارن ڏي ڏسڻ چڱو آهي، اڻ وڻندڙ ماڻهوءَ ڏي ڏسڻ ڪان. هزارين دوستن جو ديدار سهائي سگهجي ٿو، پر دل نہ چاهيندي تہ ڪنهن دشمن ڏي اک کڻي نهارجي. (يعني هن سس جو هت رهڻ اصل پٽي تي نٿو پوي).

## عشق واري اڃ

مون کي ياد آهي تہ، منهنجي ٿوهہ جواني هئي. هڪ پاڙي مان پيو لنگهندو هوس. شايد ڪنهن دل گهرئي ماڻهوءَ جي ديدار جو انتظار هوندو هو. هڪ ڏينهن سخت گرميءَ جي وقت ان گهٽيءَ مان لنگهيس. گرميءَ سبب منهنجو وات سڪي چڪو هو ۽ مٿو چڪرائجي رهيو هو. ٽاڪ منجهند جي تتهڻ اس ۾ وڌيڪ وکن کڻڻ جي مون ۾ طاقت نہ رهي هئي، پوءِ ڪنهن ڀت جي ڇانوَ ۾ پئجي رهيس. پاڻيءَ جي پيالي جو انتظار هوم، جيئن ان سان اڃ اجهائي سگهان ۽ مرندڙ هنيانءَ تي ڇنڊو هڻي سگهان.

اوچتو ڏٺم ته ڪنهن گهر جو در کليو، هڪ خوبرو ۽ خوبصورت ماڻهو ٻاهر نڪتو. قدرت ان کي اهڙو سهڻو من مهڻو خلقيو هو، جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر هئي. ان جي هٿ ۾ مٽي ۽ ٿڌي شربت جو هڪ پيالو هو. شربت ۾ بهترين خوشبوءِ هئي. اصل ۾ آئون اڄ ۾ اهڙو ماندو ٿيل هوس، جو پتو نه پئي پيم ته پيالي ۾ عرق گلاب پيل آهي يا پاڻي آٽيندڙ جي منهن جي پگهر جا ڪجهه قطرا ڳڙي ان ۾ پيا هئا. مطلب ته پاڻي وٺي پيتم. تڏهن وڃي ڪجهه سامت ۾ آيس. پوءِ چيم: هڪ اڄ هن شربت پيئڻ سان اڃهامي وئي. پر اندر ۾ اڃا هڪ اڃ موجود آهي، جيڪا ان هڪ پيالي سان ته ڇا، پر مٽي پاڻيءَ جو سمنڊ سرڪي ڪريان،ته به ماند ڪائي مائي نه ٿيندي.

چوندا آهن ته: شراب جو نشو آڌي رات جو ختم ٿي ويندو آهي، پر عشق وارو خمار شايد قيامت ڏينهن ختم ٿئي.

## تن ۾ تات تنهنجي

جنهن سال محمد خوارزم بادشاهه چين جي علائقي ”ختا“ وارن سان صلح ڪيو هو، انِ سال سفر ڪندي آئون ڪا شغر جي جامع مسجد ۾ اچي پهتس. اتي هڪڙو طالب العلم پڙهي رهيو هو، جيڪو مهانڊي جو موچارو ڏاڍو خوبصورت هو. آئون به گهڻا ملڪ گهميو هوس، پر ان نينگر جهڙو سهڻو ڇوڪر مون ڪٿي نه ڏٺو هو. ان ڇوڪر جي هٿ ۾ علامه زمخشريءَ جو ڪتاب مقدمة النحو هو. سبق پڪو پئي ڪيائين: ضَرَبَ زَيد عَمَرًوا (زيد عمرو کي ماريو) فعل متعدي آهي. چيومانس: اي ٻچا خوارزم ۽ ختا وارا پاڻ ۾ ٺهي ويا، پرزيد ۽ عمرو جو جهيڙو اڃا نٿو ختم ٿئي؟ اهو ٻڌي نينگر کلي ڏنو. چيائين: سائين! توهان ڪٿي وينا آهيو؟ چيم: شيراز ۾. مون کي چيائين ته: شيخ سعديءَ جا ڪي ٻول ياد اٿئي ته ٻڌائينم! مون هڪ عربي شعر پڙهيو. اهو شعر ڪو عربي گرامر جو ڇاڻو سمجهي سگهي ها. مون کي نينگر چيو ته: سائين! اسان وٽ فارسي ٻولي ڳالهائي ٿي وڃي. مون جهڙي طالب العلم کي عربي ايتري نٿي اچي. جيڪڏهن فارسيءَ ۾ ٻول ٻڌايو ته

شايد آئون سمجهي وڃان. هاڻي مون فارسي بيت پڙهيو، جنهن جو مطلب هي هو:

اي پٽڙا! آئون تنهنجي ڏسڻ ۾ محو آهيان، تون وري نحو ويٺو ياد ڪرين. اسان جا عقل توکي ڏسي خطا ٿي ويا آهن، تون زيد عمرو جا جهڳڙا ويٺو ڳائين.

هڪ ڏينهن صبح جو جڏهن اسان سفر جي تياري پئي ڪئي، تڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ان ڇوڪر کي منهنجي باري ۾ ٻڌايو ته: سعدي اهو اٿئي. هو ويچارو ڊوڙندو مون وٽ آيو. افسوس پئي ڪيائين ۽ نهايت نماڻائيءَ سان چئي رهيو هو ته: هيترو وقت توهان اسان جي مدرسي ۾ رهيا. مون سان ڳالهه نه پئي ڪيوَ ته: آئون سعدي آهيان، ته آئون توهان بزرگن جي خدمت ڪريان ۽ ڪجهه پرايان ها. مون چيومانس: اي پٽ! تنهنجي هوندي آئون ڪيئن چوان ته آئون به آهيان. توکي ڏسي مون کان پنهنجو پاڻ به وسري ويو.

چيائين: دل چاهي ٿي ته اجا ٻه چار ڏينهن هت رهي پئو! ته توهان جي ڪچهرين مان ڪجهه پرايان.

چيم: هاڻي ائين نه ٿي سگهندو. ٻڌو نه اٿئي ته: هڪڙو پلارو بزرگ، دنيا کان پاسائتو جبل جي پاسي ۾ ڪنهن غار ۾ رهندو هو. ان کي چيائون ته: هن اڪيلائپ ۽ تڪليف واري زندگيءَ کان نڪري شهر ۾ چو نه ٿا اچي رهو؟ هن وراڻيو ته:شهر ۾ ڪيئي خوبصورت ماڻهو پيا ڦرن، پوءِ جتي گپ گهڻي هوندي، اتي هاٿي به ترڪي پوندو.

ائين چئي هن ڇوڪرڙي کي پٽڙن وانگر پيار ڪيم ۽ ڪانئس موڪلايم. دل ۾ چيم پئي ته موڪلائڻ مهل هن نينگر سان پيار ڪرڻ ڪهڙي ڪم جو؟ جڏهن هو مون لاءِ نرم دل هو ته آئون موڪلائي رهيو هوس. جيئن ڪنهن صوف جو منهن ڳاڙهو ٿيندو آهي، منجهس سونهن سرس ٿيندي آهي، ته ان وقت سنگت کان موڪلائي، وڻ مان ڇڇي هيٺ اچي ڪرندو آهي.

## نه لائجي نه سور پرائجي

هڪڙو درويش اسان جي قافلي سان گڏ هو. حج تي ويندي، هو سفر جو ساٿي ٿيو هو. ان کي ڪنهن عرب امير هڪ سؤ دينار ڏنا هئا

تہ وچي منئي ۾ قرباني ڪجانءِ! واٽ تي ڌاڙيلن جي هڪ ٽولي قافلي تي حملو ڪيو. سين ساٿين کي ڦري لٽي راهي ٿيا. ماڻهو ڏاڍو رنا رڙيا، پر سڀ بي فائدي. ڀلا ڌاڙيلن کي ڪنهن جي روئڻ تي رحم ڪيئن اچي؟ انڌي اڳيان روئڻ اکين جو زيان.

مگر هو درويش بي پرواهہ بي فڪر ويٺو هو. سندس منهن ۾ ڪا مونجهہ ئي نہ هئي. چيومانس تہ: معلوم ٿئي ٿو تہ توکان ڪجهہ بہ نہ ڦريو اٿن؟ هن وراڻيو: مون کان بہ سڀ ڪجهہ ڦريو اٿن، پر ان دولت سان منهنجي دل جو لڳاءُ نہ هو. ان ڪري اڳ ۾ هئي تہ ڇا ۽ جيڪڏهن هينئر ناهي تہ ڇا؟ مون کي ڪو فڪر ناهي. ڪنهن سان دل ئي نہ لائجي تہ جدائيءَ جا سور ئي نہ سهجن.

مون چيو: اي درويش! ڳالهہ لک جي ڪئي اٿئي. مون سان بہ ائين ئي ٿيو. جوانيءَ ۾ هڪڙي دوست سان دل اڙي وئي. ان کان سواءِ مون کي قرار ئي نہ ايندو هو. منهنجي نظر ۾ ان جهڙو ڪو ماڻهو ئي نہ هو. اوچتو اهو دوست وفات ڪري ويو، وچي مٽيءَ جو مهمان ٿيو. ان جي فراق مون کي ڦٽي وڌو. ڪافي ڏينهن تہ ان جي قبر تي وڃي ويهندو هوس ۽ هينئن پيو چوندو هوس تہ: ڪاش! هن جي مرڻ سان موت مون کي بہ ماري ها، جيئن جانب جي جدائيءَ جا ڏک نہ ڏسان ها.

ان جگري دوست جي جدائيءَ کان پوءِ پڪو ارادو ڪيو اٿم تہ: سڄي زندگي ڪنهن سان لئون نہ لائبو. محبت ۾ مزو گهڻو آهي، پر جدائيءَ جا ڏجها بہ ڏکيا آهن.

## ليليٰ جي سونهن

عربستان جي بادشاهہ کي ماڻهن ليليٰ مجنون جي عشق جا احوال ٻڌايا. چيائونس تہ: مجنون نهايت قابل ماڻهو ۽ وڏو شاعر آهي، پر ليليٰ جي عشق ۾ اهڙو اڙجي ويو آهي، جو هاڻي وتي ٿو بيابانن ۾ ڦرندو، جهنگل جهاڳيندو. بادشاهہ حڪم ڏنو تہ: مجنونءَ کي هت حاضر ڪيو وڃي.

بادشاهہ مجنونءَ کي ملامت ڪرڻ لڳو تہ: توکي انسانن ۾ ڪهڙي اوڻائي نظر آئي، جو ماڻهن کي ڇڏي وڃي جانورن سان مليو

آهين؟ مجنونءَ روئي ڏنو ۽ چيائين:مون کي اڳ ۾ بہ ڪيترن دوستن اهڙي ملامت ڪئي آهي، پر افسوس جو انهن ڪڏهن ليليٰ جو ديدار نہ ڪيو آهي. نہ تہ مونکي جيڪر مجبور سمجهن ها.

منهنجو حال بہ زليخا وارو آهي، جو ساهيڙين ان کي يوسف عليہ السلام جي عشق بابت ملامتون پئي ڪيون، پر جڏهن پاڻ يوسف عليہ السلام کي ڏٺائون، تڏهن پاڻ پلي نہ سگهيون ۽ هٿ وڍي ويٺيون، پوءِ زليخا چئي رهي هئي: هيءُ اهو دلبر آهي، جنهن بابت مون کي ميارون ڏينديون آهيو.

مجنونءَ جا اهڙا اکر ٻڌي، بادشاهہ کي شوق ٿيو تہ ليليٰ جي سونهن ڏسان، جنهن تي مجنون مست ٿيو آهي. بادشاهي حڪم جي دير هئي. ليليٰ کي حاضر ڪيو ويو. جڏهن بادشاهہ ليليٰ کي ڏٺو، تڏهن ان کي ڪجهہ بہ نہ سمجهيائين. ڇو تہ هن جي درٻار ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻانهيون بہ ليليٰ کان موچاريون هيون. بادشاهہ جي نظرن کي مجنون پرکي ويو ۽ چوڻ لڳو: سائين! ليليٰ جي حسن کي منهنجي اکين سان ڏسڻ گهرجيءَ، تڏهن هن جو حسن نکري نروار ٿيندو. پر ان ڏسڻ ۾ دل جو بہ دخل آهي. جيسين مون واري دل نہ هوندي، تيسين اندر جو حال سمجهي بہ نہ سگهبو.

## هڪ قاضيءَ جو عشق

همدان شهر جي هڪڙي قاضي صاحب جي ڳالهہ ڪندا آهن تہ، اهو هڪڙي چمار جي پٽ تي عاشق ٿي پيو. سڄو ڏينهن ان ڇوري جي تات ۽ وائي وات هوندي هئس، مطلب تہ عشق جي انڌ ۾ اکيون ئي پورجي ويون هئس.

چون ٿا تہ: ڪنهن ماڻهوءَ ان ڇوڪر کي قاضيءَ جي عشق جي ڳالهہ اچي ٻڌائي. پوءِ تہ ڇوڪرو اچي ڪاوڙيو. قاضيءَ کي روبرو ڪچيون گاريون پئي ڏنائين، پٿر ڪٽي قاضيءَ کي پئي هنيائين. مطلب تہ ڏاڍي بي عزتي ڪيائينس. قاضي صاحب سڀ ڪجهہ سهي رهيو هو. ساڻس گڏ هڪ عالم سڳورو بہ هو. قاضي صاحب ڏندڙا نيڙي ان کي چئي رهيو هو:

ڏسين ٿو پياري جا نخرا؟ ان جو منهن ۾ سونهن وجهڻ، من کي موهي ٿو رکي. هن جون ڳاڙهيون ڳلاب ٿيون لڳن. ڪبي جي ڳلن سان گستاخي ته خار پيي سهبا. ان پياري جو وڙهڻ به مون کي ماکيءَ کان مٺو ٿو لڳي. آئون سمجهان ٿو ته اهو ڇوڪرو دلير ۽ بي ڊپو ۽ بهادر به آهي، جو ڪنهن کان ڪونه ٿو ڊڄي. پر انگور اڃا ڪچا آهن، تڏهن ڪٿا آهن. جڏهن پچي تيار ٿيا، پوءِ سائين ڪيا بات! پوءِ مزا ئي مزا. مطلب ته قاضي اهڙي بيهودي بڪواس ڪندي، اچي قضا جي ڪرسيءَ تي ويٺو.

ڪورٽ ۾ ڪي ننڍا قاضي به موجود هئا. انهن مٿيون لقاءُ ڏٺو پئي، تن وڏي قاضي صاحب کي باادب عرض ڪيو ته: سائين! توهان اسان جا وڏا ۽ بزرگ آهيو. اسان کي ڪُڇڻ ته نه گهرجي، پر توهان اسان جا استاد آهيو ۽ توهان جا احسان اسان تي اڻميا آهن.. ڪنهن اوڻائيءَ کان سائين جن کي آگاهه نه ڪرڻ به خيانت ۾ شمار آهي. ان ڪري مجبوراً ڪڇڻو پوي ٿو. اسان جو عرض هي آهي ته: توهان جيڪو ان ڇوڪري سان عشق رکيوآهي، اهو توهان جي شان ۽ مرتبي جي خلاف آهي، ان کي ڪٿي ڪڏ ۾ هڻو. دشمن الائي ڇا جو ڇا چوندا ٿا وتن. توهان پنهنجي عزت جو پاڻ خيال نه ڪندؤ ته ٻيو ڪير ڪندو؟ هيترو عرصو عمر جو جنهن آبروءَ سان گذريو اٿوَ، ان کي آڪي باقيءَ تي تباهه نه ڪيو.

قاضي صاحب کي دوستن جي نصيحت پسند آئي ۽ انهن کي سندن سڄڻائپ تي شاباس ڏئي چيائين: توهان بلڪل درست ٿا چئو، پر ملامتن سان محبت ختم ٿيڻ ائين مشڪل آهي، جيئن شيديءَ جي ڪاراڻ کي وهنجارڻ سان مٽائڻ. هيئن ڪٿي سمجهو ته آئون مٿي چٽيل نانگ وانگر آهيان،جو ڇري پري ئي نٿو سگهان.

پوءِ ته قاضي صاحب کي چاڙتا چڙيا، جيئن ڇوري کي وچي ڏتارين ۽ پئسا جام پئي خرچ ڪيائين. چوندا آهن ته پئسي سان نه ٿيڻ جهڙا ڪم به ٿيو پون. پئسا ڦينڪ، تماشا ديک.

مطلب ته ڪم ٿي ويو. هڪ راتڙ اهو ڇورو قاضي صاحب کي

اڪيلائپ ۾ ملي ويو، پوءِ تہ شرابن ڪبابن جو انتظام ڪٽي ڪيائين ڏاڍا نشا پتا ڪري وچي عيش ۾ ويٺو، تان تہ اسر ٿيو، بانگون آيون ۽ هيءَ ان مهل چئي رهيو هو: بانگو بہ ڪو واندو آهي جو ساجهر ئي بانگ ڪٽي ڏني اٿس. اسان عاشقن جي عيش ۾ هي بيوقوف بانگو رخنو ٿو وجهي. ڪملي بانگ ڏئي،ساجهر ئي صبح ڪي ٿو آڻي.

چون ٿا تہ: قاضي اهڙي بري حال ۾ مست هو، تہ وٽس هڪڙو نوڪر ڊوڙندو اچي پهتو، چيائينس تہ: جنابا! جان بچائڻي اٿئي تہ، مهل سان ڪيڏانهن ڀڄي وڃ. توهان جي دشمن وڏو ممڻ مچايو آهي. اچا وقت اٿوَ، متان پوءِ پڇتايو. پر قاضي صاحب جي هوش حواس تي انڌ چڙهي چڪو هو. ان ٻڍو اڻ ٻڍو ڪري مرڪي، نوڪر ڏانهن نهاريو ۽ چيائينس:

شينهن کي جيڪڏهن شڪار چنبن ۾ هجي، تہ اهو گدڙن کي ڏسي، شڪار کي ڇڏي ڪونہ ڏيندو، اسان عاشقن جو منهن معشوق ڏانهن آهي، دشمن ڀلي پيا ڀونڪن.

وقت جي بادشاهہ کي اطلاع اڳ ۾ ئي ملي چڪو هو، تہ توهان جي ملڪ ۾ هھڙا ڪذا ڪم پيا ٿين، جهڙو تهڙو ماڻهو بہ نہ. عدالت عاليہ جو وڏو قاضي صاحب! هن طرح پيو هلي. بادشاهہ سلامت وراڻيو تہ: جيتري قدر مون کي خبر آهي،تہ اهو قاضي صاحب موجوده دور جو وڏو ماهر ۽ داناءُ ماڻهو آهي. متان سندس دشمن مٿس ڪوڙا بهتان مڙهيا هجن. ان معاملي جي آئون پنهنجي سر پاڻ جاچ ڪندس. تڪڙ ۾ ڪو قدم نہ کڻبو.

چون ٿا تہ: بادشاهہ ڪجهہ ماڻهو ساڻ ڪري،ان رات اسر جو اچي قاضي صاحب جي بنگلي تي پهتو. صبح سان ساجهر ئي بادشاهہ اکئين اچي ڏٺو،تہ ڇورو قاضيءَ جي ڪڇ ۾ آهي، شراب موجود آهي. قاضي صاحب نشي ۾ الوٽ آهي. بادشاهہ وڃي قاضي صاحب جي پاںهن کي لوڏي،ڪيس اٿارڻ جي ڪوشش ڪئي. چيائينس تہ: هاڻي اٿ، سج ابري چڪو آهي.

هاڻي وڃي قاضيءَ کي ڪجهہ هوش آيو. پڇيائين. سج ڪهڙي پاسي کان ابريوآهي؟ بادشاهہ چيس تہ:اوبر کان ابريو آهي. قاضيءَ

چيو: شڪر الحمدلله جو اجا توبهہ جا دروازا کليل آهن. جيئن حضور ﷺ جي هڪ حديث ۾ آهي تہ: توبهہ جا دروازا تيسين بند نہ ٿيندا، جيسين سج اولهہ کان نہ اڀرندو- اي رب! مون کي معاف ڪجانءِ. قاضي چوڻ لڳو: مون کي ٻن شين گنهگار بنايو. هڪ بخت ڦٽو، ٻيو عقل گهٽيو. هاڻي آئون سزا جي لائق آهيان، پر جيڪڏهن معافي ملندي تہ احسانمند رهندس، اڳتي اشراف ٿي رهندس.

بادشاهہ فرمايو: هاڻي تو توبهہ ڪرين، جڏهن هن حال ۾ پڪڙيو آهين؟ قرآن شريف ۾ آهي:

فَلَمۡ يَكُ يَنفَعُهُمۡ اِيمَانُهُمۡ لَمَّارَاَوۡاباَسۡنَا

جيڪي عذاب ڏسي ايمان آڻيندا،تن کي سندن ايمان ڪو نفعو نہ ڏيندو.

جنهن جاءِ تي چور پهچي نہ سگهي، تہ اتي چوريءَ کان توبهہ ڪرڻ مان ڇا فائدو؟ ۽ جنهن جو قد ننڍو هجي ۽ وڻ ۾ پڪل انب کي پهچي نہ سگهي، پوءِ چوي: ٿو کٽا. تہ ان مان ڇا فائدو؟ پوءِ تہ بادشاهہ حڪم صادر ڪيو تہ: قاضيءَ کي قيد ڪيو وڃي.

اتي قاضي صاحب چيو: هڪڙو عرض اجا ڪرڻو اٿم. بادشاهہ وراڻيو: چئو ڇا ٿو چوين؟

قاضي صاحب چيو: توهان جي ڪاوڙ مون تي بجا آهي، پر آئون توهان جي آڏو رحم جي جهولي جهليو رهندس. جيڪڏهن منهنجي گناهن سبب منهنجو بچڻ محال آهي، تہ توهان جي ڪرم مان آئون نااميد اصل نہ ٿيندس.

بادشاهہ وراڻيو: توکي جيڪو وٽي سو پيو چئُ، تنهنجي ان قسم جي مٺڙن ٻولن جي ڪري بچاءُ ملي نٿو سگهي. دل ٿي چاهي تہ: توکي چو ڪنيو ٻڌي،قلعي جي برجيءَ تان هيٺ ڪيرايو وڃي، جيئن ٻيا ماڻهو بہ سبق پرائين.

قاضي صاحب وڏو قابل ماڻهو هو. ان چيو تہ: سائين! جهان ۾ يا هن ملڪ ۾ رڳو آءٌ ڏوهاري ڪونہ آهيان، ٻيا بہ هوندا. ڪنهن ٻئي کي ٿي اهڙي سزا ڪٽي ڏيو، تہ آءٌ سبق پرايان. اهو ٻڌي بادشاهہ کلي ڏنو ۽

قاضيءَ کي معافي ڏئي ڇڏيائين. انهن ماڻهن ڏي نهاريائين، جيڪي هن جي سزا جو انتظار ڪري رهيا هئا. چيائين ته: پنهنجي عيبن هوندي ٻين جي عيبن جي پٺيان پوڻ درست نه آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي ته جيڪو انسان ڪنهن جي هڪ عيب کي ڍڪيندو، ته آخرت ۾ الله ان جي ستر عيبن کي ڍڪيندو.

## جان وڃي جانب بچي

ڳالهه ٿا ڪن ته: هڪڙي خوب سيرت ۽ خوبصورت نوجوان جي ڪنهن سان گهاٽي ياري ٿي وئي. هڪ دفعي اهڙو اتفاق ٿيو، جو ڪنهن ٻڌنڊڙ ٻيڙيءَ مان ڪري، ٻئي دوست هڪ ڪُنَ ۾ وڃي پيا. هڪڙي ملاح هنن کي باسلامت ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي، جڏهن هڪڙي جي ٻانهن ۾ هٿ وجهي ٻاهر ڪڍڻ جي ڪيائين، تڏهن ان چيو ته: مون کي ڇڏي، منهنجي هن دوست کي اول ٻاهر ڪڍ! متان هو مري پوي.

اهڙي مصيبت جنهن ۾ موت مٿان ڦري رهيو هجي، اهڙي وقت ۾ دوستيءَ کي نباهڻ ۽ سنگت کي ياد ڪرڻ، ڪن جو ڪم آهي.

ليليٰ ۽ مجنون قبر مان اٿي اچن ته، جيڪر ان قصي مان سچي محبت جو اهي به سبق پرائين.



باب ڇهون

# پيريءَ ڪمزوريءَ بابت

## اڏوريون اميدون

دمشق جي جامع مسجد ۾ عالمن سڳورن جي ڪچهريءَ ۾ ويٺو هوس، گهڙي گذري ته، اتي هڪڙو نوجوان آيو. چوڻ لڳو ته: هت ڪو پارسي ٻوليءَ جو ڄاڻو آهي؟ سڀني مون ڏي هٿ ڪنيو. مون پڇيو: خير ته آهي؟ چيائين ته هڪڙو ڏيڍ سؤ سالن جو پوڙهو، سڪرات ۾ آهي. ڪجهه چوي پيو ٿو، پر جيئن ته سندس ٻولي عربي ناهي، ان ڪري ڪجهه سمجهه ۾ نٿو اچي. توهان هلي ٻڌو ته ڇا ٿو چوي؟ متان ڪا وصيت ڪندو هجي؟ آئون اٿيس، پوڙهي جي مٿن ڪان آيس. هو فارسيءَ ۾ ڪجهه ڳالهائي رهيو هو، جنهن جو مطلب هيءَ هو:

ڪيئي دل جون مرادون آهن، جيڪي پوريون نه ٿيون. آهن ته متان موت اچي پهتو آهي. عمر جي خونچي مان ٻه ٽي گرهه مس ڪنيم، ته چيائون: هاڻ هلي پوُ! سڪرات واري پوڙهي جي انهن لفظن جو عربي ترجمو ڪري، شام ملڪ جي رهاڪو عربن کي ٻڌايم. ماڻهو عجب ۾ پيا ته، هيڏي حياتي دنيا ۾ گذاريائين، ته به حياتيءَ جي فڪر ۾ آهي!

مون پوڙهي ڪان پڇيو: موت کي ڪيئن ٿو پائين؟ چيائين: ڏٺو نه اٿئي ته وات مان هڪڙو ڏند ڪڍندا آهن ته ڪيترو سور ٿيندو آهي؟ هاڻي سمجهي وچ ته، هن پياري جسم مان پياري ساهه جو نڪرڻ ڪيڏو ڏکيو هوندو؟

چيومانس ته: دل تان موت جو خيال لاهي ڇڏ! اجايا وهم نه ولوڙ! سست نه ٿيءُ، همت نه هار! سياڻا چوندا آهن ته: تندرستي

ڪيڏي بہ سٺي هجي، پر حياتيءَ تي ڀروسو رکڻ نہ گهرجي ۽ مرض ڪيڏو بہ مهلڪ هجي، پر حياتيءَ مان اميد نہ لاهجي. جيڪڏهن تنهنجي مرضي هجي تہ ڪنهن طبيب کي گهرائي وٺون، مَنَ ڪو علاج ڪري ۽ تنهنجي جان بچي پوي. اهو ٻڌي پوڙهي اکيون کوليون ۽ مرڪي چيائين:

ڪيڏو بہ هوشيار حڪيم هجي ۽ سندس دوست موت جي بستري تي هجي، تہ هو ڇا ڪري سگهندو؟ حسرت جا هٿ مليندو، ٻيو ڇا ڪندو؟ گهر جي بنياد کي ڪلر کائي ويو ۽ گهر ڏٽيءَ جو زور آهي تہ اڱڻ تي گلڪاريءَ جو ڪم ڪرايان. منهنجي هن عمر ۾ جڏهن طبيعت صفا بگڙي چڪي آهي، تڏهن دعا ۽ دوا ڪهڙو اثر ڏيکاريندا.

## ٻيريءَ ۾ شادي

هڪڙي ڪمزور ۽ جهور ڪراڙي جي ڳالهہ ڪندا آهن تہ: هن نئين نندي جوان ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي. پوءِ تہ پنهنجي گهر ۽ ڪمري کي گلن سان ڪٿي سينگاريائين. اگربتيون ٻاري چوطرف خوشبوءِ ڪيائين. گهڙيءَ گهڙيءَ پنهنجي ڪنوار کي پٽي ڏنائين ۽ سڄيون سڄيون راتيون، زال کي نقلن نظيرن ٻڌائڻ ۽ ڪچهرين ڪرڻ ۾ گذارڻ لڳو. جيئن هوءَ اڀاڻڪائي محسوس نہ ڪري. زال کي هيئن پيو چوندو هو تہ: تنهنجا ڀاڳ ڀلا ٿيا ۽ بخت بلند ٿيو، جو مون جهڙو تجربيڪار، ڳنڍل ڀيئل، هوندي سوندي وارو مڙس مليو اٿئي. آئون مٺڙيون ٻوليون، لطيفا ۽ حڪمت جا نڪتا ٻڌائي، تنهنجي دل پيو وندرايان. پياري! تون ڪاوڙجي پوندينءَ،تہ بہ آئون نہ ڪاوڙبس. توکي ڏکيو ڏينهن ڏسڻ نہ ڏيندس.

شڪر ڪر جو ڪنهن اڙٻنگ اڀري، جوشيلي جوان سان لائون نہ لڌئي. ڇو تہ اهڙوڪا نوجوان هٺيلا، مغرور ۽ ٽوٽ آهن. روز روز نيون دوستيون ،پيا مٽائين ۽ ملهائين. هَوَس جا پوڄاري، نفس پرست آهن. انهن مان وفاداريءَ جي ڪهڙي اميد رکي سگهجي ٿي؟ هنن جي عادت آهي تہ هڪ گل کي سنگهي، گهڙيءَ ڪان پوءِ اهو اڇلائي، ٻيو هٿ

ڪندا ۽ اسان جهڙا پوڙها عقل ۾ اڪابر، زندگيءَ گذارڻ جي ادبن ڪان آگاهه آهن. جوان اهڙن ادبن ڪان بلڪل ڪورا ۽ اڻ واقف آهن.

پوڙهي جو چوڻ آهي تہ: هڪ رات اهڙيون ڳالهيون زال کي پئي ٻڌايم ۽ دل ۾ سمجهيم تہ هاڻي هيءَ زال منهنجي قرب ۾ قيد ٿي وئي هوندي، هن جي دل نرم پئي هوندي. پر ائين نہ ٿيو. گهڻي خاموشيءَ کان پوءِ ٿڌو ساهہ کڻي چوڻ لڳي: هيءَ جيڪا تو چٽي ڪوريءَ واري ڏيکهہ ڪئي، اها منهن جي عقل ۾ نہ آئي. اها منهنجي سمجهہ کان مٿي آهي، چو تہ اسانجي قبيلي ۾ چوڻي مشهور آهي تہ: جوان جماڻ زال لاءِ پوڙهي مڙس کان پاسي ۾ تير کپي تہ چڱو آهي.

ڳالهہ کي ٿيو ڪتاڻو. هيءُ پوڙهو اٿندو ئي لٽ جي ٽيڪ سان هو، سو جوان زال لاءِ کهڙو ٿي سهارو ٿي سگهيو. نيٺ گهر ۾ ڪلڪل ۽ جهيڙو جهٽو شروع ٿي ويو. ڳالهہ وڃي طلاق تائين پهتي. مائيءَ جي عدت پوري ٿي تہ ان جو رشتو ٻئي هنڌ ٿي ويو. اهڙو مڙس مليس، جيڪو جوان مرد ۽ تيز طبع هو. ان سان گڏ ترڙ سچو بہ هو. روزانہ زال کي مارڪٽ بہ پيو ڪندو هو. اٿندي ويهندي ڪيس گاريون پيو ڏيندو هو.

ان هوندي بہ هيءَ مائي ساهيڙين کي پئي چوندي هئي تہ: الله جا اٿميا احسان، جو هن مصيبت مان نڪري،سک جو ساهہ کنيو اٿم.

سياڻا چوندا آهن تہ: سونهن سوپيا، ريشمي ڪپڙا، رنگ روغن، تيل ڦليل، اهي ڪم زناڻا. مرد جا هڏا مضبوط هجن ۽ بس. جوان مرد سان زال ڏک سک ۾ گذارڻ لاءِ خوش هوندي ۽ ڪمزور پوڙهي سان بهشت ۾ رهندي بہ نہ ريجهندي. دل گهرئي ماڻهوءَ جي وات ۾ بصر جي بوءِ بہ پلي ۽ اڻ وڻيل جي هٿ کان سهڻو گل ملي، تہ بہ نہ وڻندو.

## سڪاڻن باسڻ سان مليل پٽ

ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪڙي پيرسن وٽ مهمان ٿيس. ان وٽ الله جو ڏنو سيڪجهہ هو. اٿمئي دولت هئس. هڪڙو سهڻو سيتو پٽ هئس. پوڙهي ٻڌايو پئي تہ: مون کي سڄي عمر ۾ هن هڪڙي پٽڙي کان سواءِ ڪو اولاد نہ ٿيو. هت پرسان هڪ پلارو وڻ آهي، اتي راڄ ڊرندا آهن،

اتي ماڻهو سکائون آڻيندا آهن، مطلب ۽ مرادون گهرندا آهن ۽ باسون باسيندا آهن. مون به راتين جون راتيون ان وڻ وٽ وڃي خدا کي ٻاڏايو تڏهن هيءُ سکيلڌو پٽ مليو اٿم.

هيڏانهن پوڙهو مون سان اهي احوال ڪري رهيو هو، هوڏانهن پٽ پنهنجن هڪ جيڏن سان ڪچهري ڪندي، دوستن کي آهستي آهستي چئي رهيو هو: اهو وڻ الائي ڪٿي آهي؟ ته آئون به اتي وڃي باس باسيان ۽ روئي دعا گهران ته: هيءُ پوڙهو پيءُ مري.

پيءُ دل ۾ خوش آهي ته: سياڻو پٽ عطا ٿيو آهي ۽ پٽ چوي ٿو ته:هيءُ پوڙهو صفا چريو چٽ آهي.

سياڻن چيو آهي ته:سالن جا سال گذري ويا،ته تو پيءُ جي قبر ڪانه ڏٺي، ان لاءِ خير جي دعا نه گهريئي. هاڻي تون پنهنجي اولاد مان چڱائي جي ڪهڙي اميد رکندين؟

## اوکو پنڌ پهاڙ جو

منهنجي جوانيءَ جو زمانو هو. هڪ دفعي سفر ڪندي ڪنهن منزل تي ڏاڍو تکو هليس، شام جو ٿڪ ۾ چور ٿي، ڪنهن پهاڙ جي پاڙ ۾ ساڻو ٿي سمهي رهيس. پٺيان هڪ پير مرد پئي آيو. ان مون کي ڏسي چيو: هيءَ به ڪا سمهڻ جي جاءِ آهي؟ مون چيو: ڇا ڪريان؟ جان ۾ هلڻ جي طاقت ناهي. مون کي چيائين: چريا! سياڻا چوندا آهن ته: آهستي ۽ ساهي پٽيندي هلڻ، ڊوڙي ڊوڙي ٿڪجي پوڻ کان بهتر آهي. سياڻو ماڻهو سفر ائين ئي ڪندو آهي. ڏٺو اٿئون ته گهوڙو تيز ڊوڙندو آهي ۽ اٺ آهستي هلندو آهي، پر ڊگهو سفر، اٺ ئي طئه ڪري سگهندو آهي.

## ٻار ٿيا ٻاراڻپ وئي

هڪڙو هو نوجوان، ڏاڍو ڪلڻو ملڻو ۽ ڪجهه چرچائي به هو. ان ڪري هن جو ڳالهائڻ ڪيترن کي خوش ڪندو هو. اهو اسان جي ڪچهرين ۾ ايندو ويندو هو. ڪچهريءَ جو مور ڪٿي ڇنجيس ته غلط نه ٿيندو. هن جي چپن تان مرڪ ۽ کل ڪتندي ئي ڪانه هئي. هن جي

منهن ۾ مونجهه ۾ ڳڻتي ته ڪنهن ڏني ئي ڪانه هئي. ڪجهه عرصو ان سان ملڻ ڪونه ٿيو. گهڻي وقت کان پوءِ مليو، پر هاڻي هو ٻچڙيوال ٿي چڪو هو. اولاد گهڻو ٿي ٿيو هوس. هن جون خوشيون ختم ٿي چڪيون هيون. ڪل ئي ٻيهي وئي هيس. منهن مان سندس پريشانيون ظاهر هيون. مون پڇيومانس: ڪهڙا حال اٿئي؟ پوڳ ٻه ڪونه ٿو ٻڌائين؟ چيائين: جڏهن کان ٻار ٿيا آهن، ٻارائپ ڇڏي ڏني اٿم.

جڏهن مٿي ۾ اڇا پئجي ٿا وڃن، تڏهن ماڻهو سبق سکي ٿو وڃي. پوءِ مناسب آهي ته ٻارائپ واريون ٻوليون نه ڪجن. اڇا پيا ته ماڻهو پوڙهن جي قطار ۾ شامل ٿي ويو. هاڻي ان مان ٻارائپ جي ڪهڙي اميد رکبي. جڏهن پوڪ پچي تيار ٿي، تڏهن ان جي سائي ٿيڻ جي ڪا اميد ناهي، تيئن وقت ويل، عمر گذريل وري واپس نه ايندا.

ڪنهن پوڙهي مائيءَ، وارن کي ڪارو رنگ ڪيو. مون چيومانس ته: ڏاڏي! وارن کي ڪٽي رنگ سان ڪارو ڪيئي، پر پنهنجي ڇپيءَ چيلهه کي سڌو ڪيئن ڪندينءَ؟

## ويچاري پوڙهي ماءُ

هڪ دفعي جوانيءَ جي انڌ سبب ڪراڙيءَ ماءُ کي ڳالهوَ ۾ دڙڪا دهمان ڏنم. هوءَ ويچاري گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي روئڻ لڳي. چئي رهي هئي: اي پٽڙا! توکان شايد ننڍپڻ وسري وئي. تڏهن مون سان ايترو شوخ ٿو ڳالهائين.

چون ٿا ته: هڪڙي پوڙهي مائيءَ پنهنجي پهلوان پٽ کي چيو پئي: ابا! جيڪڏهن توکي اهي ڏينهن ياد هجن ها، جڏهن تون ننڍڙو هئين، منهنجي هنج ۾ بيوس پيو هوندو هئين. ته اڄ مون تي ظلم نه ڪرين ها. اڄ تون شينهن مڙس آهين ۽ آئون ڪمزور ڪراڙي، تڏهن تو ڏاڍ ڏيکارين.

## سو نفلن کان صدقو بهتر آهي

ڳالهه ٿا ڪن ته: هڪڙو شاهوڪار ماڻهو هو، پر ڏاڍو موذي هو. ان جو پٽ بيمار ٿي پيو. سڄڻن صلاح ڏنس ته: قرآن شريف جو

ختمو ڪيو! يا کو ڏور قربان ڪر. جيئن ٻچو چاڪ ٿئي. ڪجھ وقت سوچ ۾ پئجي ويو. پوءِ چيائين بهتر آهي تہ قرآن شريف جو ختمو پڙهان. ڇو تہ منهنجو مال هتان ڪان ڪجھ پريرو آهي. ڪنهن بزرگ جڏهن اها ڳالهہ ٻڌي،تڏهن چيائين: قرآن شريف جي ختمي کي هن ڪري پسند ڪيائين، جو اهو ڪم رڳو مفت جي زبان هلائڻ سان ٿي پوندو ۽ مال ملڪيت جي جاءِ هن جي دل ۾ آهي. ان ڪري خرچ ڪندو تہ دل سست ٿيندس. حالانڪہ اهڙي موذيءَ لاءِ سؤ نفلن ۽ سؤ ختمن پڙهڻ ڪان، الله جي راهہ ۾ صدقو ڪيڻ ئي بهتر آهي.

## جواني وئي زندگاني وئي

ڪنهن پوڙهي کان پڇيائون تہ: شادي ڇو نہ ٿو ڪرين؟ چيائين: پوڙهي مائيءَ لاءِ منهنجي دل نٿي چوي،تہ پوءِ جوان عورت جي مون ڏانهن دل ڪيئن ورندي؟ ستر سالن جو پوڙهو جيڪڏهن اجا پاڻ کي جوان سمجهي،تہ ڇڻ اندو خواب ٿو لهي. ڀلي زر جو زور هجيس، پر ان سان جسم جو زور ڪٿان آڻيندو؟

## چنڊو ڪير؟

ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪڙي جهور ڪراڙي کي پيريءَ ۾ شاديءَ جو شوق جاڳيو. ڪٿان نئين نندي ڪنواري ڇوڪري پرڻيو. جيئن موتين کي دٻليءَ ۾ لڪائجي، تيئن هن بہ زال کي ماڻهن کان لڪائي رکيو هو. هن پوڙهي جا هڏا بہ پراڻا ٿي چڪا هئا. سو نوجوان زال لاءِ ڪنهن ڪم جو نہ هئو. ان ڪري زال مڙس جو جهيڙو شروع ٿيو. پوڙهو دوستن ۽ سنگت ساٿ کي چوندو وتندو هو تہ:هن چنڊيءَ زال مان ڦاسي ويس. جڏهن کان گهر ۾ پير پاتو اٿئين، تڏهن کان ڪروڌ ختم ئي نٿو ٿئي. نيٺ ڳالهہ وڃي ڪورٽ تائين پهتي.

اها ڳالهہ ٻڌي سعديءَ چيو: هن زال جو ڪو ڏوهہ ڪونهي، ڀلا جنهن مڙس جا هٿ پيا ٿا ڏڪن، اهو موتي پوئڻ ڇا ڄاڻي؟ چنڊائپ پوڙهي جي ڇٽي.

باب ستون

# تربيت جو اثر

## محنت بہ ڪنھن ماڻھوءَ تي اثر ڪندي

هڪڙو هو وزير، ان جو پٽ صفا موڳو ۽ ڪُند ذهن هو. ان کي ڪنھن قابل ۽ هوشيار ۽ محنتي استاد وٽ موڪليائين، جيئن ڪيس پڙهائي هوشيار ڪري. استاد گھڻئي مغز کپايو، پر نينگر تي ڪو اثر نہ ٿيو. نيٺ استاد تنگ اچي ٿيو. ڇوڪري کي پيءُ ڏانهن واپس موڪليائين ۽ چوائي موڪليائينس تہ: هيءُ تہ سياڻو نٿو ٿئي، ويتر مون کي ئي چريو بنائي ڇڏيو اٿس.

چوندا آهن: خراب لوهہ کي روات ڪھڙو اثر ڪندو؟ البت جنھن جو ذهن ۽ عقل ڪجهہ درست هوندو، تربيت بہ ان تي اثر ڪندي، ڪتي کي ستن سمنڊن ۾ وهنجاري صاف ڪجي، پر پاڪ ڪونہ ٿيندو. عيسيٰ عليه السلام جو گڏھ، مڪي شريف ويندو، تہ بہ موٽڻ کان پوءِ گڏھ ئي رهندو.

## هنر بادشاهہ آهي

هڪڙي داناءَ ماڻھوءَ پٽن کي نصيحت پئي ڪئي تہ: اي پيارؤ! ڪونہ ڪو هنر سکو. ڇو تہ بادشاهي توڙي دولت تي ڪو ڀروسو ڪونهي. سون چانديءَ جا سڪا مسافريءَ ۾ ويتر وبال آهن. يا تہ چور ڦري ويندا يا پاڻ کان ئي کپي ختم ٿي ويندا. البت هنر واري دولت پائيدار آهي، اها دولت سدائين ساٿ ڏئي ٿي، ڏينھون ڏينھن هنر ويندو وڌندو.

جيڪڏهن هنرمند ماڻهوءَ جا پئسا ختم ٿي وڃن يا گم ٿي وڃن، ته ان کي ڪو فڪر نه ٿيندو، ڇو ته ساڻس هنر واري دولت ساڻ آهي. جتي ويندو،اتي مان لهندو ۽ بي هنر پيو ڏڪا ٿاٻا کائيندو.

چوندا آهن ته: پاڻ حاڪم رهي ڪري، پوءِ ٻين جي حڪم هيٺ رهڻ، وڏي مصيبت آهي. نازن ۾ پليل لاءِ ڏکن جا ڏينهن گذارڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. تاريخ جي ڪتابن ۾ آهي ته: هڪ دفعي، شام ملڪ ۾ اچي گهوٽالو پيو، ماڻهو لڪي جان بچائڻ ۾ پورا هئا. ٻهراڙين مان آيل سياڻا ماڻهو، وزير ٿيڻ لاءِ بادشاهه وٽ وڃي پهتا ۽ وزيرن جا ڇريا ڪريا پٽ گهٽين ۾ رلندا ۽ پننددا رهيا. مطلب ته: عهدي يا دولت تي ڪو ڀروسو ڪونهي.

## ٻار آهي مڃ جو وار

هڪڙي قابل استاد وٽ بادشاهه جو پٽ پڙهندو هو. استاد ان شهزادي کي ٻين شاگردن کان وڌيڪ مارڪٽ ڪندو هو. ڏڪا دهمان ۽ ڇڙٻون ڏيندو هوس. هڪ دفعي نينگر پيءُ وٽ شڪايت ڪئي ۽ پٺيءَ تان ڪپڙو پري ڪري، استاد جي مار سان ٿيل ڏنا ڏيکاريا. پيءُ جڏهن پٽ جو اهو حال ڏٺو تڏهن ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ استاد کي پاڻ وٽ گهرايائين ۽ چيائيس ته: استاد سائين! رعيت جي ٻارن کي ايترو بي دردي‌ءَ سان نٿا ماريو، جيترو منهنجي پٽ کي. ان جو ڇا سبب آهي؟

استاد وراڻيو: هن ڪري جو ڪا ڳالهه سوچي ڇوڻ ۽ بااخلاق ٿي هلڻ،سيني ماڻهن لاءِ عام طرح ضروري آهي، پر بادشاهن لاءِ اهي گڻ خاص ڪري تمام ضروري آهن. ڇو ته هن جي زبان مان جا ڳالهه نڪرندي، اها ملڪ ۾ پکڙجي ويندي ۽ عام ماڻهن جي چيل ڳالهه کي اها حيثيت حاصل ناهي.

چوندا آهن ته: ڪنهن غريب مسڪين يا فقير ۾ هڪ سؤ عيب هوندا، ته ان جي دوستن کي هڪ جي به خبر نه هوندي ۽ جيڪڏهن بادشاهه سلامت ۾ ڪا هڪ خراب عادت هوندي، ته اها هڪ ولايت کان ٻئي ولايت تائين پهچي ويندي. ان ڪري بادشاهه زادي جي استاد تي لازم آهي، ته عوام جي ڇوڪرن جي بنسبت، شهزادي جي اخلاقن

سڌارڻ لاءِ گهڻو توجهه ڏئي. جيڪو ننڍي هوندي ادب اخلاق نه سکندو، وڏي هوندي ڪيئن ڪامياب ٿي سگهندو؟ ان جو مثال ظاهر آهي ته آليءَ ڪاٺيءَ کي جيئن وراءِ تيئن پئي ورندي، پر سڪل ڪاٺيءَ کي باهه جي سيڪ ڏيڻ کان سواءِ ورائي نه سگهبو. ان وانگر ٻار آهي مڇ جو وار، جيڏانهن ورائبس ته پيو ورندو، وڏو ٿيو ته پوءِ نه سڌري سگهندو.

جيڪو ٻار استاد جي مار کائي پڪو پختو نه ٿيندو، ته اهو زماني ۾ ايندڙ ڏک ڪيئن سهي سگهندو.

بادشاهه کي استاد جو سهڻو جواب ڏاڍو وڻيو ۽ استاد کي گهڻا انعام اڪرام ڏنائين. ان استاد جو مان وٽس ويتر وڌي ويو.

## استاد جي مار ٻار لاءِ سنوار

مغربي ملڪن مان ڪنهن ملڪ ۾ هڪ استاد کي ڏٺم. جنهنجي منهن ۾ سدائين سونڍ پيل. ڳالهائڻ ۾ بد ڪلامو ۽ چيڙاڪ هو. جنهن ڪنهن کي پيو چهڙون ڏيندو هو. مطلب ته طبيعت جو تمام تيز هو. جنهن جي نظر ان کي ڏسندي هئي، ته اهو دل ئي دل ۾ ايذائبو هو ۽ اهو استاد جڏهن قرآن پاڪ پڙهي واعظ ڪندو هو، ته ماڻهن جي دلين کي ويتر ڪارو ڪندو هو.

شهر جا معصوم ۽ گلن جهڙا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون، هن جي مار موچڙي ۾ پيا پيڙبا هئا. ڪنهن کي مجال نه هئي جو هن جي روبرو کلي سگهي، يا اکر ڳالهائي سگهي. ڪن شاگردن جي چانديءَ جهڙن سهڻن ڳلن تي پيو چماٽون وهائيندو هو ۽ ڪن جي نازڪ ڇنگهن تي پيو سوٽيون هڻندو هو.

چون ٿا ته ان استاد جي ڪا غلطي ماڻهن پڪڙي، سو ان کي مار ڏئي، مدرسي مان ڪڍي ڇڏيائونس.

ان کان پوءِ پڙهائيءَ لاءِ اهڙو استاد رکيائون، جيڪو نهايت پرهيزگار، نيڪ دل ۽ بردبار ماڻهو هو. ضرورت کان سواءِ اکر به نه ڳالهائيندو هو، ڪنهن کي ايذائڻ وارو اکر زبان مان ڪڍندو ئي نه هو. شاگردن کي ڇڙٻ به نه ڏيندو هو. جڏهن شاگردن تان اڳين استاد جي

دهشت ٽري وئي ۽ هن نئين استاد کي ملائڪن جهڙو مهربان سمجهيائون، تڏهن ارڏايون شروع ڪيائون. استاد جو حلم ڏسي، علم ڪان پري ٿيندا ويا. گهڻو وقت راند روند ۾ ڪچهرين ۾ پيا گذاريندا هئا ۽ وقت به وقت ڦرهين سان هڪ ٻئي جا مٿا پيا ڦاڙيندا هئا. ڀلا استاد جو ڪجهه نه چوندو، ته شاگرد گهٽين ۾ اکوٽ نه ڪيڏندا ته ٻيو ڇا ڪندا؟

اتفاق سان ٻن هفتن کن ڪان پوءِ، ان مسجد ۽ مدرسي جي پرسان لنگهيس. معلوم ٿيو ته محلي جي ماڻهن پهرئين خار باز استاد کي پرچائي، خوش ڪري، ساڳي جاءِ تي استاد مقرر ڪيو آهي. اهو ٻڌي مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. لاحول ولا قوة الا بالله پڙهيم ۽ چيم ته: هن ملائڪ صفت استاد کي ڪڍي، هن ابليس کي استاد ڇو ڪيو اٿن؟ اتي هڪڙو تجربيڪار ۽ پوڳائي پوڙهو ويٺو هو. ان منهن جا اکر ٻڌي کلي ڏنو ۽ چيائين ته:

هڪڙو هو بادشاهه. ان پنهنجو پٽ، پڙهڻ لاءِ مڪتب ۾ موڪليو. ان کي چانديءَ جي پٽي نهرائي ڏنائين. مٿان سون جي پاڻيءَ سان هي اکر لکرايائين ته: ”پيءُ جي پيار کان،استاد جي مار ڀلي آهي“.

## اهو ڪي ڪجي جو مينهن وسندي ڪم اچي

هڪڙي نيڪ بزرگ جي صاحبزادي کي، چاچن جي ورثي مان تمام گهڻي ملڪيت هٿ آئي، پوءِ ته گناهه مٿان گناهه پئي ڪيائين. اجايو دولت پئي اڏايائين، ڪو اهڙو گناهه نه هو،جيڪو هن نه ڪيو هجي ۽ ڪو اهڙو نشو نه هو، جيڪو هن نه واپرايو هجي. هڪ دفعي ان صاحبزادي کي نصيحت ڪندي چيم: اي پٽ! آپت ۽ آمدني آهي وهندڙ پاڻي وانگر. خرچ ۽ روانگي آهي، پاڻيءَ تي هلندڙ چڪيءَ وانگر. جيترو پاڻي تيز هوندو، چڪي به اوتروئي هلندي. يعني گهڻو خرچ اهو ڪري، جنهنجي ڪشادي اپت هجي. جڏهن تو وٽ آمدني آهي ڪانه، ته خرچ کي هٿاءِ، ڪجهه سنڀالي پئسا ڪپاءِ. ملاح هڪڙو گيت ڳائيندا آهن، جنهن جو هي مطلب آهي ته: جيڪڏهن جبلن تي مينهن نه وسندو، ته ندي ڇا تي وهندي؟ يعني ندي به سڪي ٺوٺ ٿي ويندي.

ڪجھ پنھنجو عقل ڏار، اجايا خرچ ڇڏ! سوڙ آھر پير ڊگھير.
ڪجھ ھوندئي تہ اوکيءَ ويل ڪم اچي سگھندئي. نہ تہ ڏاڍو پڇتائيندين.

صاحبزادو ھو عيش عشرت تي ھريل، تنھن ڪي منھن جي نصيحت سمجھ ۾ نہ آئي. ويتر مون تي اعتراض ڪندي چوڻ لڳو: اھوڪي نقد نفعي کي سياڻي جي اڌاري ڳڻتيءَ تي ڇو وڃايان. جنھن جو بخت بالا ٿيو، اھو اجايو ڏک ڇو ڏسي. اڄ جي خوشيءَ کي ڇڏي، سياڻي جي ڳڻتي کو بي عقل ڪندو.

جڏھن منھنجو ڀاڳ وريو آھي، تہ سخاوت ڇو نہ ڪريان؟ موڏائپ ڪري خوار ڇو ٿيان؟ ھينئر ڏس تہ سڄي ملڪ ۾ منھنجي سخا جي ھاڪ پئي ھلي. جنھن جو ھٿ سخاوت تي ھري ويو، تہ اھو پئسا ڳنڍ ۾ ٻڌڻ ڪيئن چاھيندو؟ جڏھن ڏٺم تہ: ھن نينگر تي منھنجي نصيحت ڪو اثر نٿي ڪري، ويتر وڃي ٿو گرم ٿيندو. تڏھن مون نصيحت ڪرڻ ڇڏي ڏني ۽ ان جي دوستيءَ کان پاسائتو رھڻ لڳس. سياڻن جو چوڻ آھي تہ: تنھنجو ڪم آھي نياپو پھچائڻ. پوءِ اڳلو مڃي چاھي نہ مڃي. جيڪا نصيحت چوٽي اٿئي، سا چئي ڏي. جيتوڻيڪ يقين ھجي تہ اڳلا ٻڌندائي ڪونہ (پوءِ ماٺ ڪري ويھہ) سگھوئي ڏسندين تہ نصيحت کي ٺڪرائيندڙ وڏائي خور، ٻہ ٽنگو ڦاٿو پيو ھوندو ۽ پڇتائيندو تہ: ھاءِ افسوس! جيڪر فلاڻي عقلمند جي نصيحت مڃان ھا. تہ ھيءَ ڏينھن ڏسڻا نہ پون ھا.

بھرحال ائين ئي ٿيو، جنھن جو مونکي خطرو ھو. ان صاحبزادي جو بچڙو حال مون پنھنجين اکين سان ڏٺو. چٿين مٿان چٿيون ھڻي، ڪپڙا ڍڪيندو ھو. ڳيي ڳيي لاءِ محتاج ھو. ان جا ھيڻا حال ڏسي، منھنجي دل پرچي آئي، پر اھڙي حال ۾ ملامت ڪري ان جا زخم تازا ڪرڻ ۽ ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ مناسب نہ ڄاتم. پوءِ دل ئي دل ۾ چيم تہ: جيڪو بي عقل اڄ نشي ۽ ننڊ ۾ آھي، سياڻي لاءِ ڪجھ نہ ٿو سوچي، اھو ان وڻ وانگر آھي، جيڪو بھار جي موسم ۾ ڇڇ سائو ھجي، پر سياري جي سرديءَ ۾ پنن جي اوڇڻ کان خالي بيٺو ھجي.

## نصيب اپنا اپنا

هڪڙي بادشاھ پنهنجو پٽ ڪنهن قابل استاد جي حوالي ڪيو ۽ چيائينس تہ: هن نينگر جي تربيت بہ ائين ڪجانءِ، جيئن پنهنجي پٽن جي تربيت ڪرين. استاد پنهنجي وس آھر سالن جا سال محنت ڪئي، پر شهزادي ڪجھ بہ نہ پرايو، هوڏانهن استاد جا پٽ عقل جا اڪابر ۽ علم جا ماهر ٿي چڪا هئا. بادشاھ ان استاد کي گهرائي ڏوراپو پئي ڏنو تہ: تو مون سان واعدو ڪيو هو، پر اهو ڪونہ پورو ڪيئي. تنهنجا پٽ ماهر بنجي ويا ۽ مون وارو سڪيلڌو اهو ئي اڻ پڙهيو رهجي ويو.

استاد باادب ٿي عرض ڪيو تہ: سائين! مون تعليم هڪجهڙي پئي ڏني ۽ محنت ۾ بہ ڪونہ گهٽايم، پر سڀني جون طبيعتون ۽ ذهن هڪجهڙا نہ آهن، ان ۾ منهنجو ڪهڙو قصور؟ توهان کي معلوم هوندو تہ سون چاندي برابر جبلن مان ملندا آهن، پر سڀني پٿرن ۾ سون چاندي نہ هوندو آهي. هرهڪ تي هڪجهڙا سج چنڊ تارا پيا ايرن ۽ لهن پر هرهڪ جو نصيب پنهنجو پنهنجو آهي.

## رزق بدران رزاق کي ياد ڪر

هڪڙي مرشد پنهنجي مريد کي پئي سمجهايو تہ: ابا! انسان جيترو فڪر روزيءَ لاءِ تو ڪري ۽ جيترو تعلق رزق سان تو لڳائي، ايترو تعلق رزق رسائيندڙ رزاق سان لڳائي تہ جيڪر ملائڪن جي مرتبي تي پهچي وڃي.

اي انسان! سوچ تہ سهي! جڏهن تون نطفو هئين، توکي هوش و حواس ڪونہ هو، تہ بہ رب توکي نہ وساريو. ساھ وڌائين، عقل ۽ علم عطا ڪيائين، حُسن، زبان، سوچ ۽ بيان عنايت ڪيائين. هوش ۽ حواس ڏنائين. ڪلهي ۾ بہ بازو ۽ هٿن ۾ ڏھ آڱريون وڌائين. اي نادان انسان! پوءِ تون ڪيئن سمجهيو؟ تہ اهو رب هاڻي توکي وساري ڇڏيندو.

## ڏات ناهي ذات تي

هڪڙي ڀرارٽيءَ جي رهاڪو ماڻهوءَ کي ڏنر، جيڪو پنهنجي پٽ کي چئي رهيو هو: اي پٽڙا! قيامت جي ڏينهن توکان هي سوال ڪندا

تہ:تنهنجا عمل ڪهڙا آهن؟ ائين نہ پڇندا تہ:تون ڪهڙي خاندان مان
آهين ۽ ڪنهن جو پٽ آهين؟

ڪعبي جي غلاف کي ڏسو تہ اهو ڪپڙو پَٽَ ڪيئين مان جڙيو
آهي، پر ڪجهہ ڏينهن ڪعبي جي سنگت ۾ رهيو آهي،تہ ان جو قدر
وڌي ويو آهي، جو ماڻهو ان کي چمن پيا.

## جهڙي ڪرٽي تهڙي پوٽي

حڪمت جي ڪتابن ۾ پڙهيو اٿم تہ: ويڇون ائين نہ ڄمندو آهي
جيئن ٻيا حيوان ڄمن ٿا. چون ٿا تہ ويڇون جڏهن ماءُ جي پيٽ ۾ وڏي
وڏڙا ٿيندا آهن، تڏهن اول ماءُ جي آندن ۽ پيٽ کي کائي،پوءِ ٻاهر
نڪرندا آهن. ڪٽي ڪٽي ويڇونءَ جون کلون ڏسڻ ۾ ايندیون آهن، اهي
ان طرح ٿينديون آهن.

اها ڳالهہ ڪنهن بزرگ سان ڪيم. هن چيو تہ: تو بلڪل سچ
چيو. جيڪو ويڇون پنهنجي ماءُ کي ڇڳائيءَ جو بدلو ائين ٿو ڏئي، سو
ٻين سان ڪهڙي ڇڳائي ڪندو ۽ جهڙي چال هو ننڍي هوندي ماءُ سان
هلبو، وڏي هوندي سڀ ڪو ويڇونءَ سان بہ اهڙي ڪار ٿو ڪري.
ڪنهن پيءُ پنهنجي جوان پٽ کي نصيحت ڪئي تہ: اي پٽڙا! جيڪو
پنهنجي وڏن جي عزت نٿو ڪري، تہ وڏي هوندي ان جي عزت نہ ٿيندي.

ڪنهن ويڇونءَ کان پڇيو تہ: سياري ۾ ٻاهر ڇو نٿو نڪرين؟
هن وراڻيو: اونهاري ۾ منهنجي ڪهڙي عزت آهي؟ جو سياري ۾ نڪران
۽ مانُ ماڻيان.

## اڻ سڌريل اولاد

هڪڙي فقير جي زال يعني فقيرياڻي اميد واري هئي. فقير ويچارو
سڄي عمر اولاد لاءِ سڪايل هو. جڏهن ٻار ڄمڻ جو وقت ويجهو ٿيو،
تڏهن فقير چوڻ لڳو تہ: جيڪڏهن الله تعاليٰ مون کي پٽ عطا ڪيو،تہ
هن گودڙيءَ کان سواءِ سڀ ڪجهہ فقيرن ۾ ورهائي ڇڏيندس. اتفاق
سان پٽ ڄائو، پوءِ تہ خوشيءَ ۾ فقيرن کي ڏاڍيون دعوتون ڪارايائين.

ڪجهه سال گذريا ته آئون شام ملڪ جي سفر تان واپس آيس. فقير واري پاڙي ۾ پهچي، سندس حال احوال پڇيم. پتو پيو ته فقير جيل ۾ پيو آهي. چيم ته: ڪهڙي سبب جيل ۾ پهتو آهي؟ ماڻهن ٻڌايو ته: فقير جي پٽ شراب پيتو ۽ جهيڙو ڪري هڪ ماڻهو ماري، هتان ڀڄي هليو ويو آهي. ان جي عيوض پيءُ کي پڪڙي، هٿڪڙي هڻي جيل ۾ بند ڪيو اٿن. مون چيو ته: ويچاري فقير الله کي ٻاڏائي-اها مصيبت گهري ورتي هئي.

سياڻن چيو آهي ته: ڪنهن چڱي ماڻهوءَ جي زال ٻار ڄڻڻ وقت نانگ ڄڻي ته اهو ان کان بهتر آهي، جو ڪيس نالائق پٽ ڄمي.

## بالغ ٿيڻ جون نشانيون

آئون ننڍو هوس، تڏهن هڪڙي بزرگ کان پڇيم ته: بالغ ٿيڻ جي نشاني ڪهڙي آهي؟ چيائين ته: ڪتابن ۾ ٽي نشانيون آهن. ١. عمر ١٥ سال ٿيڻ ٢. احتلام (تڙ) پوڻ. ٣. هيٺيان وار ڦٽڻ. پر حقيقت ۾ بالغ ٿيڻ جو هڪ ئي نشان آهي.ته پنهنجي نفس کي خوش ڪرڻ کان الله کي خوش ڪرڻ وڌيڪ سمجهي. جنهن ۾ اها وصف ناهي، دانائن وٽ اهو اڃا بالغ ئي نه ٿيو آهي.

پاڻيءَ جو قطرو ماءُ جي پيٽ ۾ چاليهه ڏينهن رهي ٿو، ته انساني صورت وٺي ٿو ۽ ڄمڻ کان پوءِ جيڪڏهن چاليهن سالن جي عمر تائين عقل ۽ ادب نه سکيو.ته ان کي انسان سڏڻ ئي غلط آهي.

انسانيت سٺن گڻن، ادب ۽ اخلاق جو نالو آهي. انساني جسم جو نالو انسان ناهي، صورت کي انسان چئجي ها، ته پوءِ پٽ تي چاپيل يا مٽيءَ مان ٺهيل ماڻهوءَ جي ماڊل کي به ماڻهو چون ها. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ۾ انسانيت وارا ادب نه آهن، ته پوءِ هن ۽ مٽيءَ مان جڙيل ماڊل ۾ ڪو فرق ڪونهي. پئسن ڪمائڻ کي ڪوبه هنر ۽ خوبي ڪونه چوندو. البت ڪنهن جي دل کي جائز طرح خوش ڪرڻ کي انسانيت چئبو آهي.

## پلاڙي سفر جا ادب

هڪڙي دفعي پنڌ ويندڙ حاجين سڳورن جي جماعت ۾ جهيڙو ٿي پيو. آئون پاڻ به ان قافلي ۾ موجود هوس. اهڙو وڙهياسين، جو هڪ ٻئي جا منهن متا پيڳاسين. هڪڙو درويش، اٺ تي ڪجائي ۾ چڙهيل هو. هي لقاءُ ڏسي، پنهنجي هڪ ساٿيءَ کي چيائين: هنن حاجين کان ته هيءُ اٺ پلو چڱبو. جيڪو ماڻ ميٺ ۾ سفر جون منزلون طئه ڪندو رهي ٿو ۽ هي انسان ڪهڙي پلي پار پهچڻ لاءِ سفر ڪن پيا ۽ ڪيئن پيا هڪ ٻئي کي ڪٽين ۽ متا ڦاڙين.

اي دوست! هنن حاجين کي چؤ ته: توهان رڳو ظاهري احرام ٻڌو آهي، باقي حاجي توهان ناهيو. حاجي ته هيءُ ويچارو اٺ آهي، جيڪو لاٽيون، لوا ۽ ڪرڙ ڪنڊا کائي، پٺيءَ تي بار کڻي، صبر سان حج جو سفر طئه ڪري رهيو آهي.

## ڪکائون گهر ۽ آتشبازي

هڪڙي هندوءَ جو گهر ڪکائون هو، جنهن ۾ آتشبازي سکي رهيو هو. کنهن داناءَ چيس: پائي! تنهنجو گهر ڪکائون آهي، اها راند توکي نٿي جڳائي. متان راند ڪندي،جهڳو رک ڪري وجهين.

## اڻ ڄاڻ تي ڪهڙي ميار

هڪڙي ماڻهوءَ جون اکيون اٿي پيون ۽ دوا لاءِ جانورن جي ڊاڪٽر وٽ ويو. اهو ڊاڪٽر جيڪو علاج جانورن جو ڪندو هو، اهڙو هن ماڻهوءَ جوبه ڪيائين. ان سان هن جي اک ختم ٿي وئي. پوءِ وڃي ڊاڪٽر تي ڪيس ڪيائين ته، منهنجي اک هن ختم ڪئي آهي. قاضيءَ فيصلو ٻڌايو ته:ڊاڪٽر تي ڪو ڏنڊ ڏوهه نه آهي. ڇو ته هي ڍور هئو، تڏهن ته علاج لاءِ ڍورن جي ڊاڪٽر وٽ ويو. ان مان هي سبق ٿو ملي ته جڏهن ڏسجي ته ڪنهن ماڻهوءَ ۾ تجربو ۽ آزمودو نه آهي، ته ڪو وڏو ڪم ان جي حوالي نه ڪجي، نه ته اجايو پشيمان ٿيڻو پوندو ۽ ڏوهه هن اڻ آزمودگار تي هئندو.

ڀلا! تڏن ٿاهڻ واري کان غاليچي ٿاهڻ جو ڪم ڪيئن وٺبو؟ جيڪو ائين ڪري، اهو چريو ئي چئبو.

## قبر تي تختي

ڪنهن بزرگ امام جو پٽ وفات ڪري ويو. ماڻهن پڇيس ته: نينگر جي قبر تي تختي ٿا هڻون. ان تي ڇا لکون؟ بزرگ فرمايو: قرآن پاڪ جي آيت جي عزت تمام وڏي آهي، ان ڪري قرآني آيتون قبر تي ڪونه لکبيون. ڇو ته سيائي قبر ڊهي پوندي ته تختي هيٺ ڪري پوندي يا ماڻهو پيا اتان لنگهندا. ڪڏهن قبرن تي ڪتا پيا ڪيڏندا، پر جيڪڏهن توهان ڪجهه نه ڪجهه ضرور لکڻ چاهيو ٿا، ته منهنجي پٽ جي قبر تي هيءُ فارسي بيت لکي ڇڏيو. اهو ئي ڪافي آهي.

وه ڪه هرگه ڪه سبزه دربستان، بد ميدي چه خوش بَدي دل من،
بگذراي دوست تابوقت بهار، سبزه بيني دميده برگل من.

ترجمو: ڪڏهن باغ ۾ ڇهڇ ساوڪ پيدا ٿيل ڏسي، منهنجي دل بهار ٿيندي هئي ۽ هاڻي، اي منهنجا دوست! بهار جي موسم ۾ تون منهنجي قبر تي اچي ساوڪ ڏسجانءِ.

## زيردستن تي سختي

هڪڙو درويش ڪنهن شاهوڪار امير وٽان اچي لنگهيو. ان وقت اهو امير پنهنجي هڪ غلام کي چوڪنيو ٻڌي،مارڪٽ ڪري رهيو هو. اهو ڏسي درويش کان رهيو نه ٿيو ۽ وڃي شاهوڪار کي چيائين: اي پٽ! هي تو وانگر خدا جو خلقيل انسان آهي. الله ڪٿي هن کي تنهنجو تابعدار بنايو آهي. توکي الله اها فضيلت عطا ڪئي آهي. توکي ته الله جي ان نعمت جو شڪر ڪرڻ گهرجي. هن تي هيڏو ڏاڍ نه ڪر! متان هيئن ٿئي جو قيامت ڏينهن هو تو کان پلو ٿي اٿي ۽ تون ان آڏو پيو شرمسار ٿين.

زيردست خادمن تي گهڻي ڪاوڙ نه ڪجي، انهن جي دل نه ڏکوئجي، مٿن ظلم نه ڪجي، ڇو ته هو چند پئسن جي ڪري تو وٽ ٻيلي بنيو آهي. تو هن کي خلقيو ڪونهي. هيءُ تنهنجي آڪڙ به چند

ڏينهن آهي. تو کان وڏو الله آهي. اي رئيس! توکي گهرجي ته الله کي ياد ڪر. جنهن جو تون خلقيل آهين.

هڪ حديث ۾ آهي: رسول الله ﷺ جن فرمايو: قيامت ڏينهن وڏي ۾ وڏي حسرت هيءَ هوندي، جو نيڪ غلام ۽ نوڪر بهشت ۾ ويندا. بدڪار ۽ ظالم رئيس دوزخ ۾ ويندا.

ڪنهن سياڻي چيو آهي ته: هيءُ خادم اڄ تنهنجي خدمت ۾ فرمانبردار آهي، ان تي گهڻي ڪاوڙ نه ڪر. متان سڀاڻي تون زنجيرن ۾ جڪڙيل هجين ۽ هو آزاد هجي.

## هڏاڪي پهلوان جي ڳالهه

هڪڙي سال شامي ساٿين سان گڏ بلخ شهر کان نڪري، سفر تي روانا ٿياسين. رستي ۾ چورن ۽ ڌاڙيلن جو وڏو خطرو هو. رستي ڏيکارڻ لاءِ هڪ پهلوان جوان، اسان جو سونهون هو، وڏو تير انداز ۽ هٿياربند هو. طاقت ايتري هئس جو ڏهه پهلوان گڏجن،ته به هن جي پٺي پٽ لڳائي نه سگهن ۽ نه ان جي ڪمان کي موڙي سگهن. پر اهو پهلوان عيش آرام ۾ پلجي وڏو ٿيو هو. جهان ۾ هن ڏک ڏاڪڙا اصل نه ڏٺا هئا، ان ڪري مقابلي جو تجربو بنهه ڪونه هوس. هن ڪڏهن ڪنهن پهلوان جي هنياءَ ڏاريندڙ هڪل ڪَنين نه ٻڌي هئي. ڪٿي مقابلي جو نظارو، تلوارن جا چمڪاٽ، يا ڦِٽڻ ۽ ڦٽجڻ ته ڏٺوئي ڪونه هئائين، نه ڪڏهن ڪنهن دشمن جي ور چڙهيو هو ۽ نه ڪڏهن تيرن جي وسندڙ بارش جو لقاءُ ڏٺو هئائين.

آئون ۽ اهو پهلوان مڙس، هڪ ٻئي سان ڊوڙون پچائيندا، لڪ لتاڙيندا پئي هلياسين. آئون حيرت ۾ هوس، جو رستي ۾ ڪا پراڻي ڀت ٿي آئي ته هن نوجوان اُن کي ٿڏي سان پئي ڪيرايو ۽ واٽ ۾ بيٺل وڻن کي ٻانهن جي ٻل سان پاڙان پٽي پئي اڇلايائين. فخر مان هيئن چوندو پئي هليو: ڪو هاٿي هجي ته جنگهون ٽڪر ڪري رڪانس، ڪو شينهن سامهون هجي ته ڏونگهو ڏاري وجهانس. واقعي قدرت واري هن کي جان ۾ ايڏي طاقت ڏني به هئي. اتفاق هيئن ٿيو جو، جيئن ڳالهيون

کندا پئي هلياسين ۽ هو پهلوان ٻناکون هٽندو پئي هليو، تہ اوچتو کنهن جبل مان ٻہ چور نڪتا. هڪڙي کي هٿ ۾ لٺ هئي، تہ ٻئي کي وٽوهڙ. اسان تي وڙهڻ لاءِ اُلر ڪيائون. مون پهلوان ساٿيءَ کي چيو: هاڻي همت ڪر، دشمن مٿان اچي ڪڙڪيا آهن، چرين چورن جي ڦٽي آهي، جو تو جهڙي پهلوان تي اُلر ڪئي اٿن. پر ڏٺم تہ هن پهلوان جون ڄنگهون ۽ هٿ پيا ڏڪن. تير ڪمان جيڪي هٿن ۾ هئس، اهي بہ ڪِري پيس.

هن شينهن مار همراهہ جا اهي حال ڏسي، منهنجا بہ ڊيڪ ڊرا ٿي پيا. ٻي ڪا واهہ نہ ڏسي پنهنجا هٿيار، ڪپڙا لاهي ڦٽا ڪياسون ۽ هٿين خالي ٿي، پڇي جان بچائيسون. پوءِ دل ۾ چيم تہ: هن قسم جي مقابلن ۾ ڪو تجربيڪار ماڻهو پڇي سگهندو. اهو تجربو ئي چئبو، جو هيڏو ماڻهو اٽڪل سان ڪاوڙيل شينهن کي پيچري ۾ بند ڪري ٿو سگهي. باقي پهلوان ڪيڏي بہ طاقت وارو هجي ۽ لڙڻ نہ ايندس تہ اهو ڇا ڪري سگهندو؟

جيئن شرعي مسئلو ڪنهن ڄاڻو عالم کي ئي ايندو، تيئن لڙڻ بہ جنهن ڪنهن جو ڪم نہ آهي، ان لاءِ تجربو گهرجي.

## پڪي ۽ ڪچي قبر

هڪڙي شاهوڪار جو پٽ، پنهنجي پيءُ جي پڪي قبر وٽ ويٺو هو ۽ ان جي ويجهو هڪ مسڪين جو ٻار پنهنجي پيءُ جي ڪچيءَ قبر وٽ ويٺو هو. اميراڻو ٻار، غريب ڇوڪر کي چِٽي رهيو هو تہ: منهنجي ابي جي قبر ڏسين ٿو؟ ڪهڙي نہ ڀلي ٺهيل آهي. قيمتي پٿر سان ٺهيل بُٺي. چوڏاري سنگ مرمر جو ٺهيل فرش، رنگين اکرن سان اکريل پٿر جي تختي مٿن ڪان لڳل، فرش کي چوڏاري فيروزي پٿر جون سِرون جَڙيل اٿس. ۽ تنهن جي پيءُ جي قبر تي مٽيءَ جا ٻہ لپا لڳل ۽ چار ڪچيون سرون رکيل آهن، ٻيو ٺيو خير. غريب جي ٻار اهو ٻڌي چيو تہ: ادا! جيسين تنهنجو پيءُ هيءُ پٿر پٽي، قبر مان ٻاهر نڪرندو، تيسين منهنجو پيءُ ڪچي مٽيءَ مان اٿي بهشت بہ پهچي ويندو.

اها تہ توکي خبر آهي تہ: جنهن تي ٿورو بار هوندو آهي، اهو آسانيءَ سان تکڙو هلي سگهندو آهي ۽ جنهن تي گهڻو بار هوندو، ان لاءِ هلڻ ئي لاچار ٿي پوندو. هت جيڪو غريب بکون پيو ڪاٽي ۽ ڏکتين ۾ پيو ڳري، ان لاءِ مرڻ آسان آهي، پر جيڪو عيش عشرت ۾ حياتي ٿو گذاري، ان جو موت بہ ڏکيو آهي. اهو هن جهان جي مزن کي ڇڏڻ لاءِ تيار ئي نہ ٿيندو. ظاهر آهي تہ جنهن قيديءَ کي قيد مان آزادي ملي ٿي، اهو ان رئيس کان گهڻو خوش هوندو، جنهن کي بنگلي مان ڪڍي وڃي جيل ۾ وجهن.

## ندوري نفس جون سڏون

هڪڙي بزرگ وٽ هيءَ حديث پڙهي مطلب پڇيم:

اَعدَيٰ عَدُوِّکَ نَفسُکَ التِي بَينَ جَنبَيکَ

تنهنجو سڀ کان وڏو دشمن تنهنجو نفس آهي، جيڪو تنهنجي ٻن پاسرين جي وچ ۾ آهي.

بزرگ حديث جو مطلب سمجهائيندي چيو تہ: ڪهڙي بہ دشمن سان چڱائي ڪبي،تہ دوست ٿي سگهي ٿو، پر نفس ندورو ائين نہ آهي، جيترو گهڻو خوش ڪرينس، اوتري گهڻي مخالفت ڪندو.

جيڪو ماڻهو ٿورو ڪائيندو، اوترو ملائڪ صفت ٿيندو ۽ جيڪو ڍورن وانگر پيو اَٽُ پَٽُ چرندو، اهو پٿر دل ٿيندو ويندو.

جنهن بہ ماڻهو جي مراد پڄائبي، تہ اهو فرمانبردار ٿي پوندو، پر نفس جا حڪم جيئن مڃ،تيئن ويندو، سرڪش ٿيندو ۽ حڪم وڌائيندو.

## هڪ فقير سان سعديءَ جو مناظرو

هڪڙو ماڻهو ظاهر ۾ فقير پئي ڏسڻ ۾ آيو، پر اندر ۾ ٻيو ڪجهہ هو. ان کي ڏٺم تہ ڪنهن ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو. اتي چاڙي پئي هنيائين، پرائي پچار پئي ڪيائين، گلا جا دفتر ڪٽي ڪوليائين. شاهوڪارن جي شڪايت وات ٻيري پيو ڪري، چئي رهيو هو: فقيرن ويچارن وٽ پئسو آهي ڪونہ، جو اهي سخا ڪن ۽ جن وٽ پئسو آهي، انهن جا

هٿ سخا کان سَکل آهن.

مون تي ڪيترن اميرن جا احسان ٿيل هئا، اهي اجا وسريا نه هئا. سو مون کي هن فقير جي ڪيل ڳالهه ڏاڍي ڏکي لڳي. چيومانس: اي دوست! اهي شاهوڪار ئي غريبن سان تعاون ڪندا آهن ۽ فقيرن جي سار لهندا آهن. اميرن جون اوطاقون، مسڪينن لاءِ مسافرخانا آهن. ڪيترن هيڻن جا همراهه آهن. ڪيترا ته اهڙا امير به آهن،جو پهريائين مسافرن، نوڪرن چاڪرن کي کارائي پياري، پوءِ وڃي پاڻ ماني کائين. رنڍ زالن، ڪمزرو ڪراڙن، مائٽن ۽ پاڙيسرين جا خرچ پڪا به امير ئي برداشت ڪن ٿا. هي زڪواتون، فطرا، قربانيون، صدقا، خيراتون، اهي سڀ هوندي وارا ئي ته ڪن ٿا. انهن سان تون ڪيئن پڄي سگهندين؟ جو رڳو مفت جا ٻه نفل مس پڙهي سگهين ٿو. سي به پريشانيءَ ۾ پڙهندين، نيت نماز جي هوندئي ۽ خيالن ۾ ڳڻتيون ۽ پريشانيون.

عبادت ۽ سجدن جي طاقت به هوندي وارن کي آهي. صاف ستري لباس سان جسم به انهن جو ڍڪيل آهي. گهٽين ڳڻتين کان بچيل به اهي آهن، ان ڪري نماز ۾ دل به انهن جي لڳندي. توکي پيٽ ۾ بک جي پوليس لتل هوندي ۽ اورٺ پيا ايندئي، ته نماز ۾ دل ڪهڙي لڳندئي؟ سکيو ماڻهو نماز جي تڪبير چوندو، ته بکيو پيٽ ٽڪر لاءِ هيڏي هوڏي واجهائيندو. جنهن کي گذران جو فڪر نه رهيو،ته عبادت ۾ دل آسانيءَ سان لڳائي سگهي ٿو.

ڪنهن عرب چيو پئي ته: اي الله! مون کي اهڙيءَ سڃائيءَ کان بچائجانءِ،جو اونڌي منهن زمين تي پيو هجان ۽ بڇڙي پاڙيسريءَ کان به بچائجانءِ ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته: سڃائي ٻنهي جهانن جي ڪار منهائي آهي.

اتي هن فقير ڳالهايو. چيائين: هيءَ حديث ڪانه ٻڌي اٿئي ته: اَلفَقرُ فَخرِي (مسڪيني منهن جو فخر آهي) مون چيومانس: ماٺ ڪري ٻڌ! حضور جن اهڙي مسڪين جي ڳالهه ڪئي آهي، جيڪو رب جي رضا تي راضي رهي. انهن فقيرن جي ڳالهه ڪانهي، جيڪي گودڙي فقيراڻي پائي گرهه گرهه لاءِ پريشان رهن. اوهان آهيو دهل وانگر، ٻاهر لڙ

گهڻو، پر اندر خالي. هڏاء ته سمر ئي نه هوندو، ته سفر جو ڇا سوچي سگهبو. واقعي اهڙا مرد آهيو ته لالچ جا منهن بند ڪريو. باقي اهي هزار داڻن واريون تسبيحون، هٿن ۾ ڪٿي نه گهمو.

اهڙن فقيرن لاءِ خود حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي:

ڪَادَ الفَقرُانَ يڪُونَ ڪُفراً

(ڪا سيائي ڪفر تائين به پهچائيندي آهي).

يلا! جنهن سڃي وٽ ڪجهه به نه هوندو، اهو ڪنهن اگهاڙي کي ڇا ڍڪائي سگهندو؟ يا ڪنهن اڙئي کي ڪيئن ڪم اچي سگهندو؟ ڪنهن بکئي کي ڇا کارائي سگهندو؟ حضرت محمد ﷺ جن فرمايو:

اَليَدُ العُليَا خَير مِن اليَدِ السُفلیٰ

(مٿيون هٿ (ڏيڻ وارو) هيٺئين هٿ (وٺڻ واري) کان بهتر آهي).

جنهن وٽ ڪجهه نه هوندو، ان جو هٿ ڇا کُلندو. قرآن شريف ۾ بهشت وارن جي وصف بيان ٿيل آهي.

اُولائڪ لَهُم رِزق مَعلُومُ

(بهشت وارن کي مقرر رزق عطا ٿيل هوندو).

جيئن سخت اڃايل ماڻهو خواب ۾ رڳو پاڻيءَ جي چرئي ڇر ڏسي، اي فقير! تنهن جو حال به ائين ٿو ڏسان.

مون ايترو مس چيو، ته فقير صفا آپي کان نڪري ويو، وڌيڪ صبر نه ڪري سگهيو. ڪاوڙ مان چيائين: اي سعدي! تون وات ڦاڙي شاهوڪارن جي تعريف ائين ٿو ڪرين، ڄڻ ته غربت جي زهر جو ترياق آهن ئي شاهوڪار ۽ مسڪينن جي رزق جي ڪنجي آهي ئي انهن جي هٿ ۾. حالانڪه سڀ شاهوڪار آڪڙيل ۽ مغرور هوندا آهن. اهي ته غريبن کان نفرت ڪندا آهن. اهي پئسي جا پوڄاري ۽ مايا ۾ اهڙا مست آهن، جو ڳالهائيندا ڪياڙيءَ سان آهن. ٻين کي ڏسن ئي حقارت سان، عالمن سڳورن کي پينو چوَن. فقير جو طعنن ۽ مهڻن سان ساهه سڪايو ڇڏين.

پئسي جي مَوَ ۾ پاڻ کي مٿيرو سمجهن ۽ ٻين کي گهٽ ڄاڻن. انهن کي دانائن جي هن قول جي خبر ئي نه آهي ته: جيڪو الله جي

اطاعت ۾ گهٽ آهي ۽ ملڪيت اڻ مٽي اٿس ته اهو ظاهر ۾ تونگر آهي ۽ حقيقت ۾ ترڙ سڃو آهي. چوندا آهن ته: جيڪو ٻنا ڪنهن خوبيءَ ۽ خصلت جي رڳو دولت جي ڪري آڪڙ ڪري ٿو، اهو انسان نه پر گڏهه آهي.

مون چيومانس: سيٺي شاهوڪارن لاءِ ائين ڇڙواڳ ٿي نه ڳالهاءِ. ڇو ته جهان ۾ جيڪا سخا آهي. سا به انهن اميرن ۾ ئي آهي. مون کي چيائين: سعدي! هاٿي ماٽ ڪٽي ڪر. تون صفا غلط ٿو ڳالهائين. شاهوڪار سڀ پئسي جا پوڄاري آهن. اهڙو ڪڪر ڪهڙي ڪم جو؟ جنهن مان ڦڙي نه وسي ۽ ان سج مان ڇا فائدو؟ جنهن جي روشنيءَ کان سڀ محروم رهن. هي به ائين آهن، پئسن جي ڍڳ تي چڙهيا ۽ نانگ بنيا ويٺا آهن. ڏوڪڙ به ڪونه ڏيندا. جيڪڏهن ڪنهن کي پئسو پائي ڪٽي ڏيندا، ته سهائي سهائي غريب جو ساهه ئي ڪڍي ڇڏيندا.

سڃو ڏينهن ٻچ ٻچان ۽ هڻ وٺ ڪري،ڏوڪڙ گڏ ڪن. پوءِ مٿس چوڪيدار بنجي ويهي رهن. مرندا ته حسرتون پاڻ سان کنيو ويندا، دولت هٿ ڇڏيو ويندا. ڪنهن داناءَ جو چوڻ آهي ته: موذيءَ جو مال، زمين مان تڏهن نڪرندو، جڏهن پاڻ زمين ۾ پوربو. جنهن ڏک ڏسي مال ميڙيو، ان ڪونه چکيو ۽ جن وارثن ڪجهه نه لوڙيو، پئسا انهن جي ور چڙهي ويا.

مون چيو: اي فقير! توکي ايندو ئي آهي پنڻ. توکي ڪهڙي خبر ته بخيلي ڇا آهي ۽ سخا ڇا آهي؟ اها خبر اُن کي پئجي سگهندي، جيڪو پاڻ بي طمع هجي. توکي پنندي ڪنهن ڏوڪڙ نه ڏنو، ته تو وٽ بخيل بنجي پيو.

فقير وراڻيو: مون تجربو ڪيو آهي ته امير ماڻهو در تي اهڙا تيز طبع نوڪر رکندا آهن، جن کي چڱي مٺي جي ڪا تميز نه هوندي آهي. ڪيترن غريب حاجتمند ماڻهن کي اندر ڇڏيندا ئي نه. ٻاهران ئي چوندا ته اندر ڪير ڪونهي. عمر ۾ انهن سچ نه ڳالهايو هوندو، سدائين اٿن ڪوڙ سان ڪم. اهڙو ماڻهو جنهن ۾ سچ ڳالهائڻ جي عادت نه هجي، اهو درباني ۽ اميرن جي ماني ڪيئن ملهائيندو؟

مون چيو: دوست! اهو به هن ڪري جو فقيرن جي ٽولن هنن کي

تنگ ڪري ڇڏيو آهي. آئون يقين سان ٿو چوان تہ:ريگستان جي واري موتي بنجي پوي، تہ اها بہ فقيرن جي بک ڪانہ پليندي ۽ هنن جي اک نہ ڍاپندي. جيئن ماڪ سان کوهہ نہ ڀرجي سگهندو، تيئن حريص ماڻهوءَ جي دل ڪيتري بہ دولت سان ڪانہ ڀربي. لالچي ماڻهو، عزت ذلت کي نہ ڏسندو آهي ۽ نکو آخرت جو خوف ٿي هوندو اٿس، نہ ڪو حلال حرام ۾ فرق ٿي ڪندو. ڏٺو هوندئي تہ ڪتي کي پٿر هڻبو آهي، تہ هو ان جي پٺيان بہ ڀڄندو ويندو، تہ متان هڏو هجي. ائين ڪنهن لاش کي ماڻهو ڍڪي ڪنبو ويندا، تہ ڪمبخت حريص سمجهندو تہ اهو دسترخوانو ڪنيو پيا اچن.

ڪيترا امير آهن، جن تي رب راضي آهي، اهي حرام ڪان بچيل آهن. آئون اها اجائي تقرير نٿو ڪريان، غلط دليل ڪونہ ٿو ڏيان، پر تون ٿي حق جي ڳالهہ ڪٿي ڪر! تہ تو ڪڏهن ڪنهن امير جو هٿ وڍيل يا ڪيس چوريءَ جي سزا ۾ قاتل يا هتڪڙيءَ لڳل ڏٺو آهي؟ اهڙيون سزائون بہ ڪنهن سڃي کي مليل ڏسندين. جيڪو ٿلهو ٿيرو هوندو، ٿوري گهٽي لوڙ پوندس تہ وڃي ڪتي ڪاٽ هڻندو. نفس سرڪش ڪنهن شيءِ جي طلب ڪئي ۽ هو نفس ندوري کي ناراض نٿو ڪري، تہ ويندو گناهہ ۾ ڦاسي. هڪ پيٽ ڀيو اگهڙ ڀيئي ماڻهن کي گمراهہ ڪري ٿا وجهن.

هڪڙي نوجوان درويش کي برائي ڪندي ڏٺائون، لڄ لٿي سنگسار جو حقدار ٿيو هو. ان وقت چئي رهيو هو: اي مسلمان ڀائرو! شادي ٿئي ڪانہ پئي ۽ صبر مون کان ٿي نہ سگهيو ۽ دين اسلام ۾ رهبانيت ڪانهي، جو ڪير جهرجهنگ ۾ اڪيلو رهي حياتي گذاري.

مالدارن کي سڪون ۽ اطمينان جا ڪيترائي اسباب ميسر آهن. مثال طور پنهنجي مرضيءَ سان شاديون ڪري، راتيون عيش سان گذارين، جن جي حسن تي روشن صبح بہ شرمائجي وڃي، جن جو قد ڏسي سَروَ جي وڻ بہ پنهنجا پير مٽيءَ ۾ ڪپائي ڇڏيا. جن جا ڳاڙها هٿ ڏسي ياڻجي ٿو تہ اهي هٿ عاشقن جي خون سان ڳاڙها ٿيا آهن. پوءِ مالدارن کي ڪهڙي ڪٿي ڪٽندي، جو انهن کي ڇڏي گناهن ۾ وڃي

ڦاسن، ڀلا جنهن شخص کي جنت جي حور ملي وڃي، اهو يغما شهر جي محبوبن ڏانهن ڪيئن واجهائيندو. جنهن جي آڏو ڪانٽ لاءِ ڪارڪن جا ٽوڪرا پيا هجن، اهو ڇڳن کي پيند ڇا لاءِ هٽندو؟

گهٽو ڪري ڏسندين ته سچو ماڻهو اهڙين ڪداين ۾ ڦاسي پوندو ۽ بک کان وتندو جهاپا هڻندو. جيئن بکئي ڪتي آڏو گوشت جو ٽڪر اڇلائبو، ته اهو ڪونه پڇندو ته: هيءُ حلال اٺ جو گوشت آهي يا خر دجال جو حرام گوشت آهي، ته ويجهو نه وڃانس؟

ڪيتريون پاڪدامن عورتون، سچائيءَ سبب برائيءَ ۾ ڦاسيو پون، پنهنجي عزت کي خراب ڪيو ڇڏين. تڏهن پڻ چيم: سچو ماڻهو پرهيزگاري به مشڪل سان ڪري سگهندو. اي دوست! تون به سچ ٿو چوين ته اميرن جي در تان دربان مسڪينن کي موٽايو ٿا ڇڏين، پر هو به مجبور آهن. حاتم طائي ويچارو ٻهراڙيءَ جي ڪنهن ننڍڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو. جيڪڏهن هو ڪنهن شهر ۾ رهندڙ هجي ها،ته فقيرن جون فوجون ان جي جان جا ڪپڙا به ڦاڙي وجن ها.

فقير چيو ته: اميرن تي مون کي رحم ٿئو اچي ڇا؟ مون چيو: تون ته انهن جي هوندي تي وڻو خار ڪائين، رحم ڪهڙو ٿو اچئي؟

جڏهن فقير وٽ ڪو دليل ئي نه رهيو ۽ ڪيس لاجواب ڪري ڇڏيم. تڏهن بوڪلائجي بڪواس ۽ گارين ۾ شروع ٿيو. جيئن ڇتن جو ڪم هوندو آهي ۽ جيئن آزر مشرڪ کي ڪو دليل نه آيو، ته ابراهيم عليه السلام کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ ۽ دڙڪا ڏيڻ شروع ڪيائين. قرآن شريف ۾ آهي:

لَئِن لَم تَنتَہِ لَاَرجُمَنَّکَ

اي ابراهيم! نه مڙندين ته آئون پٿر هڻي ماري ڇڏيندوسانءِ.

جڏهن فقير صفا ڏکي ۾ ڪاهي پيو، بي لغام پڻ ڳالهايائين، تڏهن هٿين پئجي وياسين. منهنجي قميص جو گلو ڦاڙي رکيائين ۽ مون مک هڻي ڇاڙي پيچي رکي مانس. پوءِ ته هک ٻئي کي ڪٽي ڏسيوسين. اسان جي هيءَ دس دسان ڏسي، خلقون پڻ ڪليون. ڪن کي عجب به لڳو پئي. نيٺ وڃي ڪيسن ۾ پياسين. آخرڪار ٻئي هن تي وڃي راضي

ٿياسين، تہ اسان جو فيصلو حڪومت ڪندي.

قاضيءَ وٽ اسان ٻنهي ڇٽن پنهنجا منطقي دليل ڏنا. هو ويچارو دليل ٻڌي في الحال سوچ ويچار ۾ پئجي ويو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ مٿو مٿي ڪيائين. چوڻ لڳو: اي سعدي! تو شاهوڪارن جي ايتري واڪاڻ ڪئي، جو فقيرن سان ظلم ڪري وڌئي. توکي ڄاڻڻ گهرجي تہ جتي گل هوندا اتي ڪنڊا بہ هوندا، جتي شراب هوندو، اتي نشو ۽ مستي بہ هوندي. جتي نانگ هوندو اتي مَڻِ بہ هوندي. جنهن سمنڊ ۾ موتي مٽيادار آهن، اتي واڳون بہ رهندا آهن. جتي دنيا جو عيش موجود آهي اتي موت بہ پٺيان لڳل آهي. بهشت جي مزن ماڻڻ لاءِ نفس جي مڪر جو مقابلو ڪرڻو آهي. جيڪو دوست سان ملڻ چاهيندو، اهو دشمن جا ظلم بہ ڏسندو. باغ ۾ ئي نظر ڪر تہ هڪ پاسي بيد جا ڇهچ ساوا وڻ ۽ گل گلزاريون موجود آهن، تہ اتي ئي سڪل تاريون بہ ڪن وڻن ۾ موجود آهن.

هاڻي سمجهہ تہ امير بہ سڀ هڪجهڙا شڪر گذار نيڪ بندا ڪونهن، نڪو سيئي موذي مرچوٽ آهن ۽ فقير بہ ائين سمجهہ، سڀ صبر وارا ڪونهن تہ سيئي ضدي بہ ڪونهن.

جيڪڏهن وسندڙ مينهن جو هر ڦڙو، موتي ٿي پوي ها، تہ بازار موتين سان ڀريل هجي ها ۽ انهن جو ڪو ملهہ بہ نہ هجي ها.

اهي شاهوڪار الله کي پيارا آهن، جيڪي درويش صفت هجن ۽ فقير بہ الله وٽ اهي پيارا آهن، جن جي دل شاهوڪار هجي ۽ حقيقي تونگر اهو آهي، جيڪو فقيرن جو فڪر رکندو هجي ۽ ڀلو فقير اهو آهي جيڪو پاڻ کي تونگرن جو محتاج نہ بنائي. قرآن شريف ۾ آهي:

وَمَن يَتَوَكَّل عَلي اللهِ فَهو حَسبُہٗ

(۽ جيڪو الله تي توڪل رکندو، تہ الله تعاليٰ ان لاءِ ڪافي ٿيندو).

قاضي صاحب هاڻي مون کي ڇڏي، هن فقير ڏي منهن ڪيو، چيائينس: اي فقير! تون جيڪو چوين ٿو تہ: شاهوڪار سڀ دولت جي نشي ۾ مست آهن، الله جي ڏنيءَ ۾ بخيل آهن. اهي رڳو دولت گڏ ڪرڻ ڄاڻن پر ڪائڻ کپائڻ ۽ ڏيڻ ڪونہ ڄاڻن. ڪنهن غريب جي سارسنڀال

ئي نہ ٿا لهن، توڙي مٿن پئسن جو مينهن پيو وسندو هجي. اهي الله کان بہ ڪونہ ٿا ڊڄن. پاڻ وٽ جو اٿن، سو ٻين جي مسڪيني ياد ئي نہ ٿا ڪن. پاڻ پيجارن ۾ چڙهيو وتن، تہ پيرين پيادا دل تي ڪونہ اٿن.

واقعي انهن پارن پٽن وارا بہ ڪي امير آهن ۽ ڪي امير اهڙا سخي دل ڪليل هٿ ۽ نيڪ دل بہ آهن، جن جون اوطاقون چوويهہ ئي ڪلاڪ آباد آهن، سندن دستر خوانو هميشہ ڪليل آهي. ڪيئي غريب ۽ مسافر اتي پيا پلجن. هو دنياوي نعتمن هوندي،آخرت کي ڪونہ ٿا وسارين. جيئن هن دور (سعديءَ وارو دور) جو بادشاهہ سلامت. ملڪ مظفر اتابڪ ابوبڪر بن سعد زنگي ئي ڏس، تہ کهڙو نہ نيڪ سيرت ۽ سخي مڙس آهي. جيڪو تخت سليمانيءَ جو وارث آهي. سندس سخا ۽ نيڪ نامي ملڪان ملڪ مشهور آهي.

هڪ جهڙي سخا تہ ڪوبہ نٿو ڪري سگهي. پٽ هوندي ڪوبہ ٻيءَ اهڙي سخا ٻين مائٽن سان نٿو ڪري سگهي، جهڙي پنهنجي پٽ سان ڪري سگهي ٿو. اصل سخاوت جو مالڪ تہ الله آهي. اهو جيڪڏهن گهري تہ تو جهڙي فقير کي بادشاهہ ڪٿي بنائي. ان آڏو ڪا دير ناهي، پر اهو بہ سيني کي هڪجهڙو ڪشادو رزق نٿو ڏئي.

قاضيءَ جڏهن اهي ڳالهيون ٻڌايون، تڏهن اسان ٻئي سمجهي وياسين ۽ رب جي رضا تي راضي ٿياسين. گذريل جهيڙي کي وساري هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي پرچايوسين. پوءِ مون چيو: فقيرن کي گهرجي تہ زماني جي گردش جي گلا نہ ڪن ۽ اميرن کي گهرجي تہ هٿ پنهنجي هٿن سان ڏئي، آخرت کي سنوارين.



باب اٺون

# سنگت جي ادبن بابت

## (معاشري ۾ عزت آبروءَ واري زندگي گذارڻ لاءِ هنن حڪمتن کي هنياءَ سان هنڊائجي).

**١ حڪمت:**

دولت آهي، سکي زندگي گذارڻ لاءِ، زندگي ان لاءِ نہ آهي تہ ڏک ڏسي دولت گڏ ڪجي.

ڪنهن داناءَ کان پڇيائون: نيڪ بخت ڪنهنکي چئجي ۽ بدبخت ڪنهن کي؟ چيائين: نيڪ بخت اهو آهي، جنهن پنهنجي دولت مان کاڌو پيتو ۽ پنهنجي هٿ سان سخا ڪيائين ۽ بدبخت اهو آهي، جيڪو مري ويو ۽ اڻ مٽي دولت ڇڏي ويو. ڪي بزرگ چوندا آهن تہ: جنهن سڄي عمر مال ميڙڻ ۾ گذاري ۽ دولت مان دنيا آخرت جو نفعو حاصل نہ ڪيائين، تہ ان جي جنازي نماز ئي نہ پڙهجي.

**٢ حڪمت:**

حضرت موسيٰ عليه السلام قارون کي نصيحت ڪئي.

اَحسِن کَمَا اَحسَنَ اللهُ اِلَيکَ

تون ٻين سان ائين نيڪي ڪر، جيئن الله توتي احسان ڪيا آهن. هن اها نصيحت نہ ٻڌي.تہ نتيجو اهو نڪتو، جيڪو تون ٻڌندو رهين ٿو. جنهن ماڻهو دولت هوندي چڱائي نہ ڪئي، ان چئن پئسن جي ڪري پنهنجي آخرت برباد ڪئي. جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ تو سان بہ ڪو چڱائي ڪري، تہ تون ٻين سان ڀلائي ڪر.

٣ حڪمت:

عربن وٽ چوڻي آهي: نيڪي ڪري کوهه ۾ اڇل. يعني جنهن سان به نيڪي ڪرين ته ڪنهن تي احسان نه سمجهه! ڇو ته تو ڄڻ پاڻ سان نيڪي ڪئي آهي. ويتر هيئن سمجهه ته، مون تي مالڪ جي مهرباني ٿي، جنهن مون کي نيڪيءَ جي توفيق ڏني. ان جو مثال هيءُ آهي ته بادشاهه جي نوڪر جو، بادشاهه تي احسان ڪونهي، جو ان جي خدمت ڪري ٿو، پر نوڪر تي بادشاهه جو ٿورو آهي، جو ان کي نوڪري ڏني اٿائين.

۴ حڪمت:

ٻن ماڻهن جي ڪئي ڪمائي بي فائدي آهي، هڪ جنهن هوندي سوندي نه کاڌو، ٻيو اهو، جنهن علم پڙهيو ۽ ان تي عمل نه ڪيو. (پڙهيو ٿا پڙهن ڪڙهن ڪين قلوب ۾). عمل کان سواءِ پڙهڻ ائين آهي، جيئن ڪنهن گڏهه تي ڪتاب سٽي رکجن. اهڙي اڻ گهڙئي حيوان کي ڪهڙي خبر ته مٿانئس ڪتاب آهن يا ڪاٺيون؟

۵ حڪمت:

علم دين داريءَ کي وڌائڻ لاءِ حاصل ڪبو آهي، علم کي دنيا ڪمائڻ جو ذريعو نه سمجهبو آهي. جنهن ماڻهوءَ علم ۽ دين پئسن تي وڪيو، ان جو مثال ائين آهي، جيئن ڪو پوک ڪاهي ۽ جڏهن پوک پچي تيار ٿئي، ته لاٻارو ڪري، ول هڪ جاءِ تي گڏ ڪري، ڦيڙهي کي تيلي ڏئي ساڙي ڇڏي.

٦ حڪمت:

بي عمل عالم جو وعظ ۽ نصيحت ائين آهي، جيئن ڪو انڌو بتي ڪٺي روشني ڪري، جنهن سان ٻين کي فائدو پهچندو، پر هي ويچارو بي نصيب رهندو.

جنهن ماڻهوءَ اجائي عمر وڃائي، ان خريداريءَ کان سواءِ پئسا اجلائي ڇڏيا.

٧ حڪمت:

ڪنهن به ملڪ جي سونهن، سياڻن ماڻهن سان آهي ۽ دين جي

ترقي پرهيزگاري ۽ خوف خدا سان ٻڌل آهي. حقيقت ۾ عقلمند آڏو بادشاهہ بہ محتاج آهي ۽ هو بادشاهہ جو محتاج ڪونهي. حڪمران ۽ بادشاهہ ڪن ڏئي،سعديءَ جو هي بي بها نڪتو ٻڌن تہ:ملڪ ۾ دانائن ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ ملازمت ۽ نوڪري نہ ڏين، جيتوڻيڪ داناءُ جو وري ڪم آهي تہ ڪوبہ عهدو خوشيءَ سان نہ قبولي.

٨ حڪمت:

ٽي شيون ٽن شين ڪان سواءِ رهي نہ سگهنديون. ١. مال ۽ دولت سواءِ واپارجي ٢. پڙهائڻ ڪان سواءِ علم. ٣. سياست ڪان سواءِ حڪومت.

٩ حڪمت:

ڪٿي نرميءَ سان ڳالهائڻ کپي، جيئن ماڻهو قرب جا قيدي ٿي سگهن ۽ ڪٿي سختيءَ سان ڳالهائجي، جتي ضرورت ان جي هجي. مطلب تہ ماڻهو ڳڙ وانگر مٺو بہ نہ ٿئي،جو ماڻهو ڳڙڪائي ڇڏين. توهہ وانگر ڪڙو بہ نہ ٿجي، جو ماڻهو ٿوڪاري ڦٽو ڪن.

١٠ حڪمت:

بيجڙي ماڻهوءَ تي رحم ڪرڻ، چڱن تي ظلم ڪرڻ جي برابر آهي ۽ ظالم کي معاف ڪرڻ، مظلوم سان ظلم ڪرڻ ئي آهي. ڪنهن نالائق کي جيڪڏهن تون سخا ڪري ڪجهہ ڏيندين، تہ هو تو وارن پئسن سان گناهہ ڪندو ۽ ان وقت ڇڻ تون بہ ساڻس گناهہ ۾ شامل آهين.

١١ حڪمت:

بادشاهن جي دوستيءَ تي ڀروسو نہ ڪجي ۽ نڪو ننڍن ٻارن جي سهڻي سُر تي اعتماد ڪجي. ڇو تہ بادشاهہ کي خيال پيو،تہ بگڙي بيهندو ۽ ٻار هڪ خواب اندر بالغ ٿي ويندو ۽ آواز مٽجي ويندس.

١٢ حڪمت:

گهڻن يارن واري ماڻهوءَ سان دل نہ لائجي، نہ تہ جدائيءَ لاءِ تيار رهجي. (سي چلولا ڇنجن جي در در لائين دوستي).

١٣ حڪمت:

پنهنجو راز، دل گهرٽي دوست کي به نه ٻڌائجي، ٿي سگهي ٿو ته سياڻي اهو دوست دشمن ٿي پوي ۽ ڪنهن دشمن کي به هرويرو نه ايذاءِ، متان اهو سياڻي تنهنجو دوست بنجي پوي.

پنهنجي دل جي راز واري ڳالهه ٻئي ڪنهن کي نه ٻڌاءِ. پوءِ ڇو نه تنهنجو دوست ئي هجي، ڇو ته ان کي وري ٻيا دوست هوندا. پوءِ راز راز نه رهندو.

ڪنهن کي راز جي ڳالهه ٻڌائي، پارت ڪرڻ ته: ڪنهن کي نه ٻڌائجانءِ، ان ڪان ماٺ ۾ رهڻ ڀلو آهي. (جيڪا ڳالهه تون دل ۾ سانڍي نه سگهئين، اها ٻيو ڪيئن سانڍيندو؟) اي عقلمند! پاڻيءَ جي روڻ کي اتندي ئي ٻڌي وٺ، ڇو ته جڏهن وڏو گهارو ٿي ويندو، ته تنهنجو وس نه هلندو.

١٤ حڪمت:

جيڪا ڳالهه ڪنهن کي روبرو يا ظاهر ظهور چوڻ چڱي نه سمجهجي، اها ان جي پرپٺ به نه ڪجي.

١٥ حڪمت:

ڪو دشمن جيڪڏهن مهربان نظر اچي ۽ دوستي ڪرڻ لڳي،ته ان مان غلط مطلب نه ونجي، پر ان کي اهو ئي دشمن ڄاڻجي. جڏهن دوستن جي دوستيءَ تي ئي اعتماد نه آهي، ته دشمن جي چاپلوسيءَ جي ڇا ڳالهه ڪبي. جنهن ننڍي دشمن کي ڪمزور ۽ حقير سمجهيو، ان ڄڻ ٿوريءَ باهه کي برداشت ڪيو آهي. حالانڪه سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي ته باهه جي خطري کان بچڻ لاءِ، ٿوري باهه کي ئي اجهائي ڇڏي، جڏهن وڏي ٻيڙ جي صورت۹اختيار ڪندي، ته وسائڻ کان وڏي ٿي ويندي. جنهن دشمن کي تير هڻڻ جي سگهه هجي، ان کي ڪمان سڌي ڪرڻ جو موقعو ئي نه ڏجي.

١٦ حڪمت:

ٻن دشمنن جي وچ ۾ اهڙي ڳالهه نه ڪر، جو اڳتي اهي پاڻ ۾

دوست ٿي پون تہ توکي لڄي ٿيٽو پوي. ٻن ماڻهن جي وچ ۾ جهيڙو مچائڻ باهہ وانگر آهي. انهن وٽ مخالفت جون ڳالهيون ڪرڻ، باهہ ۾ ڪاٺين سورڻ يا ڇيٽو ٻوري باهہ ٻرڪائڻ وانگر آهي. اڄ ڪٿي ڪو ماڻهو پنهنجي دشمن جي گلا تنهنجي واتان ٻڌي خوش ٿئي ٿو، پر سڀاڻي جيڪڏهن اهي پاڻ ۾ ٺهي ويا، تہ توکي پڇتائڻو پوندو. سمجهہ ۾ آيو تہ ٻن ماڻهن جي وچ ۾ جهيڙو وڌائڻ چريائپ آهي.

۱۷ حڪمت:

سياڻن سچ چيو آهي تہ: پنهنجي سڄڻ سامهون بہ ڳالهہ آهستي ڪر، متان ڪو دشمن ٻڌي نہ وٺي، ڇو تہ ڀتين کي بہ ڪن هوندا آهن.

۱۸ حڪمت:

جيڪو دشمن سان دوستي رکڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، اهو پنهنجي دوستن کي دشمن بنائڻ ٿو چاهي ۽ جيڪو تنهنجو دوست، تنهنجي دشمن سان گڏ رهڻ پسند ٿو ڪري، ان جي دوستي ڇڏي ڏي.

۱۹ حڪمت:

ٻن ڪمن مان ڪو هڪ ڪم ڪرڻو هجي، تہ اهو پاسو وٺ جنهن ۾ مشڪلاتون گهٽ هجن.

۲۰ حڪمت:

پنهنجي ساٿين سان سهڻو ڳالهاءِ. ساٿين سان جهيڙو ڪري کين دشمن نہ بناءِ!.

۲۱ حڪمت:

جيڪڏهن پئسن سان ڪو ڪم آسانيءَ سان ٿئي ٿو، تہ تون اجايو پاڻ کي خطري ۾ نہ وجهہ. عرب چوندا آهن تہ تلوار آخري حيلو آهي.

۲۲ حڪمت:

دشمن جي عاجزيءَ تي رحم نہ کاءُ. ڇو تہ جڏهن بہ هو طاقتور ٿيندو، تڏهن توکي نہ بخشيندو. دشمن کي ڪمزور ڏسي، مڇون نہ وٽ، ٻتاڪون نہ هڻ ۽ خوش نہ ٿيءُ. متان هو حقيقت ۾ ڪمزور نہ

هجي، تو غلط سمجهيو هجي. هر هڏي ۾ مِکُ هوندي آهي ۽ هر لباس ۾ بہ ضرور ڪو ماڻهو هوندو.

## ٢٣ حڪمت:

جيڪو ڪنهن بہ برائيءَ يا نقصانڪار شيءِ کي ختم ٿو ڪري، اهو سيني تي احسان ٿو ڪري، ڇو تہ برائي الله جو عذاب آهي. هن ان کي ختم ڪيو آهي.

## ٢٤ حڪمت:

چڱائي چڱي آهي، پر ظالم جي زخم جي ملم پٽي ڪرڻ غلط آهي. جنهن نانگ تي رحم ڪري، ان کي نہ ماريو، ان ڄڻ انسانن تي ظلم ڪيو.

## ٢٥ حڪمت:

دشمن جي نصيحت ٻڌڻ روا آهي، پر ان تي عمل ڪرڻ خطا آهي، ڇو تہ دشمن چڱائي ڪيئن ڏسيندو؟ هو چوَئي تہ ساڄي پاسي کان وڃ، تہ تون کاٻو پاسو وٺج!

## ٢٦ حڪمت:

گهڻي ڪاوڙ ڪرڻ سان نفرتون وڌنديون آهن ۽ گهڻي نرمائي رعب وڃائيندي آهي. ان ڪري ايترو سخت نہ ٿيءُ، جو ماڻهو توکان بيزار ۽ باغي ٿي پون ۽ ايترو نرم بہ نہ ٿيءُ، جو ماڻهو تنهنجي مٿي تي چڙهي وڃن.

سياڻن چيو آهي تہ: سختي ۽ نرمي ٻئي گڏ هجن، جيئن طبيب ڦٽ کي ٽڪو بہ ڏيندو آهي، تہ ملم بہ رکندو آهي. صرف سختي ڪرڻ عقلمند کي نہ ٿي سونهي، نہ وري رڳو نرمي ئي مناسب آهي، ڇو تہ ان سان پنهنجي عزت کي ڌڪ لڳندو آهي.

## ٢٧ حڪمت:

هڪڙي جوان پٽ،داناءَ پيءُ کي عرض ڪيو تہ: ابا! ڪا ڪراڙن واري قيمتي نصيحت ڪرينم. چيائين: ٻين سان چڱائي ايتري متان ڪرين،جو اُهي تيز ڏندن وارا بگهڙ بڻجي، ڏاڍا ٿي وڃن. چڱائي ان سان ڪبي،جيڪو چڱائيءَ جي لائق هجي. نااهل سان چڱائي ڪرڻ خطا آهي.

۲۸ حڪمت:

ٻه ماڻهو ملڪ ۽ دين جا دشمن آهن، هڪ اهو بادشاهه جيڪو بردبار نه هجي، ٻيو اهو بزرگ جنهنکي علم نه هجي.

الله کان دعا گهرجي ته ملڪ تي اهڙو حاڪم نه آڻي، جيڪو الله جي حڪمن جو فرمانبردار نه هجي. (جيڪو پنهنجي ڇهن فوٽن جي جسم ۾ ديانداري نٿو جاري ڪري سگهي، اهو ڪشادي ملڪ ۾ ماڻهن جي ڪهڙي خير خواهي ڪري سگهندو؟).

۲۹ حڪمت:

بادشاهه کي جڳائي ته مخالفن تي ايتري ڇڙ نه ڪري، جو پنهنجن خير خواهن جو اعتماد ئي وڃائي ويهي. ڪاوڙ ۽ ڇڙ جي باهه، اول ڪاوڙ ڪندڙ کي ئي جلائي، پوءِ جنهن تي ڪاوڙ ڪئي ٿي وڃي، ان تي اثر ڪري يا نه ڪري. انسان آدم جو اولاد،مٽيءَ جي پيدائش آهي. ان کي وڏائي ۽ آڪڙ نٿي جڳائي. متان ڇڙ ڪندي ايترو تيز ٿي وڃي،جو ماڻهو سمجهي نه سگهن ته هي مٽيءَ مان ٺهيل ماڻهو آهي يا باهه جي ڇپيءَ مان جڙيل شيطان آهي؟

۳۰ حڪمت:

بلقان شهر ۾ هڪڙي بزرگ وٽ پهتس. ان کي عرض ڪيم: اهڙي نصيحت ڪرينم جو هميشه لاءِ سڌري وڃان. مون کي چيائين ته: اي سياڻا! مٽيءَ وانگر بردباري ڌار! نه ته پڙهيل سڀ ڪتاب مٽيءَ ۾ پوري ڇڏ!

۳۱ حڪمت:

بداخلاق ۽ بدعادت ماڻهوءَ سان سندس بداخلاقي اهڙي دشمن وانگر گڏ آهي، جو جتي به ويندو ته بچي نه سگهندو. بداخلاق ماڻهو ڪٿي آسمان تي پهچي وڃي، ته اتي به ڦٽڪار کان بچي نٿو سگهي.

۳۲ حڪمت:

جڏهن ڏسين ته، دشمن ۾ ڦوٽ پئجي وئي آهي، پاڻ ۾ وڙهيا آهن ته تون دلي اطمينان سان رهه ۽ جڏهن ڏسين ته دشمن پاڻ ۾ ٻڌي ڪري هڪ ٿي ويا آهن، ته پوءِ ڪا پريشاني ڪر.

### ٣٣ حڪمت:

دشمن جڏهن پهچي نہ سگهندو آهي، تڏهن دوستيءَ جي ڪوشش ڪندو آهي، پر ان حيلي سان بہ هو اندروني ويڙهہ وڙهندو آهي.

### ٣٤ حڪمت:

نانگ دشمن هٿان مارائجي. نانگ مئو تہ بہ سٺو ٿيو ۽ دشمن مئو تڏهن بہ اسان ڪٽيو.

### ٣٥ حڪمت:

لڙائيءَ وقت دشمن کي ڪمزور نہ سمجهہ، ڇو تہ جيڪو ساهہ جو سانگو لاهي مقابلي ۾ بيٺو، اهو شينهن جو مٿو ڏاري سگهي ٿو.

### ٣٦ حڪمت:

اهڙي خبر تون نہ ٻڌاءِ جنهن سان ڪو ايذائجي ۽ ڏڪوئجي. تون ماٺ ۾ رهہ. ٻيلي تہ ڪو ٻيو اها ڳالهہ ڪري. تون بلبل وانگر بهار جي آمد واريون خبرون ٻڌاءِ، ويرانيءَ ۽ سج جي خبر ڇپري کي جڳائي.

### ٣٧ حڪمت:

بادشاهہ وٽ ٻئي ڪنهن جي خيانت جي خبر نہ ٻڌاءِ. البت اهڙي خبر تڏهن ڪري سگهين ٿو، جڏهن سمجهين تہ بادشاهہ منهنجي ڳالهہ تي سورهن ئي آنا يقين ڪري ويندو. اٿين نہ هجي، تہ پوءِ اهڙي ڳالهہ ئي نہ ڪرِ، نہ تہ پاڻ کي مارائيندين.

### ٣٨ حڪمت:

تون نصيحت اتي ڪر، جتي سمجهين تہ، فائديمند ٿيندي، نہ تہ بي قدرن وٽ پنهنجي ڳالهہ کي بي مُلهہ نہ بڻاءِ.

### ٣٩ حڪمت:

جيڪو شخص پاڻ پڏائڻ واري، وڏائي خور کي نصيحت ٿو ڪري، حقيقت ۾ پاڻ نصيحت جو محتاج آهي. (تہ اهڙن شخصن کي وعظ نہ ڪبو آهي).

۴۰ حڪمت:

دشمن جي ڏڻن (دلاسن) تي نہ لڳ! ۽ تنهنجي روبرو تنهنجي تعريف ڪندڙ جي دوکي ۾ نہ اچ. ڇو تہ دشمن جا دلاسا، ڦاسائيندڙ ڪوڙڪيءَ وانگر اٿئي ۽ هن جي تعريف لالچ جي جهليل جهولي آهي. ان ڪي جيڪڏهن تو کان ڪجهہ نہ مليو،تہ تنهنجا سوين عيب ڪيندو.

۴۱ حڪمت:

پنهنجي تعريف ٻڌي، بي عقل ائين خوشيءَ ۾ بود ٿيندو آهي، جيئن ڦوڪٽو هواء ڦوڪڻ سان ڦوڪبو آهي.

۴۲ حڪمت:

ڪنهنجي ڳالهائڻ مان جيسين اوٽايون نہ پڪڙبيون، تيسين هن جو ڳالهائڻ نہ سڌرندو. ان ڪري پنهنجي ڳالهائڻ تي هرويرو خوش نہ ٿجي، جيتوڻيڪ ڪي اڻ ڄاڻ واهہ واهہ ڪندا هجن.

۴۳ حڪمت:

هر ماڻهوءَ کي پنهنجو عقل سڀني کان وڌيڪ نظر ايندو آهي ۽ پنهنجو پٽ سڀني ٻارن کان سهڻو نظر ايندو آهي.

۴۴ حڪمت:

هڪڙي يهوديءَ ۽ هڪڙي مسلمان جو پاڻ ۾ مناظرو ٿي پيو، اهو جهيڙو ٻڌي مون کي کل پئي آئي. مسلمان ٺوڪ ڪندي چئي رهيو هو: اي الله! منهنجي هيءَ ڳالهہ سچي نہ هجي، تہ مون کي يهودي ڪري مارجانءِ ۽ يهودي چئي رهيو هو: توريت جو قسم! آئون پنهنجي ڳالهہ ۾ غلط هجان تہ الله مون کي مسلمان ڪري ماري. نتيجو هي نڪتو تہ: عقل جي ٻڪ قدرت ڪنهن کي نہ ڏني آهي، سڄي جهان مان عقل مورڳو گم ٿي وڃي، تہ بہ ڪو هڪ نہ چوندو تہ: آئون چريو آهيان.

۴۵ حڪمت:

ڏهہ ماڻهو هڪ دسترخواني تي گڏ کائي اٿندا، پر ٻہ ڪتا هڪ مئل ڍور تي پاڻ ۾ وڙهي مرندا. مطلب تہ حريص ماڻهو سدائين بکيو آهي، توڙي سڄو جهان هٿ ۾ اچيس ۽ قناعت وارو ماڻهو هڪ ڍڳڙيءَ

تي بہ ڪفايت ڪري ويندو.

سياڻا چوندا آهن: قناعت هجي، پوءِ فقيري بہ ڀلي آهي، قناعت کان سواءِ شاهوڪاري بہ ڪنهن ڪم جي نہ آهي.

تنگ معدو هڪ رکي مانيءَ سان ڀرجي سگهي ٿو، پر تنگ نظر جهان جي نعمتن سان نہ ڀربي. منهنجي پيءُ مرڻ وقت مون کي هيءَ آخري وصيت ڪئي هئي تہ: شهوت پرستي هڪ قسم جي باهہ آهي، ان کان بچجانءِ. پاڻ تي دوزخ جي باهہ نہ ڀڙڪائجانءِ. جڏهن توکي باهہ سهڻ جي طاقت نہ آهي، تہ اڄ ئي ان باهہ کي صبر جي پاڻيءَ سان اجهاءِ!

۴۶ حڪمت:

جنهن طاقت وقت نيڪي نہ ڪئي، اهو هيٺائيءَ ۾ ڏجها ڏسندو. ماڻهن کي ايذائيندڙ جو هي حال ٿيندو، جو مصيبت ۾ گرفتار ٿيڻ وقت، ان جو ڪوبہ همدرد موجود نہ هوندو.

۴۷ حڪمت:

جيڪا شيءِ پيدا تڪڙي ٿئي ٿي تہ اها فنا بہ جلدي ٿئي ٿي. ٻڌڻ ۾ ايندو آهي تہ، ڪنهن ملڪ جي مٽيءَ مان چاليهن سالن جي محنت کان پوءِ هڪ پيالو جڙي سگهندو آهي، پر اهو پيالو ٻين پيالن کان گهڻو قيمتي ۽ پائدار هوندو آهي، انهن کان جيڪي سؤ پيالا ڏينهن ۾ جڙندا آهن. ڪڪڙيءَ جو ٻچو آني مان نڪرڻ سان چڳڻ لاءِ چون چون ڪري ٿو، پر انسان جو ٻچو ڄمڻ وقت عقل ۽ سمجهہ نٿو رکي. جيڪو تڪڙو وڏي وڏو ٿيو، ڪنهن منزل تي نہ پهتو، پر هيءُ انسان جو ٻچو فضيلت ۽ مرتبي ۾ سڀني کان چڙهي ويو.

۴۸ حڪمت:

ڪوبہ ڪم صبر سان درست ٿئي ٿو، تڪڙ ڪرڻ سان ماڻهو مُنهن ڀر ڪري ٿو، ڪيترا دفعا تجربي سان ڏٺو اٿئون تہ: تڪڙا گهوڙا ڍڳهي منزل ۾ سهڪي پوندا آهن، منزل تي پهچي نہ سگهندا آهن. اتي ڍرڙو اٺ آرام سان منزل تي پهچي ويندو آهي.

**۴۹ حڪمت:**

نادان ماڻهوءَ لاءِ ماٺ ۾ رهڻ کان وڌيڪ ڪا چڱي ڳالهه ناهي ۽ اها ڳالهه ڄاڻي ها ته نادان نه ليکجي ها. سياڻن چيو آهي ته: جڏهن تو ۾ ڳالهائڻ جو ڪمال نه آهي، ته پوءِ زبان کي وات ۾ بند رک. ماڻهوءَ کي سندس زبان اس ۾ به ويهاري ته ڇانو ۾ به.

**۵۰ حڪمت:**

هڪڙو بي عقل ماڻهو گڏهه کي پڙهائڻ لڳو. ڏاڍي مغز ماري ڪري رهيو هو. ڪنهن داناءَ چيس: اڙي چريا! تون اجائي محنت ٿو ڪرين. متان هن جو توتي اثر ٿي وڃي. تون سوين ڪوششون ڪرين، جانور کي ڳالهائڻ سيکاري نه سگهندين توکي گهرجي ته تون جانورن کان ماٺ سکي وٺ!

**۵۱ حڪمت:**

جيڪو ماڻهو ڪنهن سوال جو جواب سوچي ويچاري نه ڏيندو، ان کان غلطيون گهٽيون ٿينديون.

**۵۲ حڪمت:**

اهڙو ڳالهاءِ، جو انسان ان مان پرائين، نه ته ٻورن وانگر ماٺ ۾ رهندو ڪر.

**۵۳ حڪمت:**

جيڪو پاڻ کان وڌيڪ ڄاڻوءَ ۽ داناءَ سان بحث ڪري ٿو، ان کي سيڪو بي عقل سمجهندو.

**۵۴ حڪمت:**

جيڪو ٻچڙن جي ڪچهريءَ ۾ ويهندو، اهو چڱائي نه ڏسندو. جيڪڏهن ڪو ملائڪ صفت ماڻهو، جنن ۽ ديون سان گڏ ويهندو، ته اهو به خيانت ۽ مڪر سکي وٺندو.

**۵۵ حڪمت:**

ماڻهن جا لڪل عيب تون ظاهر نه ڪر. ان سان هو خوار ٿيندا ته توتي به ماڻهو اعتبار نه ڪندا.

٥٦ حڪمت:

جنهن علم پرايو ۽ عمل نہ ڪيو، ان جو مثال ائين آهي، جيئن ڪنهن ماڻهوءَ هر ڪاهيو ۽ ٻج نہ ڇٽيو.

٥٧ حڪمت:

بي دليو ماڻهو اطاعت ڪري نہ سگهندو، جيئن بنا مغز ٺلهي ڪل مان ڪو سلو نہ ڦٽندو آهي.

٥٨ حڪمت:

جيڪو بحث مباحثي ۾ چست آهي، ضروري ناهي تہ ٻين معاملن ۾ بہ درست هجي.

٥٩ حڪمت:

برقعي پاتل عورت ڪي هر هر گهوري نہ نهار، متان اُن ۾ تنهنجي ماءُ جي بہ ماءُ هجي.

٦٠ حڪمت:

جيڪڏهن سڀ راتيون شب قدر هجن ها، تہ شب قدر جو قدر ئي نہ هجي ها ۽ سڀ پٿر هيرا جواهر هجن ها، تہ هيرن جواهرن جي ڪا قيمت نہ هجي ها.

٦١ حڪمت:

جيڪو خوبصورت هجي، ضروري ناهي تہ خوب سيرت بہ هجي. ڇو تہ ڪڏهن سهڻي چمڙيءَ اندر ڪيتريون برايون هونديون آهن.

٦٢ حڪمت:

ڪنهن بہ ماڻهو جو ظاهر، هڪ ڏينهن ۾ ڄاڻي سگهجي ٿو ۽ ان جي علم جو اندازو بہ لڳائي سگهجي ٿو، پر ڪنهن جي بہ اندر ڪي تون معلوم نہ ڪري سگهندين.

٦٣ حڪمت:

جيڪو پاڻ ڏاڍي سان هٿ اٽڪائي ٿو، ڄڻ پنهنجي جان جي پٺيان ٿو پوي. جيڪو سِگرِ ڪهڻي سان متو ويڙهائيندو، پنهنجو متو ڦاڙائيندو.

٦٤ حڪمت:

جيڪو پاڻ کي وڏو سمجهندو، ان جي نظر ڇڻ تيڏي آهي، جو صحيح نٿو ڏسي سگهي.

٦٥ حڪمت:

شينهن سان چنبو اٽڪائڻ ۽ تلوار تي مڪ هڻڻ عقلمندن جو ڪم ناهي. ڪنهن مست سان مقابلي ڪرڻ بدران، هٿ بند ڪري ويهي رهه.

٦٦ حڪمت:

جيڪو ماڻهو پاڻ ڏاڍي سان مقابلو ٿو ڪري. اهو پنهنجي موت تي دشمن جي مدد ٿو ڪري، ڇانوَ ۾ پليل ماڻهو، لڙاڪو ماڻهوءَ سان ڪيئن لڙي سگهندو!

٦٧ حڪمت:

جيڪو ٻين جي نصيحت نٿو مڃي، اهو سزا کائڻ ٿو چاهي.

٦٨ حڪمت:

بي هنر ماڻهو هنرمند کي ڏٺي به نه سهندو. جيئن شڪاري ڪتي لاءِ بازاري ڪتا بوهيارو ڪندا آهن، حالانڪ ان سان وڙهي نه سگهندا آهن. ائين بي عقل ماڻهو، داناءَ سان ڪنهن به ڳالهه ۾ پڇي نه سگهندو آهي، پوءِ ان جا عيب ڪيندو وتندو آهي. هيٺو دشمن، مقابلي جي طاقت نه سمجهندو، پوءِ گلا ئي ڪندو وتندو، ٻيو ڇا ڪندو؟

٦٩ حڪمت:

جيڪڏهن بک جو آزار نه هجي ها، ته ڪوبه پکي ڪوڙڪيءَ ۾ ڪونه ڦاسي ها. پوءِ ته شڪاري به ڪوڙڪي ڪونه اڏي ها. اهو پيٽ ئي آهي جيڪو هٿن ۾ هٿڪڙيون به هڻائي ٿو، ته پيرن ۾ زنجير به وجهرائي ٿو. ڀلا پيٽ جو ٻانهو، الله جو ٻانهو ڪيئن ٿيندو؟

٧٠ حڪمت:

سياڻو ماڻهو ڪاڏو دير دير سان کائيندو. عبادت ڪندڙ ماڻهو پيٽ اڌ بکيو رکندو ۽ زاهد ايترو مس کائيندو، جنهن سان جي سگهي.

جوان مرد ٿالهہ خالي ڪرڻ تائين پيو ڪائيندو. پوڙهو ماڻهو پگهر اچڻ تائين پيو ڪائيندو ۽ مست فقير تيسين ڪائيندو، جيسين معدي ۾ ڪا جاءِ اٿس، ۽ٻي ڪنهن جو خيال ئي نہ ڪندو.

ڪنهن سياڻي چيو آهي تہ: پيٽ جي پوڄاري ماڻهوءَ کي ٻہ راتيون ننڊ نہ ايندي آهي. هڪ اها رات جنهن رات گهڻو کائي، بي قرار ٿي پوي، ٻي اها رات جڏهن بک هجيس ۽ بي قراريءَ سبب ننڊ نہ اچيس.

### ٧١ حڪمت:

ظالن سان مشورو ڪرڻ تباهي آهي ۽ فساديءَ سان سخا ڪرڻ گناهہ آهي. جيئن بگهڙ تي رحم ڪرڻ، رڍن تي ظلم ڪرڻ آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪميڻي ماڻهوءَ تي تون رحم ڪري پئسا ڏيندين، تہ تنهن جي تعاون سان هو گناهہ ڪندو.

### ٧٢ حڪمت:

جيڪو هٿ آيل دشمن کي نٿو ماري، اهو پنهنجي جان جو دشمن آهي. جيئن نانگ آڏو هجي ۽ هٿيار تنهن جي هٿ ۾ هجي، تہ نانگ نہ مارڻ بي عقلي آهي ۽ ڪن سياڻن کي ان اصول جي ابتڙ چڱائي نظر آئي آهي. اهي چون ٿا تہ قاتل قيديءَ کي قتل ڪرڻ ۾ دير ڪرڻ چڱي آهي، جيئن سوچڻ جو موقعو ملي. قيدي زنده هوندو، تہ سوچڻ کان پوءِ ان کي قتل بہ ڪري سگهبو. پر جيڪڏهن تڪڙ ڪري ماري وجهبو، تہ سوچڻ کان پوءِ ان کي ڦوڪ سان زندهہ ڪونہ ڪري سگهبو.

سياڻن چيو آهي تہ: تير سوچي هڻڻ گهرجي، ڇو تہ تير ڇٽل واپس وري نہ سگهندو.

### ٧٣ حڪمت:

داناءُ عالم جيڪڏهن ڪنهن ڇٽ سان هٿ اٽڪائي ٿو، تہ پنهنجي عزت جو بيقدر آهي ۽ جيڪڏهن ڪو اڻ ڄاڻ، گهڻي ڳالهائڻ ۾ عالم کان ڏاڍو ٿي وڃي، تہ ڪو عجب نہ آهي، ڇو تہ بيڪار پٿر سان قيمتي پٿر ڀڃي پوندو آهي. جيڪڏهن ڪو مانائتو ماڻهو، ڪنهن ڪميڻي ماڻهوءَ کان ڏاڍائي ڏسي، تہ ڏک نہ ڪري، ڪاوڙ نہ ڪري، صبر سان سهي وڃي.

۷۴ حڪمت:

ڪو داناء بي عقلن جي ڪچهريءَ ۾ موجود هجي ۽ هنن جو ڏاڍيان ۽ گهڻو ڳالهائڻ داناء جي ڳالهائڻ کي بند ڪري ڇڏي، ته ڪو عجب ڪونهي. ڇو ته ڍول جي بوءِ عنبر جي خوشبوءِ کان گهڻي هوندي آهي ۽ جاهل جو ڳالهائڻ دهل وانگر آهي، اهو ٻين آوازن کان زور ٺيٺو ٿي آهي.

۷۵ حڪمت:

جيڪڏهن موتي گپ ۾ ڪري پوي، ته موتي ئي آهي. مٽيءَ جي ڌوڙ مٿي اڏامي آسمان تائين پهچي ته پوءِ به بي قيمت آهي. جنهن ۾ ڪا لياقت نه هوندي، ان کي تعليم ڪو اثر نه ڪندي. باهه ڀڙڪي مٿي چڙهي ٿي پر ان سان سندس مان ڪهڙو مٿي ٿيندو؟ ۽ سياڻا چوندا آهن ته: ڪنڊ جو قدر ڪمند جي ڪري ناهي، پر اها خاصيت ڪيس پنهنجي ئي آهي.

ڪنعان، الله جي هڪ نبي سڳوري جو پٽ هئو، پر منجهس ڪو ڪمال ڪونه هو، ته مرتبو نه مليس. ابراهيم عليه السلام آزر جو پٽ هو، پر خدا داد صلاحيتن سبب آڙاهه ۾ آرام مليو هوس ۽ درجو به بلند ٿيس.

۷٦ حڪمت:

عطر اهو آهي، جنهن جي سرهاڻ پاڻ مرادو اچي ۽ اهو عطر ڪونهي، جنهن لاءِ عطر وڪڻندڙ چوي ته: هيءُ عطر آهي.

داناءُ ماڻهو عطر جي شيشيءَ وانگر آهي، ڀلي ماٺ رهي ۽ هلڪڙائيءَ وارو نادان ماڻهو دهل وانگر آهي، آواز وڏو اٿس پر اندر خالي کوکو اٿس.

۷۷ حڪمت:

ڪنهن عالم جو جاهلن جي وچ ۾ هجڻ ائين آهي، جيئن انڌن جي وچ ۾ سچو يا بي دينن وٽ قرآن پاڪ جو نسخو.

۷۸ حڪمت:

سالن جي طلب کان پوءِ جنهنکي دوست بنائين ٿو، ان کي گهڙيءَ ۾ ڦٽائڻ چريائپ آهي، جيئن ڏسو ته پٿر هزارين سالن کان پوءِ لعل ٿو بڻجي. ان کي يڪدم پٿر هڻي ڀڃي نه ٿو سگهجي.

۷۹ حڪمت:

انسان جو عقل نفس جي چنبي ۾ ائين قابو آهي، جيئن سادو ماڻهو مڪريليءَ رَنَ وٽ ڦاٿل هجي.

۸۰ حڪمت:

جنهن گهر مان زالن جو لڙ ۽ آواز ٻاهر ٻڌڻ ۾ آيو، ان گهر ۾ ڪڏهن به خوشي نظر نه ايندي.

۸۱ حڪمت:

هيٺي ماڻهوءَ جي سٺي راءِ ۽ مشورو اجايو ليکيو ويندو ۽ جنهن ماڻهوءَ کي طاقت گهٽي هجي،پر سوچ صحيح نه هجيس،ته اهو به چرين ۾ شمار ڪيو ويندو.

۸۲ حڪمت:

اهو جوان مرد جيڪو ڪائي ۽ سخا ڪري ٿو، اهو ان بزرگ کان ڀلو آهي، جيڪو ماڻهن کان پڳر ۽ نذر وٺي،پيٽيءَ ۾ سانڍيندو وڃي.

۸۳ حڪمت:

جيڪو ماڻهو ماڻهن ۾ مقبوليت حاصل ڪرڻ لاءِ تقويٰ ٿو اختيار ڪري، اهو حلال کي ڇڏي حرام ۾ پيو آهي. جنهن الله خاطر عبادت نه ڪئي، ان ويچاري جي آڏو ڪارو آئينو آهي. اڳتي ڇا ڏسي سگهندو؟ آخرت ۾ ڇا ڪمائيندو؟

۸۴ حڪمت:

ٿورو ٿورو گڏ ٿي گهڻو ٿيندو آهي، ڦڙو ڦڙو ٿي تلاءُ ڀربو آهي. يعني جنهن کي اڄ پٿر هٽڻ جي طاقت ناهي، اهو پاڻ ڏي اچلايل پٿر ڳڻيندو ٿو وڃي، جڏهن به وقت ملندس، سڀ ڪٺرون ڪيندو. ان ڪري چوندا آهن: ڦڙي ڦڙي مان نهر ٻڌجي ٿي، نهر نهر مان ٿين درياءَ. داڻو داڻو گڏ ٿي، آن جو ٿئي انبار.

۸۵ حڪمت:

عالم کي ڪنهن به جاهل ڇٽ تي ڪک رکڻ نه گهرجن. ائين

ڪندو تہ ھيٺو نقصان ڪندو. ھڪ تہ پنھنجي عزت گھٽائيندو، ٻيو تہ ھن جاھل جي ڏاڍ کي مضبوط ڪري ٿو. ظلم ۽ ڏاڍ کي ھمٿائي ٿو.

جيڪڏھن ڪو نالائق ماڻھوءَ سان گھڻي نرمي ڪندو، تہ ھو تيئن ڪنڌ مٿي ڪري سيٽبو ويندو.

### ٨٦ حڪمت:

گناھ ڪير بہ ڪري تہ خراب آھي، پر عالم سگھورو گناھ ڪري تہ وڌيڪ خراب آھي. ڇو تہ شيطان سان مقابلي ڪرڻ جو ھٿيار (علم) ھن وٽ موجود آھي. ان ھٿيار ھوندي شيطان وٽ گرفتار ٿي پوي، تہ اھو ھين ڪان وڌيڪ ڄڄي ٿي پوندو.

ڪو عام اڻ ڄاڻ ۽ بي عقل ماڻھو پريشان ٿيوڦري تہ اھو ان سياڻي ڪان چڱو آھي، جنھن ۾ پرھيزگاري نہ ھجي. ڇو تہ ھو انڌو آھي،ان ڪري واٽ ڀلجي پيو آھي ۽ ھيءُ علم ۽ عقل جي اکين ھوندي،وچي کوھہ ۾ ڪريو آھي.

### ٨٧ حڪمت:

ھن ساھ تي ڪو ويساھ ڪونھي، اڄ نڪري يا سڀاڻي وڃي. اھو ماڻھو جيڪو پنھنجو دين ڏئي دنيا ٿو ھٿ ڪري، اھو گڏھ وانگر آھي. ڀلا يوسف عليہ السلام کي وڪٽي،ھن جي ڀائرن ڇا ھٿ ڪيو ھو، جو ھيءُ ڪجھہ ھٿ ڪري سگھندو؟

قرآن شريف ۾ آھي؛

اَلَمْ اَعْهَدْ اِلَيْكُمْ يٰبَنِيْٓ اٰدَمَ اَنْ لَّا تَعْبُدُوا الشَّيْطٰنَ

يعني، ھڪ ڏينھن الله تعاليٰ سوال ڪندو تہ: مون توھان ڪان واعدو نہ ورتو ھو.تہ شيطان جا پوڄاري نہ ٿجو.

اي نادان انسان! تون دشمن شيطان جي چوڻ تي پنھنجي خيرخواھ خدا ڪان پري ٿيو آھين! ڪجھہ سوچ ڪر، تہ ڪنھن ڪان پري ٿيو آھين ۽ ڪنھن سان ناتو رکيو اٿئي؟

### ٨٨ حڪمت:

الله جي خاص ٻانھن سان شيطان بہ نٿو پڇي سگھي ۽ سڄي ماڻھوءَ سان بادشاھ بہ پڇي نہ سگھندو.

**٨٩ حڪمت:**

جيڪو نماز نٿو پڙهي، ان کي قرض نہ ڏي. پلي تہ بکن ۾ پاهہ ٿيندو هجي، ڇو تہ جنهن رب جو فرض پورو نہ ڪيو، اهو تنهن جي قرض لاهڻ جي ڪهڙي ڳڻتي ڪندو. اڄ هو هن ماڻهن جيترو ڪاڏو آڏو رکي اڪيلو ڪائي ٿو ۽ جڏهن سپاٽي اوڌر گهربس، تڏهن چوندو: ڪنڊيءَ تي رنگ چرنديءَ تي چرم.

**٩٠ حڪمت:**

جنهن جيڙري غريبن مسافرن کي ماني نہ ڪارائي تہ سندس مٺي پچاٽان، ان جو تالو بہ مٺل چاڻ. انگورن جو مزو اهو مسڪين چاٽي، جنهن کي قسمت سان هٿ اچن. باغائيءَ کي اهو لطف نہ ايندو، ڇو تہ هو روز ٿو ڪائي. چون ٿا تہ: حضرت يوسف عليه السلام ڏڪار وارن سالن ۾ پيٽ پري نہ ڪائيندو هو، تہ متان بکيا وسري وڃن. جيڪو سکن ۾ پليو آهي، ان کي بئي جي بک جي ڪهڙي خبر؟ بئي جي پريشاني اهو ئي سمجهي سگهندو، جيڪو ڪڏهن پاڻ پريشانيءَ ۾ ڦاٿو هوندو.

جنهن سڄي عمر پلن گهوڙن (پلين سوارين) تي چڙهي گذاري آهي، ان کي غريب ڪائير جي ڪائين سٽيل گڏهہ جي گپ ۾ ڪپجڻ جي ڪهڙي خبر؟ سياڻن چيو آهي تہ: مسڪين پاڙيسريءَ جي گهر ۾ دونهون دڪندو ڏسي، انهيءَ ڪان ٿاڌو ونڻ نہ وڃ، ڇو تہ جنهن کي تو دونهون سمجهيو آهي، سو در حقيقت ان جي دل جي آهہ آهي، جيڪا ان جي گهر جي روشندان مان ڪنهن ڪنهن مهل ظاهر ٿي ٿئي.

**٩١ حڪمت:**

ڪنهن بکئي مسڪين ۽ ڏکن ۾ ڏڏيل انسان ڪان سڪٽا حال نہ پڇا البت تڏهن پڇي سگهين ٿو، جڏهن هن جي زخمن جي مرهم پٽي بہ ڪرين. جيڪڏهن ڪنهن بار واري گڏهہ کي ڪتي گپ ۾ ڦاٿل ڏسين، تہ گڏهہ واري سان زباني همدردي ڪرڻ رحم ڪونہ آهي. رحم تڏهن چئبو، جڏهن ان گڏهہ کي گپ ڪان ٻاهر ڪيڻ ۾ هٿ ونڊائين ۽ ڪوشش ڪرين.

۹۲ حڪمت:

ٻه ڳالهيون عقل جي ابتڙ آهن. ۱. لکيل رزق کان وڌيڪ کائڻ.
۲. مقرر ٽيل وقت کان اڳ ۾ مرڻ.

عالمن چيو آهي ته: ڪو ڪٽي درد ڀريون دانهون ڪري يا ڏينهن رات شڪر ڪري، پر الله جي تقدير تبديل ڪانه ٿيندي. ڪنهن پير مرد جي ٻرندڙ ڏيئي کي هوا جي جهوٽي وسايو، ته هوا تي مقرر ٿيل ملائڪ کي ڪهڙو ترس پوندو. مقرر ٿيل رزق، لوچي يا نه لوچي، ضرور ملندو ۽ موت جو وقت مقرر نه هوندو ته شينهن جي ڀرسان لنگهي وڃڻ وقت به ڪونه کائيندو.

نصيب ۾ لکيل نه هو،ته سڪندر بادشاهه کي آب حيات نصيب نه ٿيو. ملاح جي ڄار ۾ اها مڇي ڦاسندي، جيڪا ملاح جو نصيب هوندي ۽ مڇي به اها مرندي، جنهن جا ڏينهن پُنا هوندا. ماڻهو رزق جي پٺيان ڊوڙندو ٿو وتي، حالانڪ رزق ۽ موت ماڻهوءَ جو پيڇو نه ڇڏيندا آهن.

۹۳ حڪمت:

ڏوهاري شاهوڪار، سون جو پاڻي چڙهيل پٿر آهي يا ان کي فرعون جي موتين مڙهيل ڏاڙهيءَ وانگر سمجهه ۽ نيڪ بزرگ ماڻهو، مسڪين ۽ مٽي هاڻو هجي، ته ان کي موسيٰ عليه السلام جي غريباڻي گودڙي سمجهه. نيڪن کي پهتل مصيبت ۾ به سندن لاءِ ڀلائي آهي ۽ ڏوهاريءَ کي مليل نعمت،ان لاءِ عذاب جو سبب آهي.

۹۴ حڪمت:

جنهن عزت ۽ دولت هوندي غريبن کي ياد نه ڪيو، ته سياڻي غريبن وٽ به هن کي ڪوئي نه ليکيندو.

۹۵ حڪمت:

حاسد ٻئي تي ٿيل نعمت نٿو سهي، يعني الله جي نعمت ۾ هو بخيل ٿو بڻجي ۽ خواهه مخواهه بيگناهه ماڻهن سان وير ٿو وهائي. هڪ بدماغ کي ڏٺم ته ڪنهن عزت واري جي گلا ڪرڻ لڳو. گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو، چيومانس ته: دوست! تون جيڪڏهن بدبخت آهين ته ان

۽ هن نيڪ بخت جو ڪهڙو قصور؟

سياڻن چيو آهي ته: ساڙولي ماڻهوءَ لاءِ خدا ڪان ٻي ڪا سزا نه گهرو، ڇو ته هُن لاءِ حسد ۽ ساڙئي وڏي سزا آهي. هن سان دشمني ڪرڻ جي ته ضرورت ئي نه آهي، حسد جهڙو دشمن ان ڪي لڳل آهي.

## ٩٦ حڪمت:

جنهن شاگرد کي استاد سان عقيدت نه آهي، اهو ان عاشق مثل آهي، جنهن وٽ ڏوڪڙ نه هجي. رستي جي ڄاڻ ڪان سواءِ سالڪ ائين آهي، جيئن پکي بنا پرن جي. عمل ڪان سواءِ عالم ائين آهي، جيئن وڻ بنا ميوي جي. بزرگ فقير بنا علم جي ائين آهي، جيئن بغير دروازي جي ڪو گهر هجي. قرآن شريف نازل ٿيڻ جو مقصد، انسانن جا اخلاق سڌارڻ آهي، هن لاءِ ڪونه آيو آهي ته منڙي.سر سان پلتا هٽي پڙهجي. جاهل عبادت گذار، پيادي ماڻهوءَ وانگر آهي ۽ عمل ۾ ڪوتاهي ڪندڙ عالم، سوار ته آهي پر ننڊ ۾ نهوڙيل آهي. جيڪو عابد مغرور هجي، ان ڪان اهو ڏوهاري ڀلو، جيڪو رب آڏو هٿڙا کڻي، معافي گهري.

## ٩٧ حڪمت:

اهو گنهگار جيڪو توبهه ڪندو رهي ٿو، اهو آڪڙ واري عابد ڪان ڀلو آهي، عام ماڻهو اعليٰ اخلاق وارو، ان عالم ڪان چڱو آهي، جيڪو عوام کي ايذائي.

## ٩٨ حڪمت:

ڪنهن داناءَ ڪان پڇيائون ته: عالم بنا عمل جي ڪيئن آهي؟ جواب ڏنائين ته: ڏينيوءَ وانگر، جنهن مان ماکيءَ جي اميد ناهي. اي بي مروت ڏينيو! ماکي نه ٿو ڏين، ته ڏنگ به نه هڻ.

سياڻن چيو آهي ته: بي مروت شوخ انسان مڙس نه آهي، پر جهيڙيڪار عورت وانگر آهي ۽ لالچي بزرگ، ٺڳ ۽ ڌاڙيل آهي. هن مڪر ڪري اڇا ڪپڙا پاتا آهن، پر اعمال نامون ڪارو اٿس. بزرگي هن طرح آهي جو دنيا ڪان هٿ پوئتي ڪري، پوءِ ڀلي چوغو پاتل هجيس يا نه هجيس.

**٩٩ حڪمت:**

ٻن ماڻهن جي دل مان حسرت ڪڏهن نہ ڪتندي. سدائين فڪر ۾ ڦاٿل رهندا. هڪ اهو واپاري جنهن جي واپار وارو ٻيڙو ٻڏي ويو هجي، ٻيو اهو ماڻهو جنهن کي وڏن کان ورثي جو مال مليو، پر اهو ڪپاٽي هاڻي پنندو ٿو وتي.

**١٠٠ حڪمت:**

فقيراڻي سنگت ۾ جيڪو پنهنجي ملڪيت وقف نہ سمجهي، فقيرن وٽ ان کي قتل ڪري ڇڏڻ روا آهي. جيڪڏهن هاٿيءَ واري سان ياري هوندي تہ پنهنجي گهر ۾ هاٿيءَ لاءِ تنبيلو بہ ٺاهڻو پوندو. يا تہ هن سان سنگت ئي نہ رکجي. يا تہ نيري لباس وارن فقيرن سان سنگت نہ رک، جي رکين ٿو تہ پنهنجي گهر ۽ مال تان هٿ کڻي ڇڏ.

**١٠١ حڪمت:**

بادشاهن يا اميرن‌وٽان مفت مليل ريشمي پوشاڪ کان، پنهنجو پراڻو ڪپڙو ڀلو آهي ۽ وڏن ماڻهن جي دسترخواني تي کاڌا لذيذ آهن، پر پنهنجي گهر جي سڪل ماني بهتر آهي. محنت مزدوريءَ سان ڪمائي، ساڳ سان سڪي روٽي کائڻ بهتر آهي، ڪنهن امير وٽ ٻاڪرن ھوڙن پلائن کائڻ کان.

**١٠٢ حڪمت:**

اڻ سجاتل دوا، بنا پڇڻ جي کائڻ ۽ اڻ ڏٺل واٽ ۾ بنا سنگت ساٿ جي اڪيلو هلڻ،عقل جي ابتڙ آهي.

**١٠٣ حڪمت:**

امام غزالي رحمہ الله کان پڇيائون تہ: تون علم جي اعليٰ مرتبي تي ڪيئن پهتين؟ چيائين: جا شيءِ نہ ايندي هئم، ان جي پڇڻ ۾ لڄ نہ ڪندو هوس ۽ عار نہ سمجهندو هوس. بيماريءَ وقت ڪنهن حڪيم کي طبيعت ڏيکارڻ ۽ علاج وٺڻ يا نہ ايندڙ ڳالهہ بابت پڇا ڪرڻ سياڻپ آهي.

**١٠٤ حڪمت:**

جڏهن توکي پڪ هجي تہ: فلاڻي ڳالهہ مون کي پاڻهي معلوم

ٿي ويندي، ته ان جي پيڇڻ ۾ تڪڙ نه ڪر! ائين ڪرڻ سان تنهنجي عزت گهٽبي.

ڳالهه ٿا ڪن ته:لقمان حڪيم، حضرت دائود عليه السلام کي لوهه مان معجزي سان زرهه ٺاهيندي ڏٺو، ته اهو نه پڇيائينس ته: ڇا ٿا ٺاهيو؟ ٺهي راس ٿيڻ ڪان پوءِ اها زرهه دائود عليه السلام پنهنجي جسم تي پائي، لقمان حڪيم کي ٻڌايو ته هيءَ زرهه آهي، هن مان هي فائدا آهن.

## ۱۰۵ حڪمت:

ساٿ، سنگت جي تقاضا آهي ته گهر جي مالڪ سان ان جي مرضيءَ مطابق هل يا اهو گهر ئي ڇڏي ڏي. ڪچهريءَ ۾ ڪا ڳالهه ماڻهن جي دلچسپيءَ ۽ طبيعت مطابق ڪجي. سياڻو ماڻهو اهو چئبو، جيڪو مجنونءَ جي آڏو ڳالهه رڳو ليليٰ جي خوبين جي ڪري.

## ۱۰۶ حڪمت:

جيڪو ماڻهو بڇڙن جي ڪچهريءَ ۾ ويهندو، پوءِ ڪٿي هن جي عادتن تي ان سنگت جو اثر نه به پوي، ته به بڇڙائيءَ جي الزام کان پاڻ بچائي نٿو سگهي. جيڪڏهن ڀنگ جي پِٽي ۾ نماز پڙهڻ ويندو،ته به ماڻهو چوندا ته:ڀنگ ڇڪڻي وڻڻ ويو هو.يا پيالا پاڻي ڪرڻ ويو هو.

چورن سان چاهه پئي، جي من ميڙ ڪئي،
پوندو ته ڪاٿ، نه ته به ڪوٺائبو سهي.

جيڪو ماڻهو چرين سان گڏ گهاريندو.ته ماڻهو ان کي چريو ضرور چوندا. پوءِ ڪٿي ڪيڏو به سياڻو هجي ۽ جي اڳ ۾ ئي اڌ چريو آهي،ته چرين جي سنگت ۾ سڄو چريو ٿي پوندو.

## ۱۰۷ حڪمت:

اٺ ڪهڙو نه بردبار جانور آهي، جو ڪو ٻار مهار مان وٺيو وڃيس ٿو، ته به هيءُ انڪار ڪونه ٿو ڪري. پر جتي اٽانگي واٽ ڏسندو،(جيئن ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ وغيره) ته اتي فرمانبرداريءَ کان انڪار ڪندو، ڇو ته، جتي اطاعت ۽ نرمي نقصانڪار هجي، اتي نرمي نه جڳائي.

سياڻن جو چوڻ آهي تہ: گهڻي نرمي ڪرڻ سان دشمن دوست ڪونہ بڻبو. ويتر دشمنيءَ جي لالچ وڌي ويندس.

**١٠٨ حڪمت:**

جيڪو تو سان قربداري ڪري، تہ تون بہ ان جي پيرن جي پٽي بڻجي وڃ ۽ جيڪو تو سان اجائي شوخي ڪري، تہ اکين ۾ خاڪ وجهينس ۽ ڪميڻي ماڻهوءَ آڏو اجائي نرمي نہ ڪر! ڇو تہ ڪتو ڇا ڄاڻي ڪٽڪ جي مانيءَ مان. لوهہ تي چڙهيل ڪٽ روات سان ئي لهندي.

**١٠٩ حڪمت:**

جيڪو ماڻهو ٻين آڏو گهڻو ڳالهائي، پنهنجي علم جو اظهار ڪرڻ چاهي ٿو، اهو پنهنجي مُور ڪائي ظاهر ٿو ڪري. سياڻپ جي اصولن مان آهي تہ: جنهن شيءِ بابت سوال ٿئي، داناءَ ان وقت ڳالهائي جواب ڏئي. چوندا آهن تہ: جيڪو ماڻهو گهڻو ڳالهائيندو، پوءِ ڇو نہ ڪٿي سندس ڳالهہ حق ئي هجي، تہ بہ سندس ڳالهہ تي ڪو عمل نہ ڪندا.

**١١٠ حڪمت:**

مون ڪي جان تي ڪپڙي اندران ڦرڙي ٿي پئي. اسان جو استاد هميشہ هيئن سوال ڪندو هو تہ: ابا! ڦرڙي ڪيئن آهي؟ اهو ڪڏهن نہ پڇيائين تہ: ڦرڙي ڪٿي نڪتي اٿئي. آئون سمجهي ويس تہ استاد اهڙي سوال کان پاسو ٿو ڪري، جنهن ۾ آئون ڪنهن اهڙي عضوي جو نالو ڪٺان جو پوءِ ٻنهي کي شرمسار ٿيڻو پوي.

سياڻا چوندا آهن تہ: جيڪو ڳالهائڻ ۾ احتياط نہ ڪندو، اهو ڪيترا دفعا ماڻهن جي جواب سان ڏکوئبو رهندو. ان ڪري جنهن ٻول لاءِ سورنهن آنا پڪ هجي تہ اهو بلڪل درست ۽ مفيد ٻول آهي تہ ڳالهائجي، نہ تہ ماٺ ۾ رهڻ بهتر آهي ۽ داناءَ چوندا آهن تہ: جنهن سچ سان جيل ملي، اهو سچ اهڙي ڪوڙ کان بهتر آهي جنهن سان آزادي ملي.

**١١١ حڪمت:**

ڪوڙ جو مثال ڦٽ وانگر آهي، ڀلي ڪٿي ڦٽ ڇٽي وڃي، تہ بہ ان جو نشان باقي رهندو. ڪوڙ بہ ائين سمجهہ. جيئن يوسف عليه السلام

جي پائرن هڪ دفعو پيءُ وٽ ڪوڙ ڳالهايو هو. ٻئي دفعي سچي ڳالهه ڪن پيا، ته به پيءُ چئي رهيو هو: بَل سَوَّلَت لَکُم اَنفُسَکُم پر توهان جي نفس توهان کي ڪوڙ ڳالهائڻ سيکاريو آهي.

جنهن ماڻهوءَ کي هميشه سچ ڳالهائڻ جي عادت هوندي، ان جي خطا به ماڻهو معاف ڪري ڇڏيندا، پر جيڪو ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ مشهور ٿي وڃي ٿو،ته ان جي سچ تي به ڪو ڀروسو نه ڪندو.

### ١١٢ حڪمت:

مخلوق ۾ پلاري مخلوق ماڻهو آهي ۽ ڪتو بلڪل گهٽ آهي، پر سياڻا چوندا آهن ته: بي وفا ۽ بي شڪر انسان کان،وفادار ڪتو ڀلو آهي.

ڪتي کي ٽڪر ڏيندين، ته هو توکي ڪڏهن به نه وساريندو، پٿر هٽي ٽڙيندين، ته به پري نه ويندو. پر ڪميڻي ماڻهوءَ سان سڄي عمر نيڪي ڪندو رهه، پوءِ به ڪنهن ٿوري ڳالهه تان رٺو، ته تو سان جنگ جوٽيندو.

### ١١٣ حڪمت:

نفس پرست ماڻهوءَ کي ڪو هنر نه ايندو، نه ڪو هو ڪنهن ڪمال جو قدر ڪري سگهندو ۽ اهڙو ماڻهو ڪڏهن به اڳواڻيءَ جي لائق نه ٿيندو.

### ١١٤ حڪمت:

گهڻ کائو ماڻهوءَ تي رحم نه جڳائي، ڇو ته گهڻ کائو خوار آهي. سياڻن چيو آهي ته: اي انسان! توکي جيڪڏهن ڍڳي وانگر ٿولهه ٿي کپي،ته گڏهه وانگر ماڻهن جا ڏاڍ ۽ سختيون به تہ برداشت ڪر.

### ١١٥ حڪمت:

انجيل ۾ لکيل آهي: اي آدم جا اولاد! جيڪڏهن توکي شاهوڪار ڪندو آهيان، ته مون سان بي وفا ٿي ڪري، مال سان محبت ڪندو آهين ۽ جيڪڏهن توکي سڃو ڪريان، ته تون تنگ دل ٿي پوين ٿو ۽ عبادت سان دل نٿو لائين. ڪڏهن تون نعمت سبب غافل ٿو گذارين ۽ ڪڏهن مسڪينيءَ سبب ڏکويل ٿو گذارين. جڏهن ٻنهي

حالتن ۾ تنهنجا اهي حال آهن، ته پوءِ الله جي اطاعت ۽ شڪر ڪهڙي وقت ڪندين؟

۱۱٦ حڪمت:

الله جي قدرت آهي جو هڪڙن کي تخت تان لاهي پٽ تي ڪري ۽ هڪڙن کي مڇيءَ جي پيٽ ۾ به خوش رکي.

يعني جنهن کي الله جو يادگيرو آهي، ان جو وقت خوش ٿو گذري، پوءِ ڇو نه ڪٿي اهو حضرت يونس عليه السلام وانگر مڇيءَ جي پيٽ ۾ بند پيو هجي.

۱۱۷ حڪمت:

الله سائين جيڪڏهن ڏمرجي، ته نبيءَ وليءَ پيا مٿو لڪائين ۽ جيڪڏهن مهربان ٿئي ته بڇڙن کي به نيڪ بنائي ڇڏي. جيڪڏهن محشر جي ميدان ۾، الله تعاليٰ جلال ۽ ڏمر سان ڳالهائيندو، ته اتي انبياءِ ڪرام به ڪجي نه سگهندا ۽ جيڪڏهن مهر جي نگاهه ڪندو ته پوءِ ڏوهارين کي به بخشش جي اميد ٿي پوندي.

۱۱۸ حڪمت:

جيڪو ماڻهو هن دنيا ۾ نصيحت سان نه سڌري ۽ مصيبت مان سبق نٿو سکي، اهو آخرت جي عذاب ۾ گرفتار ٿيندو ۽ جيڪو دنيا جي مصيبتن مان ڪجهه نٿو پرائي، اهو آخرت ۾ به مصيبتن ۾ هوندو. جيئن قرآن شريف ۾ آهي:

وَلَنُذِيقَنَّهُم مِنَ العَذَابِ الاَدنىٰ دُونَ العَذَابِ الاَكبَر

ترجمو: وڏي عذاب کان اڳ ۾انهن کي ننڍو عذاب چکائينداسين.

۱۱۹ حڪمت:

نصيحت جو مطلب آهي: بزرگن جي چوڻ مطابق پاڻ کي پابند ڪرڻ ۽ جيڪو ائين نه ڪندو ته آخرت وارو بند (قيد) ڏسندو.

۱۲۰ حڪمت:

ڀلارو آهي اهو ماڻهو.جيڪو اڳين بزرگن جي مثالن مان سبق پرائي ۽ پوئتي ايندڙ ماڻهو هن جا مثال ڏين.

۱۲۱ حڪمت:

عادتي چور تيسين چوريءَ کان نہ مڙندو، جيسين هٿ نہ وڍجيس.

۱۲۲ حڪمت:

جتي هڪڙا پکي پيجري ۾ بند پيا هوندا آهن، اتي ٻيا پکي داڻي کي ويجهو نہ ويندا آهن. اهڙي طرح جيڪو ٻين جي مصيبت مان نصيحت حاصل ڪندو، تہ ٻيا وري ان مان سبق سکندا.

۱۲۳ حڪمت:

جنهن ماڻهوءَ جا ڪن، نفس پرستي سبب ٻوڙا ٿيا، اهو نصيحت ڪيئن ٻڌندو؟ ۽ سدورو انسان نيٺ سياڳ ڏانهن ڇڪجي ايندو.

۱۲۴ حڪمت:

الله جي پيارن ٻانهن جي رات بہ ڏينهن آهي ۽ اها سعادت تڏهن حاصل ٿي سگهندي، جڏهن ڏيڻ وارو ڏاتار ڏات ڏيندو ۽ چڱي سمجهہ عطا ڪندو. اي منهنجا مالڪ! تو وٽ دانهن نہ ڪريان تہ ڪنهن کي چوان. منهنجو واهر وسيلو ٻيو ڪير آهي؟ جنهن کي تون هدايت سان هلائيندين، اهو ئي سڌو هلي سگهندو ۽ جنهن کي تون نصيب نہ ڪندين،ان کي ڪير سڌاري نہ سگهندو؟

۱۲۵ حڪمت:

چڱي پڇاڙيءَ وارو فقير، بڇڙي پڇاڙيءَ واري بادشاهہ کان هزار بار ڀلو آهي.

۱۲۶ حڪمت:

اهو غم جنهن جي پٺيان خوشي هجي، بهتر آهي ان خوشيءَ کان جنهن جي پٺيان غم هجي.

۱۲۷ حڪمت:

آسمان زمين تي سدائين مينهن ٿو وسائي ۽ زمين آسمان ڏانهن هميشہ ڏڌڙ ۽ مٽيءَ جي دز ٿي موڪلي. جيڪو ڪُنيءَ ۾ هوندو،پاٽ ۾ اهو پوندو. جو وڙجڙي جن سين،سو وڙ سيئي ڪن.

۱۲۸ حڪمت:

جيڪڏهن توکي منهنجي ٻي ڪار طبيعت نٿي وڻي، ته ان ڏي نه ڏس، تون پنهنجي ڪشادي طبيعت ڏي ڏس ۽ معاف ڪري ڇڏ!

۱۲۹ حڪمت:

الله تعاليٰ ستار آهي، اهو اوڻايون ڏسي پوءِ به ڍڪي ٿو، پر پاڙي وارا ڪا اوڻائي ڏسن به ڪونه ٿا، ته به شور مچائيندا آهن.

۱۳۰ حڪمت:

الله ڪٿي بچايو جو مخلوق کي غيب دان نه ڪيائين، نه ته ڪو به انسان ڪنهن ڪان سک نه ڏسي ها.

۱۳۱ حڪمت:

سون، ڪاڻ ڪوٽڻ سان ملندو آهي ۽ بخيل وٽان سندس ساهه نڪرڻ ڪان پوءِ هٿ اچي سگهندو.

۱۳۲ حڪمت:

موذي ماڻهو ڪائيندو ڪونه ۽ چوندو ته ڪائڻ جي اميد، ڪائڻ ڪان بهتر آهي. ائين ڪندي هڪ ڏينهن هيءُ مري ويندو ۽ سندس (وارثن) دشمڻ جو مقصد پورو ٿي پوندو.

۱۳۳ حڪمت:

جيڪو ماڻهو پنهنجن زيردستن تي رحم نه ڪندو، اهو پاڻ ڪان ڏاڍن جا ظلم سهندو. هڪڙن ڪان هيءُ ڏاڍو آهي، ته ٻيا هن ڪان ڏاڍا آهن.

۱۳۴ حڪمت:

هڪڙي درويش دعا گهرندي هيئن ٿي چيو: اي رب! بدڪارن تي به ائين رحم ڪر، جيئن نيڪن تي رحم ڪيو اٿئي، جو انهن کي نيڪ بنايو اٿئي.

۱۳۵ حڪمت:

سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي جو ٻن ماڻهن کي وڙهندي ڏسي، ته پاسو ڪري وڃي ۽ جتي صلح ڏسي، اتي ڀلي ترسي پوي، ڇو ته هُت پري رهڻ ۾ سلامتي آهي ۽ هت ويجهي رهڻ ۾.

### ١٣٦ حڪمت:

جواريءَ کي کپي چَکو، پر نکرندي آهي "تري". يعني بندي جي من ۾ هڪڙي، صاحب ٻي سنواري.

### ١٣٧ حڪمت:

گهوڙي کي هلندي رستي تي گهٽيي گاهه سان ڀريل ميدان نظر ايندا آهن، پر سندس مهار ٻين جي وس آهي، هيءُ پنهنجي مرضي سان گاهه نٽو کائي سگهي. يعني واڳ ڏٽيءَ وس، آئون ڪا پاڻ وهيٽي.

### ١٣٨ حڪمت:

جمشيد بادشاهه پهريون ماڻهو آهي، جنهن ڪپڙن تي گلڪاري ڪرائي ۽ کاٻي هٿ ۾ منڊي پائڻ جي شروعات ڪئي. ماڻهن چيس ته: سڄي هٿ کي فضيلت آهي، تو کاٻي ۾ منڊي ڇو پاتي آهي. چيائين: ساڄي هٿ کي ساڄي هجڻ ڪري ئي گهڻي فضيلت آهي. ان کي ٻي فضيلت جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

ڳالهه ٿا ڪن ته: فريدون بادشاهه چين جي ڪاريگرن کي چيو ته: منهنجي شاميانن جي هيٺين پلوَن کي سينگاريو،مٿان اڳ ۾ ئي سينگاريل آهي.

سياڻا چوندا آهن ته: تون ٻيڙن کي چڱي بنائڻ جي ڪوشش ڪر، نيڪ ماڻهو اڳ ۾ ئي چڱا آهن.

### ١٣٩ حڪمت:

ڪنهن بزرگ کان پڇيائون ته: ساڄي هٿ کي فضيلت آهي، پوءِ به ماڻهو کاٻي هٿ ۾ منڊي پائيندا آهن؟ بزرگ وراڻيو:تو کي خبر ناهي ڇا،ته فضيلت ۽ در جي وارا ماڻهو محروم ئي رهندا آهن. انهن جو قدر ڪونه ٿيندو آهي.

### ١٤٠ حڪمت:

بادشاهه آڏو اهو ماڻهو نصيحت ڪري سگهي ٿو، جيڪو سر جو سانگو لاهي ۽ بي طمع بڻجي.

### ١٤١ حڪمت:

توحيد جي دعويٰ ڪندڙ ماڻهوءَ لاءِ هي نشاني آهي،جو تيز تلوار مٿي تي رکينس، ته به ڪنهن کان نه ڊڄندو ۽ اهو الله کان سواءِ ٻئي ۾

ڀلائيءَ جي اميد نہ رکندو. بس توحيد جو بنيادي نڪتو اهو ئي آهي.

١٤٢ حڪمت:

بادشاهہ جو ڪم آهي رعيت تان ظلم ٽاري ۽ ڪمدار يا ڪوتوار جو ڪم آهي، شرارتي ماڻهن تي نظر رکڻ ۽ قاضي يا جج جو ڪم آهي انصاف ڪرڻ، ڇو تہ ٻہ ماڻهو پاڻ ۾ ٺهيل هوندا، تہ اهي قاضي وٽ ڪونہ ايندا. ان وٽ ضرور وڙهيل ئي پهچندا.

١٤٣ حڪمت:

پرائو حق پاڻ ڏي سمجهين تہ خوشيءَ سان ڏئي ڇڏ. ڇو تہ، جيڪو ماڻهو ڍل ۽ ٽيڪس يا قرض خوشيءَ سان نہ ڏيندو، تہ ماڻهو وڙهي ٻہ وٺندس.

١٤٤ حڪمت:

ٻين ماڻهن جا ڏند کٽي شيءِ سان خراب ٿيندا آهن ۽ قاضين (ججن) جو وات مٺاين سان خراب ٿيندو آهي. جيڪو قاضي رشوت ۾ ڪا معمولي شيءِ وٺندو، تہ اهو عوام لاءِ وڏو ظلم جائز ڪري ڇڏيندو.

١٤٥ حڪمت:

بدڪار عورت پيريءَ ۾ توبهہ نہ ڪري تہ ٻيو ڇا ڪري ۽ رٽائر ٿيل راشي آفيسر توبهہ تائب نہ ٿئي تہ ٻيو ڇا ڪري؟

ڪمال ان جو چئبو، جيڪو جوانيءَ ۾ چڱو ٿئي. پيريءَ ۾ جڏهن بڇڙائيءَ جي ڪا طاقت نہ رهندي، ان وقت سيڪو ئي ماٺ ۾ گذاريندو آهي. جوانيءَ ۾ پنهنجي لڄ بچائڻ جو وڏو قدر آهي. جهور ڪراڙپ ۾ هرڪو اها هام هڻي سگهي ٿو، ڇو تہ هاڻي منجهس اها طاقت ئي نہ رهي آهي.

١٤٦ حڪمت:

هڪڙي داناءَ کان پڇيائون تہ: الله تعاليٰ ڪيترن قسمن جا وڻ خلقيا آهن، پر آزاد وڻ "سَرو جو وڻ" ئي سڏجي ٿو. سو ڇو؟ جڏهن تہ ان ۾ ڪڏهن ٻہ ميوو ڪونہ ٿئي؟ داناءَ وراڻيو تہ: ٻين وڻن جي حالت مختلف موسمن ۾ پٽئي منجهي سڃجي ۽ سرو جو وڻ ٻارنهن ئي مهينا هڪ حال ۾ سدائين سرسبز ۽ تازو تو رهي. ان ڪري ڪيس آزاد تا

چون ۾ آزاد ماڻهوءَ جو حال بہ ائين هجڻ گهرجي.

سياڻن جو چوڻ آهي تہ: جيڪڏهن توکي هٿ ۾ ڪجهہ آهي، تہ دل ڪر درخت جي دستور ۾ جيڪڏهن هٿ ۾ ڪجهہ نہ اٿئي، تہ پوءِ سَروَ جي وڻ وانگر آزاد آهين.

## ۱۴۷ حڪمت:

ہہ ماڻهو اهڙا آهن، جيڪي مرڻ ويل حسرت ساڻ ڪٺي ويندا. هڪ اهو شخص جنهن مال گڏ ڪري رکيو، پر ڪاڏائين ڪين، ٻيو اهو شخص جنهن علم سکيو، پر عمل نہ ڪيائين.

## ۱۴۸ حڪمت:

بخيل ڪيڏو بہ قابل ۽ ماهر هجي، ان جي عيبن ڪيڻ مان ڪوئي نہ مڙندو ۽ سخي مرد ۾ ہہ سؤ عيب هوندا، تہ ان جي سخا سبب سڀ لڪل هوندا.

گلستان ڪي هن بيت تي پورو ڪجي ٿو.

ڪهن خرقہ خويش پيراستن، بہ ازجامہ عاريت خواستن.

اڌاري ريشمي وڳي کان پنهنجو پراڻو ڦاٽل وڳو پائڻ بهتر آهي.

سعديءَ جون نصيحتون دل تي اثر ڪندڙ آهن، جيڪڏهن ڪنهن دوست کي نصيحت ڏکي لڳي آهي، تہ ان کي ڪڙي دوا سمجهي ۽ آڪاٺين سان نصيحتون هن ڪري لکيون ويون، جو آڪاٺيءَ ہڌڻ يا ٻڌڻ سان ڪوبہ انسان ملول نہ ٿيندو آهي ۽ هرهڪ کي وڻنديون آهن.

منهنجو ڪم ائين نصيحت ڪرڻ آهي، جيئن الله سائينءَ جي موڪليل پيارن رسولن کي نصيحت لاءِ موڪليو ويو آهي. انهن وانگر مون چڱا ٻول توهان تائين پهچايا. هاڻي توهان فائدو وٺو يا نہ وٺو.

گلستان جي پڙهندڙن کي عرض آهي تہ: هن ڪتاب جي مصنف ڪاتب (۽ مترجم) کي چڱي دعا ۾ نہ وسارين. انهن لاءِ بخشش جون دعائون گهرن.

آئون پنهنجي رب آڏو اقراري آهيان ۽ قيامت ڏينهن الله تعاليٰ در عرض ڪندس تہ: اي منهنجا مالڪ! آئون نسورو ئي ناحق آهيان. آئون تنهنجي ٻاجهہ جو طلبگار آهيان.

(گلستان ۱۵٦ھ ۾ لکجي پورو ٿيو.)

اداري جا ٻه جلد اينڊڙ ڪتاب

# تحفة الفقيه

(نون واڌارن ۽ سڌارن سان)

سنڌيءَ ۾ فقه جي مسئلن تي بهترين ڪتاب

ڀربون ڀيرو، ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل

هر مسئلو الڳ الڳ بيان ڪيل

---

# معارف القرآن

(ترجمو ۽ تفسير)

برصغير جي مشهور عالم مولانا عبدالخالق ڪنڌياروي جن

جو قرآن شريف جي ٻن پارن ۽ ڪجهه سورتن جو

ترجمو، تفسير ۽ سنڌس قرآن شناسيءَ متعلق

ماهوار رسالي "معارف" ۾ لکيل مضمون

مقدمي طور شامل ڪيل

هڪ ئي جلد ۾

اداري طرفان مولانا محمد قاسم سومرو جن جا ايندڙ ڪتاب

# قصص الانبياء

(ٻارن لاءِ)

نهايت ساديءَ ٻوليءَ ۾ لکيل

ٻارن سان گڏ وڏن لاءِ نهايت

ڪارائتو ڪتاب

---

# قصص الانبياء

(مدلل)

سنڌيءَ ۾ پهريون ڀيرو

نهايت سادي سوليءَ ٻوليءَ ۾ لکيل

هر ڳالهه دليل سان سمجهايل

هر قصو بنا وڌاءُ جي بيان ڪيل

جيتوڻيڪ قرآن پاڪ اخلاق سيکارڻ لاءِ سڀ کان اعليٰ ۽ اهم ڪتاب آهي. جيئن حضرت بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنها فرمايو هو تہ (كَانَ خُلُقہُ القرآن) يعني حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جو اخلاق مبارڪ قرآن پاڪ مطابق ٿي هو. ان هوندي بہ ڪيترن اڳين عالمن اخلاقيات تي ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. مثلاً امام غزالي رحمة الله عليه عربي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ شيخ سعدي رحمة الله عليه بہ چار ڪتاب لکيا. مثلاً ڪريما، گلستان، بوستان وغيره. انهن ٽن ڪتابن مان گلستان کي پوري دنيا ۾ خاص شهرت حاصل ٿي.

دنيا جي مختلف ٻولين مثلاً لاطيني، فرينچ، جرمن، ڊچ، انگريزي، عربي، اردو وغيره ۾ گلستان جا ترجما ٿيا. فارسيءَ ۾ ان جا ڪيترا شرح لکيا ويا. دنيا جي مختلف ملڪن ۾ سوين دفعا گلستان ڇاپيو ويو. ماڻهن ان کي وڏي چاهہ ۽ شوق سان پڙهيو. ڪيترن عالمن ۽ بزرگن گلستان جي نموني تي، نخلستان، خارستان، پريشان وغيره نالن سان ڪتاب لکيا ۽ شايع ڪرايا، پر انهن کي ڪا مقبوليت حاصل نہ ٿي.

گلستان جي ٻولي بہ عجيب ۽ دلچسپ آهي، پر اُن شخص لاءِ جيڪو فارسي پڙهي، پوءِ ڪنهن ڄاڻو استاد وٽ گلستان پڙهي. شيخ سعديءَ جو اصلي ڪمال تڏهن ئي نظر اچي سگهندو. ان کان سواءِ گلستان ۾ لکيل آکاڻيون نهايت دلچسپ، وڻندڙ، ناصحانہ ۽ هر انسان جي دل تي اثر ڪندڙ آهن. شيخ سعديءَ گلستان ۾ پنهنجي زندگيءَ جا اکين ڏٺل يا ٻڌل ۽ پسند ڪيل واقعا لکيا آهن. شايد ان ڪري هن ڪتاب کي دنيا ۾ ايڏي مقبوليت ملي آهي، پر حقيقت ڪجهہ ٻي طرح آهي.

اين سعادت بزور بازو نيست - تانہ بخشد خداء بخشنده

يعني، اها خوشقسمتي پنهنجي وس جي ڳالهہ نہ آهي، پر جنهن کي مالڪ سائين مهرباني ڪري ڪٽي نوازي. هت بہ ائين سمجهڻ گهرجي.

مولانا محمد قاسم سومرو